# تلاش

نجم عباسي



سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، سنڌ.

# تلاش

(نــاول)

نجم عباسي



سنــڌي ســاهت گــهر، حيــدرآبــاد ســنــڌ
1996ع

حق ۽ واسطا اداري وٽ محفوظ

كتاب جو نالو: تلاش (ناول)
ليكڪ: نجم عباسي
ڇاپو: پهريون ڊسمبر 1987ع
ڇاپو ٻيو: سيپٽمبر 1996ع (اداري طرفان پهريون)
قيمت: =/60 سٺ روپيا
سنڌي ساهت گهر، كتاب نمبر (89)

TALASH (Novel)
Writen By: NAJAM ABBASI
Published By: NAZ SANAI
Chairman Sindhi Sahat Ghar
3- Nizam Lodge, Gari Khato, Hyderabad.
Book No. 89 Rs. 60/= Sixty Only

# پہ اکو

سنڌي ساهت گھر طرفان ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو هيءُ ائون ڪتاب آهي، جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي. تلاش اصلوڪو ناول آهي، جنهن کي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ وڏي محنت ۽ لگن سان تحرير ڪيو. ان ناول ۾ اسان کي، اسان جي سماج جا نہ رڳو عڪس ۽ اولڙا نظر ايندا پر پورو سماج نظر ايندو ۽ اسان جي سماج ۾ جيڪي بُرايون موجود آهن، انهن جي تصوير نظر ايندي. ناول جي مرڪزي ڪردار گلزار جي هيءَ ڪهاڻي رڳو ان جي ڪهاڻي ڪانهي، پر جاگيردارانہ سماج جا سمورا اولڙا آهن اُن ۾.

اها ڪهاڻي جڏهن ان جي ڪردارن تخليق ڪئي هئي، سنڌ جي ڪيترن ئي قلمڪارن کي موڪلي وئي هئي، يا انهن سان رابطو رکيو ويو هو تہ سنڌ جي سماج ۾ عورتن، خاص طور ٻهراڙين جي ماڻهن سان ڪيڏا ڪلور ٿا ٿين، ان جو ذڪر گلزار جي ڪهاڻيءَ ۾ موجود آهي ۽ ان کي تحرير ڪرڻ سان نہ رڳو سماج جي براين ۽ بڇراين جي تصوير اڀيان ايندي پر ڪيتريون ئي واٽون جڙي پونديون پر سنڌ جي ڪنهن بہ قلمڪار ان کي تحرير نہ ڪيو. جڏهن اها ڪهاڻي ڊاڪٽر صاحب وٽ پهتي، ان نہ رڳو گلزار جي ڪهاڻيءَ کي ناول جو روپ ڏنو پر ڪيترائي خط لکي ان جي ڪيترن ئي پهلوئن کي وڌيڪ عيان ۽ ظاهر ڪيو ۽ ان ڪهاڻيءَ کي اهڙي روپَ ۾ ظاهر ڪيو جو ان جي پڙهڻ سان نہ رڳو ٿيل واقعن جي پروڙ ٿي پوي پر ان مان اصلاح ۽ سڌاري جي واٽ بہ ملي ٿي.

ڊاڪٽر نجم اسان جي ٻوليءَ ۾ جيڪي بہ تحرير ڪيو آهي، انهن سمورين تحريرن ۾، اسان جا سمورا درد، سمورا ڏک، سمورا سماجي عڪس ۽ اولڙا ملندا ۽ ڊاڪٽر سچي زندگي، انهن کي تحرير ڪندو رهيو. هن ڪنهن بہ موضوع يا مسئلي تي لکڻ کان لنوايو ڪونہ

۽ ڏاڍي بي جگريءَ سان سمورن ڏکوئيندڙ پهلوئن ۽ موضوعن کي پنهنجي تحريرن جي زينت بڻايو.

۱۹۹۱ع ۾ سنڌي ساهت گهر، ڊاڪٽر نجم عباسيءَ صاحب کان تحريري طور اهو اجازت نامو ورتو هو ته ادارو ڊاڪٽر صاحب جي سمورن ڪتابن کي الڳ الڳ ۽ گڏيل صورت ۾ ڇاپيندو. پر اسان جي ٻوليءَ جي ازلي ويرين، علمي ۽ ادبي ادارن جي آڙ ۾ ويٺل شيطانن، ڊاڪٽر صاحب کان اهو اجازت نامو رد ڪرائي ڇڏيو ۽ ڪيس ڇيو ته هو پاڻ ڊاڪٽر صاحب جي ڪتابن ۾ دلچسپي رکن ٿا، ان ڪري کين اختيار ڏنا وڃن. ڊاڪٽر صاحب جيڪو اجازت نامي رد ڪرڻ جو ليٽر انهن کي ڏنو، ان ۾ هن اهو لکيو ته پهريون اجازت نامو رد ڪريان ٿو. البته ناز سنائي چاهي ته ان سان ٻيهر دستاويزي معاهدو ڪري سگهجي ٿو.

سنڌي ساهت گهر کي، اهو معلوم هو ته انهن کي ڊاڪٽر صاحب سان، سنڌي ٻوليءَ سان ڪا همدردي ڪونهي. هو بزنس مين آهن، هو انهن ئي قلمڪارن جا ڪتاب ڇاپيندا جيڪي کين پيسا ڏيندا. پنهنجن ڪتابن جو خرچ ليکڪ ڀريندا، باقي هو فقط پنهنجو نالو چمڪائيندا ۽ پوءِ دعويداري اها ڪندا ته هو سنڌي ادب جي خدمت ڪري رهيا آهن ۽ اسان وارو خدشو بلڪل صحيح نڪتو. 1991ع کان 1996ع تائين، انهن ڊاڪٽر صاحب جو هڪڙو به ڪتاب نه ڇپرايو. پنجن سالن کانپوءِ جڏهن اسان جي اداري طرفان ڊاڪٽر صاحب جي ياڻينجي ۽ نياڻي محترم الطاف عباسيءَ سان ملي اهو فيصلو ڪيو ته ادارو پنهنجي پروگرام تحت، ڊاڪٽر صاحب جا سمورا ڪتاب ٻيهر ڇاپڻ شروع ڪري. نه رڳو اهي الڳ الڳ صورت ۾ اچن پر انهن کي گڏيل صورت ۾ پڻ ظاهر ڪيو وڃي، ۽ جيئن ئي ان پروگرام تي اداري طرفان عمل شروع ٿيو ۽ مهيني ڏيڍ ۾ هڪڙي ئي لي آئوٽ سان، پنج ڪتاب ظاهر ڪيا ويا. ته اهي شيطان وري ظاهر ٿيا ۽ اداري جي ڪم

۾ رڪاوٽون وجهڻ لاءِ سرگرم ٿي ويا. اداري طرفان پروگرام اهو هو ته انهن پنجن ڪتابن جي، 25 آڪٽوبر 1996ع تي، ڊاڪٽر صاحب جي وفات واري ڏينهن نه رڳو مهورت ڪرائبي. پر ورسي به ڪبي ۽ ان موقعي تي ڊاڪٽر صاحب جي فن ۽ فڪر تي ڳالهائڻ لاءِ سنڌ جي سمورن قلمڪارن کي گهرايو ويندو.

انهن شيطانن جڏهن اهو محسوس ڪيو ته هو اسان جي ڪم ۾ سنئون سڌو رڪاوٽ نه ٿا وجهي سگهن ته هنن سنڌي ادبي سنگت کي استعمال ڪيو ۽ ان جون ٽيندڙ چونڊون ملتوي ڪرائي، گڏجاڻيءَ ۾ اصرار ڪيو ته اهي چونڊون هرحال ۾ 25 آڪٽوبر تي ڪرايون وڃن. ۽ اهي پنهنجي مذموم حرڪتن ۾ ان طرح ته ڪامياب ويا ته سنڌي ادبي سنگت کي استعمال ڪيو ويچي، پر ڪين معلوم هئڻ گهرجي ته اها ايشيا جي وڏي ۾ وڏي تنظيم آهي. شيطانن جي اتي رهائي رسائي آهي، ڪينجهر فورم ۽ سنڌي ساهت گهر جي پروگرامن آڏو هو ڪاب رڪاوٽ نه ٿا وجهي سگهن ۽ پروگرام مطابق ڊاڪٽر صاحب جي پهرين ورسي 26 آڪٽوبر تي حيدرآباد ۾ رٿي ويئي آهي ۽ پنج ئي ڪتاب ڇپجي مڪمل ٿي بازار ۾ اچي چڪا آهن.

نه رڳو اِهو پر ڊاڪٽر صاحب جا ٻيا پنج ڪتاب به ڇپائيءَ جي مختلف مرحلن ۾ آهن. ۽ اداري کي اميد آهي ته نه رڳو ڊاڪٽر صاحب جا سمورا ڇپيل پر اڻ ڇپيل ڪتاب به جلد از جلد مارڪيٽ ۾ آندا ويندا. ٻئي مرحلي ۾ اُهي ڪتاب گڏيل صورت ۾ پڻ آندا ويندا.

20 صائمه پلازا،
حالا ناڪو
27 سيپٽمبر 1996ع

- ناز سنائي

# منهنجو ايڪيهون ڪتاب

هيءَ ڪهاڻي آهي ستن ڪوٽن جي بندياڻيءَ جي. هيءَ ڪهاڻي آهي نسلي گٽر ۾ ٻڏل ضاعفان جي. هيءَ ڪهاڻي آهي جاگيرداري گند جي ڍير ۾ قاتل عورت جي. هڪ اهڙي عورت جا ان ڍير مان نڪري، پنهنجي واٽ تلاش ڪري ٻاهر اچي ٿي ۽ جيون جي ڪليل راهه تي پهچي ٿي. اوندهه جي ڪاري جهنگل مان نڪري، روشنيءَ طرف وڌڻ لاءِ هن کي پنهنجي راهه پاڻ تلاش ڪرڻي پوي ٿي.

پنهنجي جيون جي آزمودي مان سکي، هوءَ پنهنجي ڌيءَ کي جاگيرداري نظام جي ڏاڪڙن کان بچائي ٿي، ۽ هن کي سرمائيداري نظام ۾ پهچائي ٿي ۽ هن جي اهڙي واٽ تلاش ڪرڻ ۾ سهائتا ڪري ٿي. هوءَ ڌيءَ ۾ جاگيرداري ۽ سرمائيداري سماجن کان اڳيرو نئين سماج جي ساڃهه پئدا ڪري ٿي ۽ ماءُ اهو ڏسي خاطريءَ جو ساهه کڻي ٿي تہ هن جي ڌيءُ ذهني ۽ نظرياتي طرح نئين سماج کي پنهنجي منزل بنائي چڪي آهي.

گلزار جي ڪردار ۾ ڪافي ڪمزوريون نظر اينديون. اهي، جئن گلزار پاڻ بہ پروڙيو. نتيجو هيون سندس مٿان مڙهيل پابندين ۽ مدي خارج روايتن ڪري. هن پنهنجي ڌيءَ کي اهڙين ڪمزورين کان آجو رکڻ جو جتن ڪيو.

هن جي ڌيءَ نوجوان آهي.

حالتن سان مقابلو ڪرڻ، تعليم ذريعي جاڻ وڌائڻ ۽ رڪاوٽن کي هٽائڻ سان نئي هڪ عورت سورمي بڻبي آهي.

نوجوان نئي آزادي ۽ سماجي انصاف جي پاڙ پٽڻ خاطر پاڻ پتوڙيندا آهن ۽ هنن جو اهو جتن هوندو آهي تہ سائنس، ٽيڪنالاجي ۽ ثقافت جي ڪاميابين مان هر پورهيت فائدو وٺي، جئن هنن جي حياتي مالامال ٿي. دلچسپ ۽ مقصد واري بنجي........

مونکي ننڍي هوندي کان وٺي "تلاش" لفظ ڏاڍو وڻندو آهي. تلاش هميشه ڪنهن چڱي شيءِ جي ڪبي آهي ۽ ان سان تحريڪ، جاکوڙ، جفاڪشي ۽ لواڻ لاڳاپيل هوندي آهي. ڪيترن ورهين کان وٺي سوچيندو رهيو آهيان تہ جي مونکي رسالو ڪڍڻ جو موقعو مليو تہ مان ان جو نالو "تلاش" رکندس. حالي تہ "تلاش" ناول پيش ڪري رهيو آهيان.

هي ناول مون جنوري ١٩٨٦ع ۾ لکي پورو ڪيو هو..... جيئي سنڌ!

٩٥- بي يونٽ نمبر ٢
لطيف آبہ د. حيدرآباد سنڌ.

نجم عباسي

سائين ڪهاڻيڪار!

ڪوٺن اندر جيڪي قهر ٿين ٿا. تن ستمن جي ستايل هڪ سجاڻ عورت جو لکيل دلچسپ داستان توهانکي موڪلڻ چاهيان ٿو. ان اميد سان تہ توهين ان مان ناول ناهي لکندا.

پهرين پنهنجي ڄاڻ سڃاڻ ڪرايان. مان پرائمري سنڌي ماستر آهيان. تجربي ۽ عمر جي لحاظ کان سپروائيزر بہ ٿيندو پئي رهيو آهيان. جنهن ڪري پهراڙي ۾ "اسڪولن جو صاحب" ڪري ڇوندا آهن. هن ڪاتي ۾ ٣٥ سال ٿيا اٿم. مون کي اصل کان ڇوڪرين ۽ خاص ڪري ڳوٺاڻين ڇوڪرين کي تعليم ڏيڻ ۽ انهن ۾ تعليم وڌائڻ جو جنون جي حد تائين شوق پئي رهيو آهي. اهو منهنجي حياتيءَ جو مقصد بنجي ويو آهي. مان پهراڙيءَ جو رهاڪو آهيان ۽ اهڙي قبيلي ۽ ذات جو آهيان، جي صفا جٽ هئا ۽ ڇوڪرين کي پڙهائڻ وڏو عيب سمجهندا هئا. مان جو پڙهي پيس ۽ ماستريءَ جي نوڪري ملي ويم تہ مائٽن ۽ ذات وارن ۾ تعليم پرائڻ جو چاهہ پيدا ڪرڻ لاءِ پرچار شروع ڪري ڏنم. ان جا نتيجا چڱا نڪرڻ لڳا. شروع ۾، ١٩٦٠ ۾، پنهنجي ڳوٺ علي آباد ۾ "ڳوٺ سڌار تحريڪ" طرفان بالغن جي تعليم جو مرڪز، منهنجي ڪوشش سان کليو. اتي مان رضاڪارانہ طور ڏيڍ ٿي ڏيندو رهيس. انڪري اسانجي جٽ ذات جا ڪجهہ ماڻهو لکڻ پڙهڻ سکي پيا. وءِ مون انهن جي ذهنن ۾ وڏو ۽ هم خيال بنائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ تعليم مرد توڙي عورت واسطي ضروري آهي. اوليت ڇوڪرين جي تعليم کي ڏنم. مون ڳوٺ و رن کي چيو تہ اسانجا ڇوڪرا تہ ٻير واري ڳوٺ جي اسڪول ۾ پڙهڻ وڃن ٿا. پر اسان پنهنجيون نياڻيون پڙهڻ لاءِ پريرو بئي ڳوٺ ۾ موڪلي نہ ٿا سگهون. انڪري ڪوشش ڪريون تہ اسانجي ڳوٺ ۾ پهرين گرلس اسڪول پوي. منهنجي هٿ پير هلائڻ ۽ ڳوٺ وارن جي سات ڏيڻ ڪري ١٩٦٣ع ۾ اسانجي ڳوٺ ۾ ڇوڪرين جو اسڪول کلي ويو. مون پنهنجي بدلي ان اسڪول ۾ ڪرائي ۽ تيسين آءٌ ان گرلس اسڪول ۾ ڊيپوٽيشن تي ڪم ڪندو آيس، جيسين بہ ٽي ماسترياڻيون پنهنجي ڳوٺ جون پيدا ڪيم. پوءِ آفيسرن سان اثر رسوخ رکي پاڻ کي سپروائيزر مقرر ڪرايم. ان حيثيت ۾ تعليم جو پرچار وڌيڪ جاري رکيم. پنهنجي تعلقي ۾ جيڪي نوان اسڪول کليا، انهن مان سراسري طور اڌ تعداد پنهنجي ذات وارن جي ڳوٺن ۾

ڪولرايم. هن وقت انهن مان گرلس اسڪولن ۾ تر جون يا اسانجي ذات واريون ماستريائيون ڪم ڪري رهيون آهن. ان ڪان سواءِ پرواري تعلقي ۾، جتي اسانجي ذات وارن کان وڏيڪ تنگ خيال ۽ڪٽر ذاتين وارا رهن ٿا، اتي به ٻه گرلس اسڪول ڪولرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس.

پوءِ ١٩٧٠ع ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ ڇوڪرن جو اسڪول ڪولرايم. هينئر ان ۾ چار ماستر پڙهائي رهيا آهن.

مان توهانکي پنهنجي ٻي ڪارڪردگي پڻ ٻڌائڻ چاهيان ٿو. منهنجو ارادو پاڻ کي پڌائڻ جو نہ آهي، پر مقصد اهو اٿم تہ توهان تائين پنهنجي واقفيت پهچايان.

١٩٨٠ع ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ برانچ پوسٽ آفيس ڪولرايم، جا سٺي نموني هلي رهي آهي ۽ ڳوٺ وارن توڙي آس پاس جي خلق کي ڏاڍو سک ۽ سهولت ٿي پئي آهي. سال ١٩٨٣ع ڪان مون پنهنجي ذاتي لئبرري ڳوٺ وارن لاءِ وقف ڪري ڇڏي آهي ۽ پنهنجي پيٽ کي گوڏا ڏيئي، ان لاءِ ڪتاب رسالا ۽ روزانيون اخبارون خريد ڪندو آهيان ۽ جي سڀ سنڌي زبان جا هوندا آهن. تازو توهانجو ناول "پيار ڪهاڻي" خريد ڪيو اٿم. اصل ۾ جڏهن ڪان توهانجو ڪتاب "ناچڻي" منهنجي نظر مان نڪتو، تڏهن ڪان توهانجو هر ڪتاب خريد ڪندو آهيان. ماڻهن لاءِ لئبرريءَ جو سڀ ڪجهہ مفت آهي ۽ اتي جي ڊيوٽي بہ مان پاڻ رضاڪارانہ طور ڏيندو آهيان. ڪيترائي ڳوناٺا ان مان فائدو حاصل ڪري رهيا آهن. سال ١٩٨٢ع ۾ پنهنجي ڳوٺ لاءِ بجلي منظور ڪرايم ۽ گهر گهر ۾بجلي پهچي وئي آهي. ساڳئي سال ڳوٺ ۾ بالغ عورتن کي تعليم ڏيارڻ ۽ هنر سيکارڻ لاءِ "عورتن جو مرڪز" (Women Centre) ڪولرايم، جتان ڪوڙ عورتون، تعليم سان گڏ هنر سکي، پنهنجو گذر سفر ڪري رهيون آهن. اهڙي طرح عوام جي ڇڱي خاطر پاڻ پتوڙيندو رهندو آهيان.

مونکي ڇوڪرين ۾ تعليم وڌائڻ سان خاص دلچسپي هئي. جڏهن مان گرلس اسڪولن جو صاحب ٿيس تہ نہ رڳو ڳوٺن ۾ ڇوڪرين جا اسڪول ڪولرايم، پر ڪيترين ڇوڪرين کي همٿايم ۽ هنن جي هرڪا مدد ڪيم تہ هو ايترو پڙهي پون جو ماستريائيون ٿي سگهن، جئن ٻهراڙيءَ جي گرلس اسڪولن ۾ انهن جي کوٽ نہ ٿئي. ڪيتريون ئي ڇوڪريون منهنجي همٿائڻ تي مئٽرڪ ۽ پي.ٽي. سي جا امتحان پاس ڪري ويون ۽ هنن کي ماستريءَ جي نوڪري وٺرائي ڏنم.

ڪيئي مارئيون، سماج جي غلط رسمن ۽ رواجن جي قيدن ۾ ڪڙهي رهيون

آهن. اهڙين مارئين مان هڪ مارئي ماستريائي آهي. هن جو تعلق اوچي ذات واري گهراڻي سان آهي. ان گهراڻي وارا پنهنجي خانداني دقيانوسي خيالن مطابق پنهنجي ڏاڏنگ وارن کانسواءِ ٻين ۾ ڇوڪري نہ پرڻائيندا آهن. ساڳي ذات وارن وٽان مٽيءَ جا هن وٽ پيغام آيا، پر هنن هن مارئيءَ جي اتي شادي نہ ڪرائي. پوءِ اٺ ڪي گهنڊڻي ٻڌي وئي. يعني ١٥ سالن جي هن مارئيءَ جو مڱڻو. سندس سوٽ سان ڪيو ويو. جنهن جي عمر فقط پنج سال هئي. جيستائين هو جوان ٿئي. تيستائين هيءَ مارئي انتظار جي گهڙين ۾ ڪڙهندي، سڙندي، ڪامندي ۽ پڇرندي رهي. نيٺ ڇوڪرو ساماڻو تہ هنن جي شادي ٿي. پر صرف هڪ سال گڏ گذاريائون. هڪ ٻار پئدا ٿين. جلدئي هنن ۾ اڻبڻت منهن ڪڍيو. مڙس هڪ سريت کي گهر ۾ آندو ۽ زال کي چيائين تہ هن جي خدمت چاڪري ڪندي ڪر. هيءَ ڳالهہ هن مارئيءَ جي سهڻ کان ٻاهر هئي. هن چيو تہ نڪاح ٻڌل زال بہ مان ۽ ڏاڏي پوٽي سادات بہ مان. سو ڪيئن ويهي هن امتياڻيءَ جي نوڪرياڻي بنجان. سندس ڏوڻ پوئڻ ڪريان ۽ رڌي پچائي ڪيس کٽ تي ڪارايان. منهنجي حق تي ڌاڙو بہ هيءَ هٽي ۽ وري خدمت چاڪري بہ مان ڪريانس. اهڙي طرح زال مڙس جي وچ ۾ ڦيٽاڙو وڌي ويو. ان تي مڙس چا ڪيو جو سريت سان نڪاح وجهي باقاعدي زال بنائي ڇڏيائينس. پوءِ هن مارئي کي مارڪٽ ڪرڻ لڳو. هن کي ذليل ڪرڻ لڳو ۽ بيحد تڪليفون ڏيڻ لڳو.

هيءَ مارئي ڇنيءَ جي ڇوري آهي. يعني جمڻ سان ئي هن جي ماءُ مري وئي. سندس پالنا هُن جي پڦيءَ ڪئي، جنهن کي خاندان وارا "جيجي" ڪري سڏيندا هئا. هن کي ملان مڪتب ۾ لکڻ پڙهڻ جيتري تعليم ڏياري وئي ۽ قرآن بہ پڙهي. جڏهن ڳوٺن ۾ اسڪول پئي کولرايائون تہ اهڙين ڇوڪرين جي تلاش هئي، جي ٿورو گهڻو پڙهيل هجن. جئن هنن کي ماستريائيون بنائي سگهجي. هن مارئي جي تعليم پنجن درجن جيتري هئي. هن کي ماستريءَ جي نوڪري ملي وئي. ان لاءِ مشڪل سان هن جي پيءُ کي راضي ڪيو ويو.

ياد رهي تہ ان وقت اسانجو ضلعو دادو جئن تہ زناني تعليم ۾ پوئتي هو ۽ ماستريائيون ملي نہ ٿي سگهيون. انڪري پنج درجا پڙهيل ڇوڪرين کي بہ ماستري ڏني ٿي ويئي. هاڻي تہ بي- اي پاس وارين کي بہ اها نوڪري مشڪل سان ٿي ملي.

ڪو وقت اهڙو آيو جو مڙس ۽ خاندان کان تنگ ٿي هن پنهنجي "گهٽگهري" کي چيو تہ هن کي حويليءَ جي قيدخاني مان ڪڍي ۽ اهو بہ لکيائين تہ "ٻيون

پچنديون آهن رات جو. پر مان پچنديس ڏينهن جو!" پر هنجي گهٽگهري ۾ ايتري همت ڪانہ هئي. هن ڪي سجهيو ٿي تہ هن مارئيءَ جا خاندان وارا زميندار ۽ ڏاڍا مڙس آهن. هن سان مهاڏو اٽڪائڻ معنيٰ پنهنجي ۽ پنهنجن ٻچن جي حياتي خطري ۾ وجهڻ. پر اهڙو بہ موقعو آيو جو هن مارئيءَ کي حويلي جي ڪوٺن مان ڪڍيو ويو. پر ٻئي طريقي سان.

ان وقت هن مارئيءَ ايترو ڪيو جو مڙس جي گهران نڪري، اچي پنهنجي پڻيءَ سان رهي. ڪجهہ سالن ڪانپوءِ هوءَ بہ هي جهان ڇڏي وئي. هن پنهنجي زمين مان ٢٥- ايڪڙ مارئيءَ جي نالي ڪيا هئا. ان تي بہ مارئيءَ جي مڙس قبضو ڪري ڇڏيو.

هن مارئيءَ کي پنهنجي هڪڙي ڌيءَ آهي، جا پڙهي رهي آهي. پنهنجي ۽ پنهنجي ڌيءُ جي خرچ جي پورت پگهار مان ڪري رهي آهي.

هن مارئيءَ کي هاڻي اهوئي اونو ۽ انتظار آهي تہ سندس ڌيءُ ڪنهن نموني اوچي تعليم حاصل ڪري وٺي. ان لاءِ هوءَ اڪيلائيءَ ۾رهندي بہ پوري محنت ڪري رهي آهي.

اهڙي طرح توهان ڏسندا تہ هن مارئيءَ جي زندگي ڏکن ڏاکڙن سان ڀريل ۽ ناول جي ڏانءَ جي دلچسپ آهي. هن پنهنجي گهٽگهري جي چوڻ تي پنهنجي باري ۾ گهٽو ڪجهہ لکيو آهي. ان لکيت کي ڊائري بہ چئي نہ ٿو سگهجي ۽ نہ باقاعدي آتم ڪهاڻي آهي. هن پنهنجي جيون جي ٽڙيل پکڙيل يادگيرين ۽ جذبن جا اڻ نوٽبڪ لکيا آهن. ان لکٽيءَ کي مان حالي "جيون ڪٿا" جو نالو ئي ڏيان ٿو. هن پنهنجي اها جيون ڪٿا، پنهنجي گهٽگهري جي حوالي ڪئي آهي ۽ خواهش ظاهر ڪئي اٿائين تہ اها ڪنهن ترقي پسند ليکڪ کي ڏئي، جو اها ناول جي صورت ۾ لکي، جئن ماڻهن جي سامهون ان حقيقت جو ٻيو مثال اچي تہ ڪيئن هن سماج ۾ دقيانوسي خانداني رسمن، ريتن ۽ قانونن سبب ڪيترريون نہ مارئيون قيدن جي ڪوٺن ۾ ڪڙهي رهيون آهن ۽ غلط فيلن جا ڪهڙا خراب نتيجا نڪرن ٿا.

جي توهان چاهيو تہ مان هن مارئيءَ جي انهن نوٽبڪن جون فوٽو اسٽيٽ ڪاپيون توهانکي موڪلي سگهان ٿو. آءُ جئن تہ عورتن جي ڀلائي ۽ آزاديءَ لاءِ ڪم ڪري رهيو آهيان ۽ هن کي سماجي انصاف ۽ هڪجهڙائي ڏيارڻ لاءِ تحريڪ هلائي رهيو آهيان ۽ هن مارئيءَ جي هيءَ روئداد عورتن سان ٿيل ظلم جو جيئرو جاڳندو مثال آهي، انڪري مان چاهيان ٿو تہ هيءَ ناول عوام آڏو اچي .... مونکي توهانجي جواب جو انتظار رهندو.... منٺار راڄڙ.

سائين منّار!

اهو ڄاڻي خوشي ٿي تہ توهان "ڳالهير" نہ آهيو، پر "ڪارڪن" آهيو، تعليمي ڪارڪن ۽ سماجي ڪارڪن. توهان جنهن "ڪردار" جي ڪهاڻي لکڻ لاءِ مونکي چيو آهي، اها ڪهاڻي لکڻ جي مان ضرور ڪوشش ڪندس. توهان هن جي جيون ڪٿا جي ڪاپي ۽ هن جي حياتيءَ جي باري ۾ وڌ ۾ وڌ واقعا مونکي لکي موڪلجو. ٿي سگهي تہ هن جي ڳوٺ جي ٿوري جاگرافي ۽ تاريخ پڻ لکجو ..... ڪهاڻيڪار.

سائين ڪهاڻيڪار!

لک ٿورا. توهانجو خط مون لاءِ توڙي هن مارئيءَ لاءِ خوشيءَ جا خزانا کڻي آيو. جو توهان جهڙي عظيم نيڪ هن جي جيون ڪٿا کي ڪهاڻيءَ جي روپ ۾ لکڻ جو آسرو ڏنو آهي. هاڻي مان توهانکي حيقيتون ٻڌائڻ ۾ ڪوبہ حجاب محسوس نہ ڪندس. هن مارئيءَ جو نالو گلزار آهي ۽ هن جي جنهن گهٽگري جو اشارو اڳئين خط ۾ ڏنو هوم سو مان خود ئي آهيان.

گلزار جو ڄائي ڄم جو نالو بانو هو، جو هن جي مرهيات پيڻ جو نالو هو. پوءِ وشواس ڪري تہ متان هيءَ بہ مري نہ وڃي، هن جو نئون نالو گلزار رکيو ويو. هن جي پيءُ بچل شاهہ جو ڏنڌو پيري مريدي ۽ زمينداري آهي. هو چڱو چوکو وڏو ماڻهو آهي ۽ ترڙ ۾ ڪافي اثر رسوخ رکي ٿو. هو شاهہ پور ڳوٺ ۾ رهي ٿو، جو دادو ضلعي ۾ آهي.

گلزار جي هن وقت عمر چاليهہ سال کن آهي. ملان. مڪتب جي سرٽيفڪيٽ موجب هوءَ پنج درجا پڙهي هئي ان تي ئي هن کي ماستري ملي. پوءِ هن خانگي طرح مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ يارهين ٻارهين ڪلاسن جو امتحان ڏنائين. هن کي هن نوڪريءَ ۾ ويهہ سال ٿيا آهن. هوءَ شروع کان پندرهن سالن تائين پنهنجي ڳوٺ واري گرلس اسڪول ۾ پڙهائيندي رهي، ايستائين جو هن کي ڳوٺ مان ڪڍڻ لاءِ هن جي اتان حيدرآباد بدلي ڪرائي وئي.

گلزار جي ڪڙم جي ڪن ستايل عورتن جو احوال هن ريت آهي. هن جي وڏي پڦي، جنهن کي هو "جيجي" ڪري ڪوٺيندا هئا، تنهن کي "حق" بخشرايو ويو ۽ هوءَ پوڙهي جهور ٿي مري وئي، پر هن جي شادي نہ ڪرائي وئي. هن جي هڪڙي ماسيءَ کي سندس مڙس، ڇڱن ٻارن ٿيڻ بعد. بي سبب گهر مان ڪڍي ڇڏيو. گلزار جي هڪ سوٽ کي سندس مڙس، پنهنجي وهاريل سريت کي خوش ڪرڻ خاطر گهر مان لوڏي ڪڍيو. اهڙي طرح خود گلزار کي بہ هڪ ٻار جي

پئدائش ڪانپوءِ گهر مان نيڪالي ڏئي، مائٽن ڏي موڪلي ڇڏيو. جتي هن ڏاڍا ڏکن جا ڏينهن ڪاٽيا.

هڪ ڀيري هن مونکي چيو تہ مان پنهنجي حياتيءَ جا ڏک سور لکڻ چاهيان ٿي. ان تي مون بہ هن کي همٿايو تہ ضرور لک. نيٺ اهو ڪم هٿ ۾ ڪنيائين ۽ پنهنجي جيون ڪٿا جا اٺ نوٽ بڪ لکي ورتائين. اهي اٺ ئي نوٽ بڪ رجسٽر ڪري توهان ڪي موڪلي رهيو آهيان. نوازش ڪري انهن کي سنڀالي رکجو ۽ سلامتيءَ سان واپس ڪجو. جو اهي منهنجي زندگيءَ جو بہ سرمايو آهي.

منهنجي هن وقت عمر پنجاهہ سال کان مٿي آهي. مون ۱۹۴۸ع ۾ سنڌي فائينل پاس ڪئي ۽ ۱۹٦۷ع ۾ اديب فاضل سنڌي ڪيم.... منار.

ساٿي منار!

توهان تہ مون تي وڏو بار وجهي ڇڏيو. هڪ ڳالهہ جي تسلي رکجو تہ توهانجو هي موڪيل مواد مون وٽ "امانت" جي حيثيت ۾ محفوظ رهندو. بئي ڪنهن کي بہ اهو نہ ڏيکاريو ويندو..... هڪڙي ڳالهہ ذهن ۾ رکي ڇڏجو تہ مونکي اهو مواد پڙهڻ ۽ ان جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ۾ ڳچ وقت لڳي ويندو. شايد ڪجهہ هفتا، شايد ڪجهہ مهينا..... ڪهاڻيڪار.

سائين ڪهاڻيڪار.

مونکي توڙي گلزار کي ڏاڍو انتظار آهي. هيترا مهينا ٿي ويا آهن. توهان اهو "جيون ڪٿا" پڙهي يا نہ؟ جي پڙهي تہ ڪهڙو فيصلو ڪيو؟ ان تي ناول لکندا يا نہ! جي لکندا تہ شروع ڪيو يا نہ؟ جي شروع ڪيو تہ ڪيترو لکيو آهي؟ اهي ئي سوال گلزار ڏاڍي بيتابيءَ سان بار بار مون کان پڇندي رهي ٿي..... منار.

ساٿي منار!

مون ايتري دير ڪئي آهي، جو مونکي خيال ايندو هو تہ توهانکي ضرور اڻ تڻ ٿي هوندي. گذران لاءِ پنهنجي ڌنڌي (ڊاڪٽري) طرف بہ ڌيان ۽ وقت ڏيڻو پويم ٿو. منهنجي رٿابنديءَ ۾ اول ئي ڪي ڪتاب هئا. هينئر منهنجي ڪهاڻين جو ڪتاب "دارون هن ديواني جو" ڇپجي رهيو آهي. ان جي نيار ٿيڻ ڪانپوءِ توهانجو مسودو هٿ ۾ کڻندس. توهان هر طرح دلجاءِ ڪندا. ان جيون ڪٿا جو هڪ هڪ پنو محفوظ آهي. اميد تہ اوهين روزمرهہ جي زندگيءَ ۾ بہ ذهن ۾ سنڌيت رکندا هوندا..... ڪهاڻيڪار.

ساٿي منار!

گلزار جي "جيون ڪٿا" پڙهي پوري ڪئي اٿم. ڪي ڳالهيون سمجهہ ۾ نہ

آيون، ڪي واقعا اڻپورا لڳا ۽ ڪي خيال چٽائيءَ سان بيان ڪيل نہ آهن. انهن جي باري ۾ توهان ڪان خطن ذريعي پڇندو رهندس. ان جا جواب پاڻ ڏيندا يا گلزار کان پڇي مونکي لکندا رهندا. جڏهن هي سلسلو پورو ٿيندو، تڏهن ناول جي پوئين حصي ۾ "گلزار جي جيون ڪٿا" ڏيندس.

حالي هينئن مامرن جي چٽائي ڪريو:

جيون ڪٿا ۾ هڪ هنڌ ٻڌايو ويو آهي تہ مڙس گلزار کي طلاق ٿو ڏئي ۽ هو وڃي پنهنجي ٻي زال سان ٻئي گهر ۾ رهي ٿو. وري اڳتي هلي ٻڌايو وڃي ٿو تہ مڙس اچي ٿو ۽ هن کي پرچائي وٺي وڃي ٿو ۽ هوءَ ان گهر ۾ مڙس ۽ پهاڄ سان گڏ رهڻ لڳي ٿي..... طلاقيل عورت، ساڳئي مڙس سان زال وانگر ڪيئن ٿي رهي سگهي؟ ان طلاق واري واقعي ۽ حقيقت کي چٽائيءَ سان بيان ڪيو وڃي.

ڪٿا ۾ ڪٿي ڪٿي خال محسوس ٿئي ٿو. مثال طور ڪاليج ۾ سرگرمين جو تفصيلي احوال هلندي هلندي هڪدم ختم ٿي ٿو وڃي ۽ اتي رهڻ جو وڌيڪ بيان يا ڪاليج ڇڏڻ کانپوءِ حياتيءَ جو تفصيل ڏنل نہ آهي؟

هڪ هنڌ ڪجهہ ان طرح لکيو اٿس تہ مون جيڪي وڏا وڏا ڏک ۽ صدما سٺا آهن، انهن جو بيان ڪونہ ڪيو اٿم..... جي ٿي سگهي تہ گلزار مونکي اهڙا واقعا بہ لکي موڪلي، جيئن مان هر پهلوءَ کان واقف ٿي، لکڻ لاءِ قلم هٿ ۾ کڻان.

گلزار ڪٿي بہ پنهنجا قومي خيال ۽ ويچار ظاهر نہ ڪيا آهن. ائين ٿي نہ ٿو سگهي تہ هن دور ۾ هڪڙي پڙهيل ڳڙهيل، حساس ۽ مظلوم عورت ۾ سياسي شعور، قومي احساس ۽ طبقاتي ساڃهہ نہ هجي. هن سلسلي ۾ هوءَ پنهنجي جيون جا تجربا، واقعا ۽ ويچار ٻڌائي تہ چڱو؟..... ڪهاڻيڪار.

سائين ڪهاڻيڪار!

توهانجي سوالن جا جواب ڪجهہ هن طرح ٿي سگهن ٿا: مير، پير ۽ وڏيرا، طلاق جي شرعي اصولن کي پنهنجي خواهش ۽ مرضيءَ مطابق هلائيندا آهن. ڳوٺ ۽ حويلين جون عورتون ايتريقدر مجبور بڻايون ويون آهن جو ان مامري ۾ نہ ڪجهہ ڪڇي سگهنديون آهن ۽ نہ ڪجهہ ڪري سگهنديون آهن. وڏا گهراڻا مرد جڏهن چاهيندا آهن، تڏهن زال کي زباني طلاق ڏئي پنهنجي گهر مان ڪڍي ڇڏيندا آهن. وري جي هنن جي خيالن ۾ ڦيرو ايندو آهي تہ پنهنجي خواهش موجب، ان طلاقيل زال جي مائٽن سان ناهہ ڪري ۽ شرعي حڪمن جي پورائي ڪرڻ کانسواءِ، هن کي واپس پنهنجي سيج تي آڻيندا آهن. جي اهڙي زال ڪجهہ قانوني ڪارروائي ڪرڻ چاهي تہ نہ ڪري سگهندي آهي. هڪ تہ هوءَ هن سماج جي زنجيرن ۾ جڪڙيل

آهي ۽ ٻيو تہ طلاق لکيت ۾ ڪانہ هوندي آهي. هنن جا پيئر بہ مائٽ ۾ رهندا آهن. هڪ تہ هنن جا پنهنجا ڪرتوت بہ اهڙائي هوندا آهن ۽ ٻيو تہ هي وڏا ماڻهو پنهنجي ڌيءَ کي طلاق ملڻ کي پنهنجي شان کي اگهٽيون هڻڻ خاطر. ڇوڪريءَ کي ساڳئي مڙس جي ڪڍ لائي ڇڏيندا آهن. جڻ تہ ڪا ڍڳي يا ٻڪري هجي. توهانکي تہ اها خبر هوندي تہ نڪاح وقت. ڪنوار جي ان رشتي جي قبوليت پڇندي، ڪنوار جي جواب ڏيڻ يا نہ ڏيڻ جي پرواهہ نہ ڪئي ويندي آهي. جواب هن جي پرسان وينل ڪا مائٽياڻي ڏيندي آهي. سو ٻهراڙيءَ ۾ عورت جي حيثيت رسيءَ ۾ ٻڌل ٻڪري يا ڍڳيءَ جهڙي آهي، جيڏانهن وٺيو اوڏانهن ڪاهي وڃوس.

توهان گلزار جي لکڻيءَ جي اوڻاين بابت لکيو آهي. ان لاءِ هن کي دوش ڏئي نہ ٿو سگهجي. هن جي تعليم پوري ساري آهي. پنج درجا ملان مڪتب ۾ پڙهي ۽ مئٽرڪ خانگي نموني پاس ڪيائين. لکڻ جي مشق بہ ڪانہ اٿس ۽ نہ ئي ڪا نيڪ يا ساهتڪار آهي. وڏي ڳالهہ تہ جيون جي حالتن ۽ ڏکن ڏاکڙن ڪري، سدائين ذهني طرح پريشان پئي رهي آهي. انڪري هن جا لکيل ويچار ۽ واقعا ڇڙوڇڙ ۽ ٽڙيل پکڙيل آهن ۽ هن جي ڪتا جي ڪڙي ڪڙيءَ سان نٿي ملي.

گلزار ائين ئي لکيو آهي تہ مون جيڪي وڏا وڏا ڏک ۽ صدما سٺا آهن، انهن جو بيان ڪونہ ڪيو اٿم. حقيقت ۾ نہ مان، نہ مان ڪندي، پنهنجي جيون ڪٿا ۾ سڀ ڪجهہ لکي وئي آهي. مثال طور ننڍپڻ ۾ ئي هن جي ماءُ مري وئي. ماٽيجي ماءُ جا سور ۽ پيءُ جي رُڪائي. پالنا پيءُ نہ پر پڦيءَ ڪئي. هن جو پنهنجي ذات واري هڪ چڱي چوڪي ڪاموري سان تعلق ٿيو ۽ راتين جون راتيون هن سان گذاريائين. پر مائٽن هن سان شادي ڪرڻ نہ ڏنس، جو هو سندن ڏاڏي پوٽي مان نہ هو. هنجي شادي پنجن سالن واري ٻار سان ڪرائي ۽ هوءَ ايستائين لڄندي پڇندي رهي، جيستائين اهو جوان ٿيو. شادي ٿي تہ سال بعد ئي هن جي گهر ۾ سريت ۽ ڀاڄ آڻي وهاري ۽ هن کي ڪڍي ڇڏيائين. وري ڀاڄ سان ساڳئي گهر ۾ رهڻ جي مجبوري. هن حويليءَ جي اوڙاهہ مان نڪرڻ چاهيو. برقعو چيهون چيهون ڪرڻ تي سندرو ٻڌائين. پر ائين ڪرڻ ۾ ڪيئي سال لڳي ويس. اهڙي طرح ڏکن، سورن ۽ ظلمن جا ڪيترائي داستان لکيا اٿائين جي توهان پڙهيا هوندا.

توهان گلزار جي قومي ۽ راڄنيتي خيالن بابت پڇيو آهي. هوءَ ڪوٺن ۾ بند آهي، انڪري عملي طرح تہ ڪجهہ ڪري نہ ٿي سگهي. پر ذهني طرح هوءَ ترقي پسند، باغي ۽ انقلابي آهي. البت ايترو ڪندي آهي جو ڇوڪرين کي تعليم طرف مائل ڪندي آهي. منهنجي اثر هيٺ. هوءَ بہ ان خيال جي ٿي وئي آهي تہ عورت لاءِ

سماجي انصاف ۽ سماجي آزادي حاصل ڪرڻ واسطي هن جو تعليم حاصل ڪرڻ بنيادي چيز آهي. هوءَ اسڪول ۾ ڇوڪرين کي ڏاڍي محنت ۽ لڳاءَ سان پڙهائيندي آهي. هوءَ ملندڙ شاگرديائين، ماسترياڻين، مائٽياڻين، سهيلين ۽ ڳوناڻن کي، نموني سان، وڏيرڪي شرستي خلاف پرچار ڪندي آهي ۽ بغاوت لاءِ ڀڙڪائيندي آهي. هوءَ هنن کي ٻڌائيندي آهي تہ اهو وڏيروڪو سرشتوئي اسان عورتن کي غلام ۽ ڏکيون ڀڪريون بنايو ويٺو آهي.

تعليم ۽ ڪتابن جي ٿوري گھڻي اڀياس ڪانپوءِ، هن جي ويچارن ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو آهي. هن پاڻ جو هن سماج ۾ ايڏو سنو آهي. سو هن جي احساسن ۾ ٽڪاءُ اچي وئي آهي. طبقاتي سماج لاءِ هوءَ مونکي چوندي آهي تہ "مان طبقاتي سماج جي ستايل آهيان، سو ان جي خلاف ڪيئن نہ ٿيندس. اهو طبقاتي سماج، جو مردن جي طبقي جو آهي، جو اوچي ذات جي طبقي وارن جو آهي، جو وڏيرن ۽ بدڪارن جي طبقي جو آهي."

مون هن کي ڪي انقلابي ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏنا هئا. هن پنهنجي جيون ڪٿا ۾ هن تي جيڪا ٽيڪا ٽپڻي لکي آهي ۽ اوهان بہ اها پڙهي هوندي، تنهن مان هن جي باغي ۽ انقلابي ويچارن جي ڄاڻ پوي ٿي.... منار.

سائين ڪهاڻيڪار!

گلزار جي ڪردار جا ڪي ٻيا پهلو توهانجي ڌيان تي آڻڻ ٿو چاهيان: ڪجھ سال اڳ، هن ڪان يارهين ۽ ٻارهين ڪلاس جي امتحان جا فارم ڀرايم. امتحان ۾ ڪجھ پيپرن ۾ پاس ٿي. وري سپليمينٽري امتحان جو فارم ڀرايومانس. ان ۾ فقط هڪ پيپر ۾ پاس ٿي سگھي. وري سالياني امتحان لاءِ فارم ڀرايومانس. اهي سڀ خرچ مون پنهنجي هڙان پئي ڪيا. هن ڀيري چيائين تہ مون گهڻو وقت بيماريءَ ۾ پئي گذاريو آهي، ان ڪري امتحان واسطي تياري ڪري ڪانہ سگھي آهيان. سو منهنجي پاران ڪنهن ٻي ماسترياڻيءَ کي وهاري امتحان ڏيار. مون اهو مناسب نہ سمجهيو تہ پنهنجي مطلب ڪاڻ ڪنهن ٻيءَ کي ٻوهي ۾ ڏجي. ان ۾ ڪوڙ خطرا هئا. جي اها ماسترياڻي پڪڙجي پئي تہ هن جي بدنامي ٿيڻ ڪانسواءِ، سزا طور هن جي ڊگرين جا سرٽيفڪيٽ رد ڪيا وڃن ۽ هن کي نوڪريءَ مان ڪڍيو وڃي. مون ائين نہ ڪيو جنهن گلزار چاهيو ٿي ۽ هوءَ ناراض ٿي ويئي. چوڻ لڳي تہ توهان ائين چونہ ڪيو، ڪابہ ماسترياڻي توهانجو چوڻ ڪونہ موٽائي ها. البت مان اهو مڃان ٿو تہ جي هوءَ پيپرن ۾ وهي ها تہ هن کي ڪاپي ڪرڻ ۾ مدد ضرور ڪريان ها.

پگهارن جو اسڪيل سڌرڻ سبب، گلزار جو تفاوت ساڍا ڇهہ هزار ٿيو هو.

مون آفيسن ۾ پنڌ ڪري هن کي اهي پئسا ونرائي ڏنا. پر اها رقم سندس پيءُ هضم ڪري ويو. وري تفريحي الائونس مليس، اهو بہ پٽس ڳڙڪائي ويس. وري جئن پي. ٽي. سي پاس ڪيائين تہ ان جا ساليانا اضافا ۽ رننگ روائيزڊ اسڪيل نہ مليو هوس. هاڻ ان لاءِ بہ ڪوشش ڪري، دادوءَ وڃي اهو منظور ڪرائي آرڊر وٺي آيومانس.

جئن تہ مئي ۽ جون جا مهينا مالي سال جا پڇاڙڪا مهينا هوندا آهن ۽ ڪلارڪ ۽ آفيسر بچيل سچيل بجيٽ هضم ڪرڻ لاءِ ڪوڙن سچن بلن ناهڻ ۾ رڌل هوندا آهن، ان ڪري خرچيءَ ڪانسواءِ بل نہ ٽي ناهيائون. ڪلارڪ، پٽيوالا، سپرنٽينڊنٽ، اڪائونٽنٽ جنهن جنهن وٽ صحي يا داخلا لاءِ لکپڙهہ وڃي ٿي، سي ائين چون تہ هن لکپڙهہ کي پير هجن يا پير وڏا وجن تہ اڳتي هلي بي ميز تي پهچي. نہ تہ بنا پيرن هڪ هنڌئي پئي هوندي ۽ مون رشوت ڏيڻ نہ چاهي. انڪري چيو ويو تہ هي بل جولاءِ ۾ نهي ۽ مئجي سگهندو. ان تي گلزار ڪاوڙجي وئي تہ پهرين تو چيو تہ اپريل يا مئي ۾ ملندا ۽ هائي چوين ٿو تہ جولاءِ ۾ ملندا. مونکي اجايو آسري ۾ چو رکيئي. وري اهو بہ تاڪيد ڪيائين تہ هن رقم جي خبر بابي کي نہ پوي ورنہ انهن پئسن تان بہ مونکي هٿ ڌوئڻا پوندا ۽ مان جهڙي سا تهڙي رهجي ويندس.

مان ماستريائين جي بلن جا ۽ آفيسن ۾ بيا ڪم ڪرائڻ ۾ مدد ڪندو رهندو آهيان، چوتہ مونکي خبر آهي تہ جائز ڪم لاءِ بہ ماڻهن کي آفيس ۾ تنگ ۽ پريشان ڪيو ويندو آهي. سو جي رشوت تي ڪم ڪرائڻ شروع ڪيم تہ مان ڪلارڪن جو دلال سمجهيو ويندس. مان تہ سماجي ڪارڪن يا سوشل ورڪر آهيان.

عورت کي سدائين گهٽ ۽ ٻوسٽ ۾ رکيو ويو آهي ۽ مرد آزاد ۽ ڇڙو واڳ پئي گهميو آهي. انڪري عورت جو مزاج شڪي بنجي ويو آهي. رابيل نالي هڪ ماسترياڻي آهي. بلن ۽ آفيس جي ٻين ڪمن ۾ مان هن جي مدد ڪندو هوس. گلزار کي اها خبر پئي تہ هن کي شڪ ڪائي ويو تہ منهنجا هن سان تعلقات آهن. ان تي هن مون سان وڏو جهڳڙو ڪيو. حقيقت اها آهي تہ رابيل جي پيءُ ۽ پائرن سان منهنجا پنهنجائپءَ وارا ناتا آهن ۽ گهرو رستو آهي، ڪيترن ورهين کان.... منٺار.

ساٿي منٺار!

گلزار پنهنجي هن جيون ڪٿا ۾ ٻہ چار پيرا لکيو آهي تہ مون سان محبت دوران. منٺار گهڻو ڪجهہ برداشت ڪيو آهي. پر هن اهو چٽو ڪري نہ ٻڌايو آهي

تہ منذار (توهان) ڇا ڇا برداشت ڪيو؟ اها ڄاڻائي ڪئي وڃي. توهان پنهنجي شادي ۽ اولاد جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌايو؟

اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي تہ جڏهن هن جو پيءُ ۽ مائٽ زميندار آهن ۽ ملڪيت ۽ موٽرن وارا آهن تہ پوءِ پنهنجي ڌيءُ جي پگهار ۽ الائونس جو ڇا ڪبائن؟ ۽ تنهن ڪانسواءِ پئسي وارا ۽ حويلين ۾ رهندڙ هوندي، پنهنجي ڌيءُ کي نوڪري ڪرڻ جي اجازت ڪيئن ڏنائون؟ ۽ پنهنجي ڌيءُ کي ٻين شهرن يا ڳوٺن ۾ گهر ۾ اڪيلي رهڻ لاءِ ڪيئن ڇڏين ٿا ڇڏين يا گهٽ ۾ گهٽ اتي هن سان ڪو مرد ڪونہ ٿو رهي؟ .

گلزار جي جيون ڪٿا مان مون محسوس ڪيو آهي تہ هوءَ پنهنجي نموني هڪ دلير عورت آهي. مان چاهيان ٿو تہ هن عورت جو ڪردار اهڙو ڏيکاريو وڃي جنهن حويلي، ڪوٽن، پردي، ذات، پراڻ پسندي ۽ جهالت جي پابندين ۾ رهندي، حالتن جو مقابلو ڪيو. ۽ ترقي پسنديءَ جي روشن راهہ تي هلندي، ڏک ڏاکڙا ڏسي، مثالي عورت بنجي وئي..... توهانجو ڪهڙو رايو آهي؟.. .. ڪهاڻيڪار.

سائين ڪاڻيڪار!

جئن مون اڳ ۾ ٻڌايو آهي تہ زناني تعليم وڌائڻ مون پنهنجي زندگيءَ جو مقصد بنائي ڇڏيو آهي. ان لاءِ ڇوڪرين کي اسڪولن ۾ داخل ٿي پڙهڻ جي صلاح ڏيندو آهيان ۽ پڙهيل ڇوڪرين کي ماستريءَ جي نوڪري وٺرائڻ ۾ مدد ڪندو آهيان. اهڙين پڙهيل ڇوڪرين کي مئٽرڪ ۽ ٻيون ڊگريون پاس ڪرائڻ لاءِ همٿائيندو آهيان. ساڳئي وقت عورتن کي هنر سيکارڻ لاءِ ڳوٺن ۾ "عورتن جا مرڪز" بہ کولرائيندو آهيان.

جئن مون مٿي چيو آهي تہ ڪنهن زماني ۾ اسانجي ضلعي دادوءَ ۾ زناني تعليم نہ هئڻ جي برابر هئي. اسڪول کليا تہ اتي ٻهراڙيءَ ۾ ماستريائيون ڪونہ ٿي مليون. ان ڪري پنجون درجو پاس، سي بہ جڙتو ملان مڪتب جي سرٽيفڪيٽ جي آڌار تي ماستريائيون مقرر ٿيون هيون. پوءِ مون اهڙين ماستريائڻين کي پاڻ ٿي همٿايو تہ مڊل اسٽينڊرڊ جو امتحان ڏيو. مان توهانجي مدد ڪندس. انهن خود ۽ سندس وارثن سهڪار ڪيو. منهنجي چوڻ تي فارم ڀرايو. سندن امتحان جو مرڪز سيوهڻ ۾ هو. اتي هنن جي رهڻ ڪرڻ جو بندوبست ڪيم. پوءِ هنن مئٽرڪ بہ ڪئي. جنهن ڪانپوءِ هنن ڪي پي. ٽي. سي ۾ ڇوڻدرائڻ ۾ هٿي ڏنم ۽ هو ٽريننگ پاس ڪري آيون. اهي ئي ماستريائيون ٻين کي فخر سان ٻڌائينديون هيون تہ اسان مڊل، مئٽرڪ ۽ پي. ٽي. سي استاد منذار جي اتساهہ ڏيارڻ ۽ سهائتا ڪرڻ تي ئي

ڪئي آهي.

گلزار جي ڪن تائين بہ اهي خبرون پهتيون. هن بہ متي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جو سکيا ونڻ ٿي چاهي. پر هن جو پيءُ رڪاوٽ هو. هن جو چوڻ هو تہ جيستائين اها اتي نوڪري هلي ٿي نيڪ آهي. باقي تعليمي لياقت وڌائڻ لاءِ ڇوڪريءَ کي حويليءَ کان ٻاهر نہ ڪڍبو. انڪري هوءَ پنهنجو آئيندو اونداهو ڏسي پئي سڙندي ۽ ڪامندي هئي. هڪ ڀيري ماستريائين جو رفريشر ڪورس شروع ڪيو ويو. ان لاءِ فهرست ۾ مون گلزار جونالو بہ وجهرايو. ان لاءِ دادوءَ ۾ اچڻو هو. منهنجي ڀاڻيجي، جا بہ ماستريائي آهي، سا بہ ان ڪورس ۾ هئي. گلزار جي هن سان ملاقات ٿي تہ هن کي چيائين تہ راڄڙ صاحب کي چئو تہ ڪنهن نموني منهنجي مائٽن تي زوربار وجهي تہ مونکي مئٽرڪ ڪرڻ ڏين.

هڪ ڏينهن ٻاڙي تي جيپ ڪري، دادوءَ مان گرلس اسڪولن جي انسپيڪٽريائيءَ کي وٺي گلزار جي ڳوٺ شام پور پهتس. هن گلزار جي پيءُ، ڀڦيءَ ۽ مائيلي ماءُ کي سختيءَ سان هدايت ڪئي تہ ڇوڪريءَ کي مئٽرڪ ڪرڻ ڏيو. انڪانپوءِ وري ضلعي جي تعليمي آفيسريائيءَ کي بہ پنهنجي خرچ تي ٽئڪسي ڪرائي دادوءَ کان سندن ڳوٺ آندم. هن بہ خاص ڪري هن جي پيءُ کي سمجهايو ۽ چيو تہ "ڏسو تہ اسين بہ وارثن واريون آهيون، تڏهن بہ نوڪري ٿيون ڪريون. اسان تعليم ورتل هجڻ ڪري پنهنجي اولاد کي سٺي تعليم ڏياري سگهنداسون. هونئن بہ جيسين توهان جئرا آهيو، تيستائين توهانجي ڌيءُ کي ٽڪر ملندو رهندو. هوڏانهن مڙس بہ ڪا مدد ڪونہ ٿو ڏئيس. تہ پوءِ ويچاريءَ جو ڇا حشر ٿيندو. مئٽرڪ ڪرڻ بعد پي. ٽي. سي ڪندي تہ گهٽ ۾ گهٽ پينشن جي حقدار تہ ٿيندي."

تڏهن مس مس وڃي هن جو پيءُ راضي ٿيو.

مون ئي هن جا فارم ڀريا ۽ فيون ڏنيون ۽ امتحان ڏيڻ لاءِ شهر ۾ هن جي مائٽن سميت رهڻ جو جوڳو انتظام ڪيو. هن جي سڳي ڀاءُ سليم شاهہ کي بہ همتايو تہ پنهنجي زال مئيءَ کي مئٽرڪ ڪرائي ۽ پوءِ هن کي نوڪري وٺي ڏيڻ جو ذمو بہ کنيم. هن هام ڀري ۽ ٻنهي جا گڏ فارم ڀريا ويا ۽ امتحان ڏيڻ بہ ٻئي گڏ هليون. اتي سليم شاهہ ۽ جيجي هن سان گڏ هلي رهيا. انهيءَ ڀيري گلزار امتحان ڏنو ۽ پوءِ بہ امتحان ڏيندي رهي ۽ ٽي دفعا ڪاهون ڪري نيٺ مئٽرڪ پاس ڪيائين. مان هن جي معاملن ۾ اهڙو مست ٿي ويس، جو پنهنجي سخت بيمار پٽ جي بہ پوري پرگهور ڪانہ لڌم ۽ هو گذاري ويو.

گلزار مئترڪ پاس ڪئي تہ هن جي پي. ٽي. سي (پرائمري ٽيچرس ڪورس) لاءِ آرڊر ڪرايم. اهو ڪورس هن کي دادوءَ وٽي ڪرڻو هو. مونکي ڪاٿو هو تہ هن جو پيءُ هن کي ڪونہ ڇڏيندو. ان ڪري ضلعي جي تعليم کاتي جي آفيسرياڻي ڊي. اي. او صاحبہ کي گذارش ڪيم تہ گلزار جو پيءُ اچي تہ هن کي سمجهائجو. هن صاحبہ سهڪار ڪيو ۽ هن جي پيءُ کي چيائين تہ جي توهانکي وسوسا آهن تہ گلذار کي مان پاڻ وٽ رهائيندس. پڇاڙيءَ ۾ پيءُ لاجواب ٿي ويو. اهي سڀ خرچ ۽ تڪليفون مون پاڻ برداشت ڪيون. وري جڏهن ٽريننگ ڪاليج ۾ داخل ٿي تہ اتي اسئنمينٽون لکي ڏيڻ، ليسن تيار ڪري ڏيڻ، سندس ٽيچرن جا انگل آرا پورا ڪرڻ ۽ هفتي ۾ ٻہ ڦيرا دادوءَ وٽي هن جي سڌ سماءَ لهڻ، اهي سڀ ڳالهيون ڪندو رهيس.

سندس سؤٽيون ماساتيون ۽ ڪٽنب جون ٻيون مائٽياڻيون هن کي مهڻا ڏينديون هيون تہ نوڪري ٿا ڪرائنس، غير مردن جي منهن ٿي پوي، پيءُ کي بہ غيرت نہ آهي ۽ هو منهنجي باري ۾ پڻ پچار ڪنديون هيون. جيتوڻيڪ اهي سڀ هن وٽ پڙهي پيون هيون ۽ هن جون شاگرياڻيون هيون. گلزار خواهش ۽ فرمائش ڪئي تہ سندس ڳوٺ ۾ "عورتن جو مرڪز" کولرايو وڃي، جئن ڳوٺ جون عورتون هنر سکي، پنهنجو پاڻ ڪمائن ۽ انهيءَ مرڪز ۾ نوڪري سندس مائٽياڻين کي وٺرائي ڏي جئن هنن جو تڪبر ڀڄي. ٿيو بہ ائين. مرڪز کلڻ تي نہ رڳو هن جون مائٽياڻيون نوڪري ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويون. پر منهنجي بہ واکاڻ ڪرڻ لڳيون، اجا تائين مان رپورٽون، رڪارڊ ۽ بل وغيره ناهڻ ۾ سندن مدد ڪندو آهيان.

منهنجي عمر پنجاهہ کان مٿي آهي. ٽي [illegible]ڻيون ۽ ٻہ پٽ اٿم. مان ڏاڏو ۽ نانو بنجي چڪو آهيان.

توهان ان تي اچرج کاڌو آهي تہ گلزار جا وڏا، زر زمين وارا هوندي بہ هن جو پگهار جو ٿا هڙپ ڪن؟ توهانکي تہ ڄاڻ هوندي تہ سنڌ جا زميندار، پنهنجن ڪرتوتن ڪري، پئسي جا مالڪ ٿورو وقت هوندا آهن ۽ جهجهو وقت پينگيا هوندا آهن [illegible] جون عياشيون ڪٽڻ جون نہ آهن. نہ رڳو پنهنجين اوطاقن ۾، پر حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ وڃي مهينن جا مهينا عياشين ۾مگن رهندا آهن. نشو پتو بہ جام ڪن. بئنڪن جو سرڪاري رڪارڊ ڪڍرائيندا تہ هرهڪ زميندار ڏانهن ڏهہ ٻ[illegible] رهن لِک قرض تہ لازمي طرح هوندو. هو پنهنجي رهڻي ڪرڻي نٺ نانگر سان قائم رکڻ خاطر قرض کڻن ٿا. هارين کي پوري رقم نہ ٿا ڏين. ڪي سمگلنگ جو

ڪارو ڏنڊو ڪن ٿا. اڃي پڳ م پس، اندر مڙئي اڱڙيون وارو قصو آهي. هونءَ به پيرن ۽ وڏيرن جو ڪم آهي ڏنڻ، چيڙ ۽ بيگار. هن جي منور تي اها هوندي آهي ته جو ڪجهه بئي مان نڪري، اهو نيڪ آهي. وري موالي، نشي جي ٻاڙ وقت، ڏيءَ جي ڪمائي هڙپ ڪرڻ ته ڇا، هو ڌاڙا، چوري ۽ قتل ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندو آهي.

گلزار کي سهوليت اها ملي جو نوڪريءَ جي شروعات ڪان ئي پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ رهي ۽ بئي پاسي بدلي ڪانه ٿيس. فقط ڪاليج وارو عرصو شهر ۾ رهڻو پيس. اتي به پهرين گهر ورتو هون ۽ هن جو پيءُ ساڻس گڏ رهندو هو. پرا تي هڪ طرف هن جو خرچ وڌي ويو ۽ ٻئي طرف سندن زمينون رُلي ويون. انڪري مجبور ٿي گلزار کي هاسٽل ۾ رهڻ ڏنائين.

هن جي پيءُ جهڙو رجعت پرست ۽ تنگ خيال ماڻهو پنهنجي ڌيءَ کي نوڪري ڪرڻ جي اجازت ڏيڻ لاءِ هيئين ڪارڻ ڪري مجبور هو: هن ٻي شادي ڪري گهر ۾ گلزار لاءِ ماتيجي ماءُ آندي، جا هن تي ڏاڍيون سختيون ڪندي هئي. ان ڳالهه ڪري پيءُ جي ضمير ۾ چهنڊڙي پوندي رهندي هئي. ضمير ۾ چهنڊڙي انڪري به پوندي هئي جو جوان جماڻ ڌيءَ جو پنجن سالن جي ٻار سان رشتو ڳنڍي ڇڏيو هئائين. پيءُ اهو به ڏنو هوندو ته سندس ڌيءَ ڀهراڙيءَ جي ٻين ڇوڪرين وانگر بيحس نه آهي. هوءَ اجا وات سان ته نه ٿي ڪڇي، پر هن جي لڇڻ ۾ بغاوت جي بوءِ آهي ۽ هن اهو به سوچيو هوندو ته نوڪريءَ جي مشغوليءَ ڪري هن جو وقت به گذري ويندو ۽ پاڻ کي پالي به سگهندي. اطمينان جي ڳالهه اها هئس ته ڇوڪري ڳوٺ ۾ ۽ اسڪول حويليءَ پرسان هو ۽ هوءَ هر وقت هن جي نگاهن هيٺ آئي ٿي.

تَر جي هڪ سياسي اڳواڻ کي زناني تعليم وڌائڻ جو شوق ٿيو. ان لاءِ هن سڃائيءَ سان جاکوڙ ڪئي. ڪئاليفائيڊ ماستريائيون ڪونه ٿي مليون ته هن چار. پنج درجا پڙهيل ڇوڪرين کي به ماستريءَ جي نوڪري وٺي ڏني. بچل شاهه هن جو دوست هو. هن کي خبر هئي تنهن جي صاحبزادي گلزار ٿورو گهڻو پڙهيل آهي. سو هن تي زور رکيائين ته هو ڳوٺ ۾ ڇوڪرين جو اسڪول کولرائڻ ۾ سهائتا ڪري ۽ پنهنجي ڌيءَ کي ماستريائي ٿيڻ جي موڪل ڏئي. بچل شاهه پهرين ته اهڙي ڳالهه تي عجب کاڌو، پر پوءِ ڪنڌ ڪڍائي نه سگهيو. ان اڳواڻ جي سياست ۾ چڱي خاصي هلندي پڄندي هئي ۽ بچل شاهه دوستي نباهڻ ڪانسواءِ هن کي نااميد ڪرڻ نه ٿي چاهيو. اهڙي ريت گلزار جي نوڪريءَ جي شروعات ٿي.

گلزار جو ڪردار ذري گهٽ اهڙوئي آهي، جهڙو توهان پنهنجي خط ۾ لکيو

آهي. يعني حويلين جي حياتيءَ سان بغاوت وارو.

مان، گلزار جا مون ڏي لکيل خط، جي انتهائي شخصي ۽ پيار جا دستاويز آهن، تن منجهان ڪي توهانجي پڙهڻ لاءِ توهان ڏي موڪلي رهيو آهيان. قرب ڪري اهي سانڍي رکندا ۽ مونکي منهنجو اهو خزانو واپس ڪندا.... منٺار.

ساٿي منٺار!

توهان ته مون تي ڏاڍا بار وجهي ڇڏيا آهن ۽ ان بار هيٺ مان پاڻ کي دبيل سمجهڻ لڳو آهيان. گهبرايان پيو ته مان نباهي به سگهندس يا نه...... توهان مون ۾ ايترو ڀروسو ڪيو آهي جو انسان پنهنجو پاڻ ۾ به ايترو ڀروسو مشڪل سان ڪندو آهي. توهان پنهنجيون انتهائي شخصي ڳالهيون مونکي کُلي دل سان ٻڌايون آهن. اهڙيون ذاتي ڳالهيون ڪو پنهنجي رازدار دوست کي به نه ٻڌائيندو آهي. ٻيا به ڪي پڙهندڙ مونکي پنهنجي جيون جا راز لکي موڪليندا آهن، پر ايتري حد تائين نه. مان وري به توهانکي خاطري ٿو ڏيان ته توهانجي ان ڀروسي ۽ اهڙي اعتماد کي ڪا رهڙ به نه رسندي.

اڃا ناول لکڻ ٿي شروع ڪونه ڪيو اٿم. انڪري ان بابت ڪنهن به ڳالهه جي بارئي ۾ ڇئي نه ٿو سگهجي. مواد ڪافي آهي. اهو سارو هڪ ٿي وقت وري لاڳيتو پڙهڻو پوندو. پوءِ ان جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻي پوندي. ڪاٽ ڪوٽ ڪبي. ڦير گهير ڪبي. ڪي ڳالهيون دليان ئاهي ڳنڍبيون. ڪن شين جو واڌارو ڪرڻو پوندو. ڪٿي ڪٿي منظرنگاري ڪبي. ڪن ڳالهين کي گفتگوءَ جو روپ ڏيڻو پوندو. ڪٿي سورمي (هيروئن) جي دلي ڪيفيت ۽ ذهني حالت جو بيان ڪرڻو پوندو. هڪ ڀيرو لکي پوءِ ڪرڻ ڪان پوءِ، شايد وري ٻيو ڀيرو لکڻو پوي يا درستيون ڪرڻيون پون.

ڏکي لکڻيءَ لاءِ سياري جي موسم وڏيڪ موزون هوندي آهي. سڄي رات سانت ۾ ۽ هڪ منو ٿي ويٺو ماڻهو لکي. اونهاري ۾ گهٽ لکي سگهبو آهي. گرمي، رڪاوٽ ٿيندي آهي. رات جو اگڻ ۾ قدرتي هوا هجي يا پنکي جي هوا، پنا پيا اڏامندا. بتيءَ تي جيت ۽ پتنگ اچي ته تنگ ڪندا. مڇر به پيا ستائيندا.

هاڻي ڪجهه سوال: جيون ڪٿا ۾ گلزار پنهنجا ويچار ۽ واقعا ٻڌايا آهن. پر اها به خبر پوڻ کپي ته هن سان ناتي بابت توهانجا ڪهڙا جذبا ۽ امنگ پئي رهيا آهن؟ توهان ڇا پئي محسوس ڪيو آهي؟ پيار بابت توهانجي ڪهڙي سوچ آهي؟ توهان پيار کي ڪيئن نڀاهيو آهي؟ پيار جي تجربي کانپوءِ توهان پيار کي ڪهڙي اهميت ڏيو ٿا؟ شاديءَ جي ڳانڍاپي ۽ پيار ۾ ڪهڙو فرق محسوس ڪيو ٿا؟ توهان

جي هن پيار جي شروعات ڪيئن ٿي ۽ پيار جا شروعاتي جذبا ڪهڙا هئا؟ پيار ۾ ڪهڙيون سماجي رنڊڪون درپيش آيون؟ پيار لڪندو ڪونہ آهي، پوءِ هن مهل تائين توهان جي پيار جي ڪنهن کي ڪنهن کي جاڻ آهي؟ پيار ڪانپوءِ زندگي ڪيئن ٿا محسوس ڪريو؟ پيار ۽ مذهب جي حوالي سان پنهنجا احساس ٻڌائي سگهو ٿا؟ پيار پهرين نگاهہ ۾ ٿيو يا ڪجهہ وقت ملڻ جلڻ ڪانپوءِ؟.... ڪهاڻيڪار.

سائين ڪهاڻيڪار!

هن ڀيري جي توهانجي سوالن جو تت هي آهي تہ مان توهانکي گلزار سان پنهنجي پيار جو تفصيل ٻڌايان.... مان ائڪٽنگ سپروائيزر ايڊيوڪيشن (گرلس) ٿي ڪم ڪندو هوس، ۽ ڇوڪرين جي اسڪولن ۾ ساليانا امتحان وٺڻ ويندو هوس. گلزار واري اسڪول ۾ بہ ويس. هوءَ پردي جي سخت پابند هئي. انڪري ڪلاس ۾ منهنجي گهڙڻ کان اڳ هوءَ اتان نڪري وئي. هاڻي هوءَ مونکي ٻڌائيندي آهي تہ هوءَ ٻاهران دريءَ جي چير مان ليا پائي مونکي ڏسندي رهي. ان مهل ئي هن منهنجي چرپر، منهنجي ڳالهائڻ، منهنجي سوالن پڇڻ جي نموني ۽ منهنجي منهن مهانڊي کان، يعني منهنجي شخصيت کان اثر ورتو. اهو توهانکي ٻڌائي ڇڏيان تہ ڇئن تہ ٻارن جي ذهن تي امتحان جو ڀوت ويٺل هوندو آهي ۽ هو امتحان ڏيڻ وقت هرويرو گهبرايل هوندا آهن ۽ صحيح جواب ايندي بہ غلط جواب ڏئي ويندا آهن. انڪري هنن ۾ خود اعتمادي پيدا ڪرڻ ۽ هنن جو ڊپ لاهڻ ۽ هنن ۾ اهو احساس پيدا ڪرڻ لاءِ تہ مان هنن جو پنهنجو آهيان، مان هنن کان مذاقي نموني ۽ مرڪي سوال ڪندو آهيان. منهنجي انهن سوالن، جيڪو گلزار جي دل تي اثر ڪيو، ان جو احوال هن پنهنجي جيون ڪٿا ۾ ڪيو آهي.

هوءَ ٻڌي چڪي هئي تہ مان ڪيئن بي لياقت (Non Qualified) ماسترياڻين کي مئٽرڪ ۽ پي. ٽي. سي پاس ڪرڻ لاءِ همٿائي ۽ مدد ڪري رهيو آهيان. جڏهن هوءَ رفريشر ڪورس (Refresher Course) تي آئي ۽ منهنجي ڀاڻيجي ماسترياڻي گلان سان گڏي تہ هن کي چيائين تہ پنهنجي مامي کي چئو تہ مونکي بہ مئٽرڪ پاس ڪرڻ ۾ مدد ڪري. هنجو اهو چوڻ بہ شرارت واري نموني ۾ هو.

هن گلان کي چيو "تنهنجو مامو رشوت ٿو وٺي. جيڪي ماسترياڻيون هن کي رشوت ڏين ٿيون تن جي مئٽرڪ ڪرڻ ۾ بہ مدد ڪري ٿو. باقي ٻين کي گاهہ ئي ڪونہ ٿو وجهي. منهنجو ئي مثال ڏس. مان رشوت نہ ٿي ڏيانس تہ ڪڏهن بہ تڪليفن جو پڇيو ئي ڪونہ اٿائين. هاڻي مان پنهنجي تعلقي جي ماسترياڻين ۾ تنهنجي ماسي منٺار راڄڙ خلاف صحيحن جي مهم تي هلايان تہ هي صاحب اسانکي

نـ ڪيي ۽ هنڪي هتان بدلي ڪيو ويجي."

جڏهن ڳلان ڳوٺ آئي تـ هن مونکي اها ڳالهہ ٻڌائي. ان تي هڪ لحاظ خط لکي، ڳلان جي هتان گلزار ڏي موڪليم. ان ۾ لکيو هوم تـ اها واقعي ئي منهنجي غلطي هئي جو توهان کان نوڪريءَ جي مسئلن ۾ تڪليفن لاءِ اڄ تائين نـ پڇيو اٿم. اهو خط ڪو مون هن جي ڌمڪيءَ کان گهبرائجي نـ لکيو هو پر سچ پچ هن جي مسئلن ۾ مدد ڪرڻ لاءِ. ان تي هن زباني چوائي موڪليو تـ اها تـ مون مذاق ڪئي هئي. پر مان سچ پچ چاهيان ٿي تـ مئٽرڪ پاس ڪرڻ ۾ منهنجي رهنمائي ۽ مدد ڪريو. جڏهن اها سڪيا پوري ڪري هوءَ پنهنجي ڳوٺ پهتي تـ هفتي ۾ ڳلان ڏي ٽي چار خط لکندي هئي ۽ اهي ڏاڍا ڊگها ڊگها خط هوندا هئا. ڳلان اهي مونکي بـ پڙهائيندي هئي. مان ڏسندو هوس تـ ڪنهن نـ ڪنهن بهاني انهن خطن ۾ منهنجو ذڪر ڪافي هوندو هو. هڪ گهمري لکيائين تـ راڄڙ صاحب، هن پاسي گشت تي اچي ٿو تـ ٻين وٽ ٽڪي ٿو. اسانجي اوطاق ۾ ڏوپهرو چونـ ڪندو آهي يا رات چونـ رهندو آهي؟ پوءِ مان جڏهن بـ ان طرف ويندو هوس تـ هنن جي اوطاق ۾ رهندو هوس.

ان وقت تائين مون هن ڪي نـ ڏٺو هو. برقعي ۾ بـ نـ. انهن ڏينهن ۾ سيوهڻ ۾ ماسترياڻين جو هڪ ميڙ ڪوٺايو ويو. هوءَ پنهنجي پيءُ سان گڏ آئي. هن جو پيءُ منهنجو ڏٺل هو. ان سان گڏ اتي ٻي کهڙي ماسترياڻي ٽي ٽي سگهي. اهوئي هو پهريون موقعو جو مون هن کي برقعي ۾ ڏٺو ۽ هن جي قدبت جو ڪاٿو ڪيم. دل ۾ هڪ تيز ڌڙڪڻ پيدا ٿي. مون ٿلهي تي چڙهي ماسترياڻين کي سبق ڏنو ۽ مونکي ڏسڻ جو هن کي پورو موقعو مليو.

ان کانپوءِ هن سنئون سڌو مونکي خط لکڻ شروع ڪيا ۽ اهڙا اشارا ڏيڻ لڳي تـ مان دل جي اونهاين مان توهانکي چاهيان ٿي. خبر ناهي هن کي ڪيئن سٽڪ پئجي وئي تـ الماس سان منهنجو ناتو آهي. هڪ خط ۾ لکيائين تـ توهان جي دل ۾ الماس پلي پهرين نمبر تي هجي، مان ٻئي نمبر تي رهڻ ۾ بـ راضي ٿيندس، بلڪ پنهنجي خوشنصيبي سمجهندس.

هن جي اهڙين ادائن ۽ پيار جي پڌراين منهنجي دل کي هرڪايو ۽ هن ڏانهن مائل ٿيڻ لڳس.

جڏن مون اول چيو آهي تـ منهنجي ئي ڪوشش سان گلزار مئٽرڪ جي امتحان ۾ ويٺي ۽ نائين ۽ ڏهين جو امتحان ٽن قسطن ۾ ڏئي، مئٽرڪ پاس ڪيائين. سيوهڻ منهنجي حد ۾ منهنجو ٿُر هو. انڪري ان مرڪز ۾ جيڪي ماسترياڻيون امتحان ۾

وهڻ ايندڙيون هيون تن جي رهڻي ڪرڻيءَ جو بندوبست مونکي ڪرڻو پوندو هو. ٻين ماسترياڻين کي هڪ ئي گهر ۾ رهائبو هو. پر گلزار ۽ ساڻس گڏ آيل مائٽن کي الڳ جاءِ ڏيڻي پوندي هئي، جو اهوئي هنجي پيءُ جو شرط هو. مان وقت بوقت ماسترياڻين جو سڏ سماءُ لهڻ پيو ويندو هوس. ٻين ماسترياڻين سان ته وچي سامهون وهندو هوس، پر گلزار جي گهر کو پاڙي جو ڇوڪرو موڪلي خيريت جي خبرچار وٺندو هوس ۽ ضرورتون معلوم ڪندو هوس. هڪ ڏينهن دستور موجب، ان گهر جي در وٽ بيهي، پاڙي جي هڪ ڇوڪر کي چيم ته اندر پڇي آ ته طبيعت ڪيئن آهي ۽ ڪا تڪليف ته ڪانهي؟ اتي هڪدم اندران آواز آيو: "نه طبيعت ٺيڪ آهي ۽ تڪليف به آهي." ...... اهي هئا گلزار جا پهريان پهريان لفظ، جي منهنجي ڪن ۾ گونجيا. آواز ۾ ماکي هئي، شيريني هئي، موسيقي هئي. اهڙو مٺڙو آواز، ڪنهن به انسان جو نه ٻڌو هوم.

هن کي اهي خبرون پهچنديون رهنديون هيون ته مان ٻين ماسترياڻين واري جاءِ ۾ ڪافي وقت ويهي ساڻن ڪچهري ڪريان ٿو. ان تي هن کي شايد ساڙ ٿيندو هو. هڪ ڏينهن جڏهن ٻين ماسترياڻين وٽان ٿي، هن جي خبرچار وٺڻ آيس، ۽ ڇوڪري کي اندر موڪليو. تڏهن جواب سان گڏ، پاڻ به ٿورو بلند آواز ۾ گفتگو ڪندي ڏيڍيءَ ڏانهن ايندي رهي. جڏهن ته ان وقت گهر ۾ مرد ماڻهو ڪونه هو. انڪري بنا ڊپ جي در وٽ کلي منهن آئي. مونکي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ته مون تي ڪاوڙجي آئي آهي، ڇو ته سندس مُنهن ڳاڙهو هو. پهرين ته مان سُن ٿي ويس، پر سگهوئي پاڻ سنڀالي ويس. مان ڊگهي ٿي رهي هئي.

"ڪاوڙ آهي؟" ڳالهائڻ لاءِ منهنجي وات مان جملو نڪتو.

"نه!" هوءَ به هڪ حرف ڪان وڌيڪ چئي نه سگهي.

"ڪاوڙ هجي ته معاف ڪندا!" مون بيوقوفيءَ جو رسمي جملو چيو.

"ڪاوڙ آهي ئي ڪانه. زيردست پلا بالا آفيسرن تي ناراض ٿيندو آهي ڇا؟" هن وراڻيو.

"ٻيو حڪم احڪام؟" مون پڇيو.

"هي چارئن جا پنا اٿو. انهن جيتن جون شڪليون ٺهرائي ڏيو!"

"حاضر سائين.....!" مون چيو.

"سائين ته توهان آهيو ۽ مان توهانجي ٻانهي....." هن شرمائجي چيو.

"توهانجون لاڏليون ته مزي ۾ آهن نه؟" هن جو اشارو ٻين ماسترياڻين ڏانهن هو ۽ منهنجي لهجي ۾ ناراضگي پڌري هئي.

"هو تہ ڏاڏو خوش آهن. صفا هشاش بشاش!" مون شرارت واري ڍنگ ۾ جواب ڏنو.

"بيمار بہ نہ آهن، تہ پوءِ هنن وٽ ايترو وقت ڇو تا وڃي وهو؟ ڪڏهن مون وٽ بہ اچي وينا آهيو؟" گلزار چيو.

"تون پردي جي سخت پابند آهين ۽ تنهنجا چوڪيدار وينا آهن."

"پر توهان هنن وٽ ايترو ڇوتا وهو. توهان سمجهو تا تہ مان ڪوٺن ۾ بند آهيان، انڪري مون تائين ڪا خبر ڪانہ تي پهچي. مونکي سڀ خبر آهي، توهان هنن وٽ نہ وهندا ڪريو."

"توبهہ!..... منهنجي توبهہ!..... مونکي معافي ڏيو!" مون مسخريءَ جي نموني ڪنن جي پاپڙين ۾ هٿ وجهي چيو. "پر هي منهنجو علائقو آهي ۽ هو الله جي آسري، منهنجي آسري هتي آيون آهن. جي مان هنن وٽ ايندو رهندس تہ ماڻهن تي دٻ رهندو ۽ هنن کي تنگ نہ ڪندا. هتي جي ماڻهن تي اسانجي ذات راڄڙ وارن جو ڏهڪاءُ وينل آهي."

"چڱو. تون پنهنجين لاڏلين وٽ اڇجان پلي پر ڏکيون ڪچهريون نہ ڪجان."

"نيڪ آ. هاڻي توهان بہ اندر هلو. متان ڪو اچي نہ وڃي."

پوءِ هوءِ مرڪي واپس جاءِ اندر وئي.

اها هئي منهنجي هن سان پهرين ملاقات ۽ پهرين گفتگو. منهنجي دنيا هڪدم ائين باغ بهار ۾ مرليون شرنايون تي وئي، جڻ ٻن ڏيائڻ سان ڪمرو روشن ٿي ويندو آهي.

امتحان پورو ٿيو تہ سيڪو پنهنجي پنهنجي ڳوٺ راهي ٿيو. گلزار ۽ منهنجي خطن جي ڏي وٺ پوري رفتار سان جاري رهي. خطن ۾ زور شور سان پيار جون پڙرون پچارون ڪرڻ لڳا سين.... هڪ ڳالهہ ٻڌائڻ وسري وئي تہ گلزار، گلان کي پنهنجا ڦوٽا موڪليا هئا. انهن ۾ ڏاڍي سهڻي لڳي هئم ۽ آهي بہ تمام سهڻي. پر ان وقت مان الماس جي پريت ۾ ٻڏل هوس ۽ ايترو اثر نہ ورتو هوم. هاڻي هن سان ملاقاتن، ڪچهرين ۽ خطن ڪري گلزار منهنجي دل ۽ دماغ تي ڇائجندي وئي ۽ الماس جي تصوير ڌنڌلي ٿيندي وئي.

مونکي گلزار جو آواز ڏاڍو پيارو ۽ سريلو لڳو هو. سو هن کي چيم تہ پنهنجو آواز رڪارڊ ڪري ڏي. هن چيو تہ مون وٽ ٽيپ رڪارڊ ناهي، اهو وٺي ڪنهن نموني مون وٽ پڄڻي وڃو. مان ڪئسيٽ پري، رڪارڊ ۽ ڪئسيٽ

توهانکي، واپس ڪنديس. اهو ڪم ٿي ويو. مان اڪيلائيءَ ۾ هن جو آواز ٻڌي پيو سگهان جي ڪوشش ڪندو هوس. اهڙو آواز، جنهن تان هزارين سريلا راڳ قربان ڪري ڇڏجن.

وري جڏهن گلزار مئٽرڪ جا پڇاڙڪا پيپر ڏيڻ آئي ته وري به مونکي ٿي سندس ٻين ماسترياڻين جي رهڻ لاءِ جايون هٿ ڪرڻيون پيون. اتفاق سان گلزار وارن لاءِ اهڙي جڳهه ملي وئي جتي هڪ اڱڻ اندر به گهر هئا. هر هڪ گهر هڪڙي ڪمري جو هو ۽ ٻئي ڪمرا هڪ ٻئي کان ٿوري وٿيءَ تي هئا ۽ اڱڻ ڪي اڳيان به در هو ته پنيان پڻ. انهن مان هڪ ۾ گلزار رهي ۽ ٻئي ۾ سندس مائٽ.

ڪڏهن ڪڏهن ان گهر جي ڏيڍيءَ وٽ گلزار سان خلاصو ڳالهائڻ جو وجهه ملي ويندو هو. هڪ ڏينهن ڳالهين ئي ڳالهين ۾ رات جو ملڻ جو پروگرام ٺهي ويو. مون چيو مانس ته رات جو لوڪ ستي مان ايندس، پٺيون در اندران بند نه ڪجان.

رات جو ٻارهين بجي مان ان در وٽ پهتس. طاق کي زور ڏنم پر در اندران بند هو. ڏاڍي نااميدي ٿيم. پوءِ انتظار ڪيم ته شايد اچي کوليندي. ڪن اوڏانهن لڳل هئا. ڪو به آواز يا آهٽ ٻڌڻ ۾ نه ٿي آئي. گرميءَ جي موسم هئي ۽ مڇر هئا. انڪري گلزار ۽ ٻيا پنهنجي پنهنجي ڪمري ۾ بجليءَ جو پنکو هلائي سمهندا هئا. مونکي ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو. ڏاڍو پريشان ٿي رهيو هوس. رات اونداهي ۽ گهٽي ويران هئي. خوش قسمتيءَ سان ڪو ڪتو به ڪونه هو. ٻين گهٽين مان رکي رکي ڪتن جي ڀونڪڻ جا آواز اچي رهيا هئا ۽ پري کان گدڙن جي اوناڙ ٻڌجي رهي هئي. مان ڪڏهن پٽ کي ٽيڪ ڏئي ٿي بيٺس ۽ ڪڏهن پٽ تي ويهي ٿي رهيس. نيٺ به ڪلاڪ ٽڙقي ٽڙقي ٻين بجي واپس پنهنجي وٿاڻ تي ويس ۽ باقي رات پاسا ورائيندي گذري. صبح جو ئي هن کي ڏوراڀي جي چٺي لکيم. رات جي حقيقت ان ريت ٻڌايائين ته هن ڀويون در ڀيڪڙي، ڪڙو کولي ڇڏيو هو پر شايد ڪنهن سمهڻ کان اڳ ٻين درن سان گڏ هي به بند ڪري ڇڏيو هو ۽ هن کي ان جي سمڪ نه رهي هئي. ۽ هوءَ خود سڄي رات انتظار ۾ اک ڀوٽي نه سگهي. وري مون تي ٽوڪ ڪندي چيائين ته چوديواري ايڏي اوچي ته نه هئي، تون مڙس ماڻهو هئين، آسانيءَ مان ٽپي اندر اچي ٿي سگهئين.

وري ٻي رات جو پروگرام سٽيو ويو. سارو ڏينهن انتظار ڪندي ۽ خواب ڏسندي گذاريم. رات ٿي. هئو مئو ٺريو. اڄ رات سڄڻ جي سيج تائين پهچڻ ۾ ڪا تڪليف ڪانه ٿي.

هن جي خطن ۾، ڪئسيٽ ۾ پيار جي اظهار مونکي مست بنائي ڇڏيو هو ۽

آس هير تہ جئن ئي ملنداسين تہ پهرين هن جا پير چمبا. پوءِ ڪبا وڏيڪ حوال. سو پنهنجي سٽيل سٽاءَ موجب، سندس روڪڻ جي باوجود بہ پنهنجي اها خواهش پوري ڪيم ۽ پوءِ هلي قرب جي ڪچهري. هڪ ٻئي کي پنهنجي پنهنجي حياتيءَ جي حالتن ۽ خيالن ۽ ويچارن کان واقف ڪيوسين. هڪ ٻئي سان ڏک سور اورياسين. پيار جي پالوٽ ٿيندي رهي ۽ ڪير ڪنڌ ٿي وياسين. چار پنج ڪلاڪن جي پياري ملاقت جو خاتمو ملان جي ٻانگ ڪيو ۽ ٻي رات ملڻ جو پروگرام بنائي. مان تڪڙو تڪڙو ان گهر مان نڪتس. چار راتيون اهڙي سُرور ۽ خمار ۾ ڪٽيون، جو نہ اوجاڳي ٿڪايو ۽ نہ ٻڪ بيحال ڪيو ۽ ائين محسوس ڪيم تہ هن وقت تائين عمر جا ۴۵ سال فضول گذاريا هئم.

مهيني ڪانپوءِ مسئلو پئدا ٿيو. لکيائين تہ هن کي ڳرپ ٿي پيو آهي. مان هڪ دوست ڊاڪٽر سان صلاح ڪري، دوائون ۽ سيون وٺي هنجي ڳوٺ پهتس. هاٿي دستور هي ٿي ويو هو تہ مان جڏهن هنن جي ڳوٺ ويندو هوس تہ هنن جي اوطاق ۾ ٽڪندو هوس. رات جو پنهنجي بئگ سنيالي رکڻ جي بهاني، ڪنهن ٻانهي يا ٻار جي ذريعي اندر حويليءَ ۾ گلزار کي موڪلي ڏيندو هوس. هن کي ڪا چٺي يا ٻي شيءِ ڏيڻي هوندي هئم تہ اها ان ۾ رکي چڏيندو هوس. هوءِ بئگ کولي، اهي چيزون ڪڍي وٺندي هئي ۽ پنهنجو جواب يا ڪا ٻي شيءِ ڏيڻي هوندي هئس تہ ان ۾ رکي، صبح جو بئگ واپس ڪندي هئي، مون دوائون ۽ انهن جي ترتيب لکي بئگ ۾ رکيون هيون. هن اهي استعمال ڪيون پر ڪم ڪونہ ٿيو. دائيءَ جي مدد بہ ورتي وئي، هن بہ ستي ڦڪي ڪئي پر فائدو ڪونہ پيو. نيٺ هڪ گهرو ٽوٽڪي مان ڪم ٿيو ۽ تئين مهيني جان آزاد ٿيس.

پوءِ جڏهن هن جو پي. ٽي. سي ڪاليج ۾ پڙهڻ جو آرڊر ٿيو تہ هوءِ شهر ۾ هاسٽل ۾ وڃي رهي. اتي هن سان ملڻ جي مونکي روڪ رنڊڪ نہ هئي ۽ مان هفتي ۾ هڪ بہ دفعو وڃي هن سان ڪلاڪ ڏيڍ ڪچهري ڪندو هوس.

سائين، توهان پيار ۾ رنڊڪن جو پڇيو آهي، سو هن سماج ۾ تہ رنڊڪون ئي رنڊڪون آهن. ائين هوءِ بہ پرڻيل آهي ۽ مان بہ پرڻيل ۽ پٽن پوٽن وارو آهيان. مان امتي آهيان ۽ هوءِ اوچي ذات واري. انهن حالتن ڪري شاديءَ جو سوال ئي ڪونہ ٿو اٿي. ايترو تہ گلزار بہ چوندي آهي تہ "عشق نہ پڇي ذات. محبت نہ پڇي مذهب." هوءِ اهو بہ ورجائيندي رهندي آهي تہ اسانجي خاندان وارو مرد، ٻين ذاتين وارين عورتن سان ۽ سو بہ اسان حويليءَ جي عورتن سامهون عياشيون ۽ عشقبازيون ڪندا رهن ٿا. تہ پوءِ اسان عورتن کي بہ حق آهي تہ جنهن سان

چاهيون. پيار ڪريون ۽ پيار بري چيز نہ آهي.

هن تي حويليءَ جو ڪوٺن ۽ پردي جي اينري رنڊڪ آهي، جو اسين هڪ ٻئي جو منهن ڏسڻ لاءِ بہ سڪندا آهيون ڀيون ماسترياڻيون مون ڪان گهٽو ڪري پردو ڪونہ ڪنديون آهن ۽ ڪلاس روم ۾ تہ هرگز نہ. پر گلزار کي ڪڏهن بہ منهنجي سامهون اچڻ جي موڪل ناهي، ڪلاس روم ۾ بہ نہ. انهيءَ ڪري ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو سوال ئي ڪونہ ٿو اٿي. هن سان ورهين ڪرهين ملاقات تڏهن ٿي سگهندي آهي، جڏهن هوءَ پنهنجي ڳوٺ مان ٻاهر نڪرندي آهي. اسانجو پاڻ ۾ لهہ و چڙ ۾ اچڻ جو وسيلو خط آهن. هن جو مهمان ٿيڻ ۾ بہ ڏ... راحت محسوس ٿيندي اٿم. اهو احساس تہ سندس هٿ جو رڌوپچايو کاڌو اٿم ۽ هوءَ منهنجو اونو ڪرڻ ۾ وٺ وٺان ۾ لڳي پئي آهي، مونکي خوشين جي هندوري ۾ لوڏيندو رهندو آهي، ملاقات جو نہ ٿي سگهندي آهي تہ پاڻ کي آٿت ڏيندو آهيان تہ:

لوچيان لوچيان، مَ لهان. شام مَ ملان هوت،
اندر منجهہ جا لوچ، مڇڻ، ملڻ سان ماني ٿئي.

اسانجو پيار لڪل بہ انڪري رهيو آهي جو ملڻ جو گهٽ موقعو ملي ٿو. تمام گهٽ، ايترو گهٽ جو ڪڏهن ڪڏهن محسوس ٿيندو اٿم تہ پاڇي سان دل لڳائي اٿم. ٻي ڳالهہ هيءَ بہ آهي تہ حويلين جا مرد پنهنجين عياشين ۽ نشن پتن ۾ پورا هوندا آهن ۽ عورتن جي خاطري هوندي اٿن تہ اهي سٿن ڪوٺن ۾ بند آهن ۽ اڏامڻ کان هنن جا پَرَ ڪتيل آهن. نہ هنن جو ٻانهين ۾ ٻانهن ٻيلي ٿيڻ جو شڪ هوندو آهي ۽ نہ ان پاسي ڌيان تہ زالون زالن جو ڪاج ٿينديون آهن. مان سمجهان ٿو تہ حويليءَ جون ڪي عورتون گلزار جون رازدار آهن.

مان توهانکي ٻڌائي چڏيان تہ وجهہ ملڻ تي بہ مون ماسترياڻين کي حد اندر رکيو آهي يا پاڻ کي حد اندر رکيو اٿم. پاڻ تي ايترو ڪنٽرول ڪرڻ سکي ويو آهيان ۽ ڪنهن بہ ماسترياڻيءَ سان جسماني ناتو نہ رکيم تہ متان ماڻهو ائين سمجهن تہ منڌار راڄڙ زناني تعليم ۾ پنهنجي جنسياتي خواهش ڪري دلچسپي وٺي ٿو. جئن ماسترياڻين ۽ ڇوڪرين جي ويجهو اچي. ان طرح منهنجي زندگيءَ جي مقصد کي نقصان پهچندو. منهنجي هلت ڪري ماڻهن ۾ منهنجي انهيءَ شرافت جي ڪردار جي پوري پڪ ۽ ڀروسو ٿي ويو آهي، انڪري بہ مان سمجهان ٿو تہ ڪنهن کي منهنجي گلزار سان تعلق جي باري ۾ شڪ نہ پيو

هوندو ۽ حقيقت اها آهي تہ گلزار ئي پهرين ماسترياڻي آهي جنهن سان مون اهو رشتو رکيو.

پيار ڪانپوء مان پنهنجي زندگي ڏاڍي خوشگوار ۽ خوشبن پريل ٿو محسوس ڪريان. جسم جي انگ انگ ۾ اهڙيون لهريون پيون ايرن جڻ مان اڏرڻ چاهيان ٿو. بلندين تي پهچڻ چاهيان ٿو. هر وقت ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ لاء بيتابي پئي ٿئي. پنهنجي ڪم ڪرڻ ۾ ڏاڍو رَس پيو اچيم. هاڻي انن ڪلاڪن بدران ٻارهن ڪلاڪ ڪم ڪندو آهيان تہ بہ ٿڪجان ئي ڪونہ. حياتيء ۾ تازگي ۽ چستي اچي وئي آهي. مان تہ سوچيان ٿو تہ ملڪ جي زرعي، صنعتي ۽ ٻي هر قسم جي پئداوار وڌائڻ واسطي، ملڪ ۾ اهڙو ماحول پئدا ڪيو وڃي، اهڙو سماجي سرشتو شروع ڪيو وڃي، جتي پيار پئدا ٿيڻ، پيار وڌڻ ۽ پيار قائم رهڻ جا سڀ اتساهہ موجود هجن.

مذهب جي حوالي سان پيار بابت سڌي طرح پنهنجا احساس ٻڌائڻ بدران، مان توهانکي هڪڙو مثال ٻڌائيندس: اسانجي ٿَر ۾ پير پاڳاري جا پڪا مريد نوجوان ڇوڪرا آهن. پير پاڳاري جو سياسي نظريو، سائين جي. ايم. سيد جي سياسي نظريي کان صفا الڳ آهي. اهي پاڳاري جا مريد، جيئي سنڌ محاذ جا سرگرم ڪارڪن آهن. هو چوندا آهن تہ اسانجو مذهبي پير، سائين پاڳارو آهي، پر سياسي طرح اسين سائين جي. ايم. سيد جي نظريي جا پوئلڳ آهيون ۽ انهن ۾ ان نظريي جي سلسلي ۾ اينتري سرگرمي آهي، جو ڪي رسٽيڪيٽ ٿيا آهن، ڪي جيل پيا ڪاٽين ۽ هڪڙو پوليس جي گولين جو شڪار ٿي ويو.

پيار ڪانپوء، مونکي شاديء جو رسمي ناتو ڏاڍو ٻسو ۽ بيجان لڳي ٿو. جڻ تہ ٻن ڏاندن کي اڪيلاڙيون چاڙهي، نار ۾ ٻڌو وڃي تہ سڄي عمر ساڳئي چرڪ ۾ پيا ڦرن. شادي ۾ مرد عورت جو يا وقتي ميلاپ ۾ بہ مرد عورت جو فقط جسماني ڳانڍاپو ٿئي ٿو، پر پيار ۾ مرد ۽ عورت جو روحاني ڳانڍاپو ٿئي ٿو، ذهني ڳانڍاپو ٿئي ٿو، زندگيء جو گهرو ڳانڍاپو ٿئي ٿو.

پيار مون ۾ زندگيء جو شعور پئدا ڪيو آهي، زندگيء جو هوش پئدا ڪيو آهي تہ زندگي بہ وجود رکي ٿي ۽ زندگي وڏي وٿ آهي ۽ زندهہ ٿي رهڻو آهي. زندگيء کي ماڻڻو آهي..... منٺار.

ساٿي منٺار!

توهان اهو چڱو ڪيو جو سوالن جا جواب پوري تفصيل سان ۽ کلي طرح ڏنا..... پيار گهڻو ڪري انسان جي سورت جي ڪشش مان ڦٽندو آهي. هن جي

ڪردار (هلت چلت ۽ عادتن) جي بہ ڇڪ ٿيندي آهي ۽ پنهنجو اثر ڏيکاريندي آهي. پر جاگيرداري دور. جنهن مان اسين هن وقت لنگهي رهيا آهيون. ان جو امڪان گهٽ آهي، ڇوتہ عورتن ۽ مردن جي ميل ملاقات جا موقعا ڪونہ ٿا ٿين. انڪري جاگيرداري دور جي پيار جي انتها جسماني ڳانڍاپو هوندي آهي ۽ جسماني شوق پوري ٿيڻ ڪانپوءِ گهڻو ڪري اهڙن عاشقن جو ناتو پويان پير ڪندو آهي. مون ڄاڻڻ اهو ٿي چاهيو تہ توهانجي گلزار جي پيار ۾. ڪهڙي ڪشش بنياد هئي؟ ڇوتہ توهان هنجي صورت شروعات ۾ڏسي ڪو: سگهيا هئا. ائين اڪيئن زماني جا قصا ٻڌندا آهيون تہ اڻ ڏٺي تي عشق ٿي ويندو هو.... يا هن جي خطن ۽ انهن ذريعي پيار جي اظهار توهانجي اندر ۾ پيار جون لهرون پيدا ڪيون؟ يا محض هڪ عورت جو توهان ڏانهن جهڪڻ. توهان ۾ هن لاءِ آتڌ مانڌ پيدا ڪئي؟

اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي تہ مڙس جي موجودگيءَ ۾ بدناميءَ جو ڪهڙو انديشو هو جو توهانکي دوائن ۽ داين پنيان پريشان ٿيڻو پيو؟

توهانجي لکڻ موجب توهانجو پهرين الماس سان پيار هو. جڏهن هن کي توهانجي هن نئين پيار جي خبر پئي تہ هن جو موٽ عمل ڇا ٿيو؟ رقابت موجوده نظام ۾ سياويڪ ڳالهہ آهي. عورتن ۾ پاڻ رقابت جو جذبو سرس هوندو آهي. پوءِ الماس رقابت ۾ اچي ڪجهہ ڪيو تہ ڪونہ؟ هن توهانجي نئين پيار کي بدنام ڪرڻ جي ڪوشش تہ نہ ڪئي؟ يا ڪنهن ٻئي نموني وير وٺڻ جي واٽ تہ نہ ورتائين؟ توهانکي ڪهڙا ڏوراپا ڏنائين.

الماس سان بہ توهانجو پيار هو. انڪري هن جو بہ ڪهاڻيءَ سان واسطو آهي. هن بابت ۽ هن جو توهان سان پيار جي ناتي بابت جيترو گهڻو ٻڌائي سگهو. اوترو بهتر. هن وقت توهانجا هن جي باري ۾ ڪهڙا جذباتي امنگ آهن؟..... ڪهاڻيڪار. سائين ڪهاڻيڪار!

توهانجو ڪاٿو درست بہ آهي ۽ درست نہ بہ آهي. گلزار سان منهنجو عشق اڻ ڏٺي تي ٿيو پر ايترو اڻ ڏٺي تي بہ نہ ٿيو. مون هن جا فوٽو ڏٺا هئا.

هن منهنجي ڀاڻيجي گلان سان دوستي ڳنڍي مونکي خط لکڻ شروع ڪيا. پنهنجي پهرين خط ۾ ئي پڌري پٽ محبت جو اظهار ڪيائين. هن جون اهڙيون ڳالهيون منهنجي دل جي تارن کي ڇيڙڻ لڳيون. منهنجي اندر ۾ شوق ۽ آتڌ مانڌ جا ساوا سهڻا لڳا. مان هن کي سندس خطن جا جواب ڏيڻ لڳس. هڪ ڀيري هن کي پنهنجي تصوير موڪلڻ لاءِ لکيم. هن هڪدم اها موڪلي، ڇڻ تہ منهنجي اهڙي خواهش ڪرڻ جي رڳو انتظار ۾ هئي. پوءِ هوءَ پنهنجا ڪيترائي فوٽا موڪليندي

رهي. هن جي تصوير منهنجو آرام ڦٽائي ڇڏيو ۽ تصورن ۾ امنگن جي نئين دنيا قائم ڪئي. هوءَ بيحد سهڻي هئي. وري هن جو آواز ٻڌم ته ان مست ڪري وڌو. سندس آواز ٻڌڻ لاءِ ۽ پاڻ وٽ محفوظ ڪرڻ واسطي، هن کان ڪئسيٽ پرايم. اهي هيون ڳالهيون جن شروعات ۾ مونکي چقمق وانگر هن ڏانهن ڇڪيو. جڏهن جڏهن سندس خط ۽ فوٽا ايندا هئا، تڏهن تڏهن سڪ وڌندي هئي. هر خط ۾ پيار ايترو رچيندي هئي جو بي اختيار منهنجي اندر پيار جا جذبا ابرندا هئا. جيستائين ٻيو خط ايندو هو، تيستائين وقت ڪڍي، لوڪ کان لڪي، ڏينهن ۾ چار پنج ڀيرا انهيءَ جو دور ڪندو رهندو هوس. هن جي پيار وارن لفظن کي هينئان ڳاڙهي مس سان ليڪ ڏئي ڇڏيندو هوس ته جي گهڻو وقت نه ملي ته اهي لفظ ئي اجاريان. اهڙي طرح هن جا فوٽا ۽ هن جو ڪئسيٽ ۾ آواز، منهنجي تسڪين جو باعث بنجي پيا.

توهانجي اها ڳالهه به درست ٿي سگهي ٿي ته هڪ خوبصورت عورت جو پاڻ ڏي پيار جو لاڙو ڏسي، منهنجو پاٽپٽو اپريو ۽ شوق جا شعلا پڙڪيا.

دوائن ۽ داين پنيان انڪري پريشان ٿيڻو پيو جو مڙس هن کي گهر مان ڪڍي ڇڏيو هو ۽ گهر وارن، پاڙي وارن ۽ ڳوٺ وارن کي خبر هئي ته ڪن سالن کان هوءَ مڙس سان ميل ملاقات ڪونه ٿي ڪري.

سائين، هاڻي مان توهانکي الماس سان پنهنجي پيار جي وارتا ٻڌائيندس. ائين ته ڪڏهن ڪڏهن وقت گذارڻ واسطي ڪن ٻين عورتن سان سنبنڌ به پئي رهيو اٿم. پر مان ان کي پيار نه ٿو چوان. منهنجي نظر ۾ پيار، مرد ۽ عورت جو گهڻو گهرو ۽ گهڻو مڪمل ۽ گهڻو پائيدار ناتو آهي. اهڙو پيار فقط ٻن عورتن سان ٿيم: هڪ الماس ۽ ٻي گلزار.

الماس ڏاڍي سٺي، سياڻي، بردبار ۽ خوددار عورت آهي. هن کي منهنجي گلزار سان ناتي جي ڄاڻ پئي ته هن ڪوبه ڪروڌ ۽ فشري نه ڪئي ۽ نه ڪاوڙ ۾ ڪو بار ڪيائين. مان هن جي باري ۾ خبرون رکندو رهندو آهيان. هن مونکي نه بدنام ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي نه مونکي ڏوراپو ڏنائين. البت ڪنهن کي ايترو چيو اٿائين ته "مننار منهنجي سر جو سائين هو. هن منهنجو قدر نه ڪيو. هو مرد آهي، پنهنجي سوچ تي هليو. مونکي هن لاءِ عزت آهي ۽ عزت ڪندي رهنديس. هاڻي ٻئي ڪنهن سان به پيار نه ڪنديس."

ٻئي طرف گلزار مونکي چيو: "مان الماس سان پيار ڪرڻ لاءِ ڪڏهن به توهانکي نه روڪيندس. جو جو حق تلفي ته مون الماس جي ڪئي آهي، مان ئي الماس جي ڏوهارڻ آهيان. نه ڪي الماس منهنجي. سو الماس سان پيار جي ڪلي

اجازت اٿو. پر مون سان پڻ نباهہ ڪندا ايندا."

هي سڀ ڪجهہ خط ۾ لکي موڪليو هئائين. پر مان. پنهنجي اصول موجب تہ "بن ٻيڙين ۾ هڪ ئي مهل نہ چڙهجي" يعني ٻن عورتن سان هڪ ئي وقت پيار جو ناتو نہ رکجي، پنهنجو الماس ڏانهن قدم روڪي ڇڏيم. ان هوندي بہ دوستن جي شادين غمين ۾ الماس جي ماڳ پاسي ويندو آهيان تہ گلزار سخت غصي ۾ اچي ويندي آهي. ابترو تہ خط ۾ دبائيندي آهي جو مان سمجهندو آهيان تہ جي هيءَ ڪوٺن جي قيدياڻي نہ هجي ها تہ مونکي رسين ۾ جڪڙي وهاري ها ۽ هيءَ نوڪري، جنهن ۾ ماسترياڻين سان واسطو پوي ٿو سا بہ ڪرڻ نہ ڏئي ها. شايد ڪوٺن ۾ ڪڙهي ڪڙهي ۽ محروم رهي رهي، هن جي ذهنيت اهڙي ٿي وئي آهي، جو ڪنهن تي ڀروسو نہ رهيو اٿس.!

اهڙي طرح انتقامي جذبا ۽ عورتاڻا رقابتي جذبا. الماس ۾ نہ پر گلزار ۾ آهن. انهيءَ ڪري مان الماس جو شرمسار آهيان.

مان ١٨ سالن کان گرلس اسڪولن جو ماستر يا صاحب ٿي رهيو آهيان. ڪافي وقت گشت ۾ گذارڻو پوندو هو. هن ضلعي ۾ مهاڻن جا ڪافي ڳوٺ آهن. انهن مان ڪن ۾ اسڪول کليا آهن ۽ ماسترياڻيون مقرر ٿيون آهن. هڪڙي اهڙي ڳوٺ جي مان چڪاس ڪرڻ ويو هوس تہ مهاڻا ذات جو هڪڙو همراهہ مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ تنهنجن وڏن سان منهنجي دوستي آهي. سو تون مون وٽ هلي ماني. ٽڪي کاءُ ۽ ٽڪ بہ منهنجي گهر هلي. منهنجو اصول آهي تہ ڪير بہ دعوت ڪندو آهي تہ انڪار نہ ڪندو آهيان. پوءِ ان ڀيري ترسي نہ سگهندو آهيان تہ ٻئي چڪر ۾ هن جو مهمان ضرور ٿيندو آهيان. هن جو نالو شهباز هو. هن زور ڀريو تہ ٻيو نہ تہ بہ لسيءَ جي لپ هلي پيو. مان هن سان هن جي گهر ويس ۽ فقط پاڻيءَ جو ولو پي موڪلايم. شهباز مون کان انجام ورتو تہ اڳتي مان جڏهن بہ هن ڳوٺ ۾ ايندس تہ سندس گهر ٽڪندس. مون ائين ئي ڪيو ۽ جڏهن بہ هتي اچڻ ٿيندو هو تہ هن جي گهر ترسندو هوس.

اچ وڃ شروع ٿي تہ ان گهر جون عورتون فرمائشون ڪرڻ لڳيون: والا نهرائي ڏي، هي پنج ڏوڪڙ اٿئي. باقي بہ ڏيندا سون. اڄ منڊي، اڄ ڪپڙن جو جوڙو. اڄ سرهو صابڻ..... شهباز کي بہ زالون هيون وڏي عمر جي پڪي هئي، باقي ننڍي زال سهڻي سيتي ۽ سدا ملوڪ هئي. ننڍي سينڍ ۾ پيار جون لاتيون پوڻ لڳي. هن کي چلولي سمجهي، هن سان ناتو نہ رکيم ۽ هن کي نڪرائي ڇڏيم. وڏي زال کي الماس نالي ذيءُ هئي، جا هڪ ٻئي ڳوٺ ۾ پرڻيل هئي. هڪ دفعي شهباز

جي گهر پهتس تہ هوءَ اتي آيل هئي. هوءَ مون سان ملي ۽ ڪيڪاريائين. مون پڇيو هيءَ پري ڪٿان آئي؟ هوءَ شرمائجي وئي. ڪنڌ ڪٿي هيٺ ڪيائين. ماٽيجي ماءُ سڃاڻ ڪرائي. هن جي منهن مهانڊي پهرين نظر ۾ ئي مونکي موهي وڌو. سيني وٽڻي ساٽس ڪجهہ ڪچهري ٿي. مان هن جي انگن عضون، چرپر ۽ عادتن کي جاچيندو رهيس. منهنجي من جي ڪسوٽيءَ جي هوءَ هوبهو تصوير لڳي رهي هئي. هن جي مڙس واري ڳوٺ ۾ سندس گهر جا پتا پار پڇيم. اهو گهر، ان ڳوٺ جي اسڪول جي سامهون هو.

جڏهن الماس جي ڳوٺ ۾ ويس تہ اتي دوستن ۽ واقف. ڪارن ڪان هن جي باري ۾ معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم. هن جي مڙس مڇيءَ جو ٻڌو واپار ڪندو هو ۽ سکيو ستابو هو. هوءَ پنهنجي ذات جي ٻين مهاڻين وانگر چڙواڳ نہ هئي ۽ گهر ڪان ٻاهر گهٽو ٽٿو نہ نڪرندي هئي. هوءَ گهڻ ڳالهائو بہ نہ هئي. هتي جون عورتون ڪچهري ڪري پنهنجن پنهنجن يارن جون پچارون ڪنديون هيون. الماس اهڙن ميڙن ۾ وهندي ئي نہ هئي. اصل ۾ هن جو ڪو يار ئي ڪونہ هو. ورنہ هتي هر هڪ عورت کي ٻہ ٻہ ٽي ٽي يار بہ هوندا هئا. انهن خصلت تہ مونکي خاص آئت ڏنو تہ هوءَ ماسترياڻي نہ آهي. مان اول بہ چئي چڪو آهيان تہ ماسترياڻين سان گهاٽا ڳانڍاپا رکڻ نہ ٿي چاهيم. چو تہ ان طرح منهنجي بدنام ٿيڻ جو انديشو هو ۽ منهنجي زناني تعليم وڌائڻ واري مقصد کي جوکم رسي ها. ان ارادي تي هن مهل تائين قائم رهيو هوس. هونءَ بہ مان اوباش ۽ لوفر قسم جو ماڻهو ڪونہ آهيان. جيتوڻيڪ مون لاءِ عورتن سان ميلاپ جا موقعا جام هئا. پر مان پاڻ تي ان مامري ۾ ضابطو رکندو آيس. خاص سبب اهوئي هو تہ منهنجي زندگيءَ جي مقصد جي حوالي سان ڪو مون ڏانهن آڱر نہ کڻي.

الماس جي ايتري چاڻ ملڻ ڪانپوءِ هن لاءِ وڌيڪ تڙپ پيدا ٿيم ۽ هن سان نينهن جو ناتو ڳنڍڻ لاءِ جتن ڪرڻ لڳس. ان ڳوٺ جي هڪ دوست جي ياڙيءَ کي چيم تہ منهنجو الماس سان ميل ملاقات ڪرائي. هن چيو تہ مان ڪوشش ڪنديس، پر آسرو ڪونهي، جو سندس اهڙين ڳالهين سان چاهہ ئي ناهي. اڄ ڏينهن تائين ڪنهن سان دوستي رکي ئي ڪانہ اٿائين. جڏهن ٻئي چڪر ۾ آيس تہ الماس جي پيءُ جي ڳوٺ ويس ۽ پنهنجي دستور موجب هن جي گهر وڃي لٿس. هن جي ماءُ توڙي ماٽيجي ماءُ سان پنهنجي خواهش جو اظهار ڪيم. انهن بہ هام نہ هڻين. چيائون تہ چوندا سونس پر مڃي الائي نہ. ٻين بہ ٻن ٽن ذريعن کان الماس کي چوراڻيم پر هن ترڳ تي تيل لڳڻ نہ ڏنو. نيٺ سندس ڳوٺ جي گرلس اسڪول

جي هيڊ مسٽريس به وٽس وئي. هن کي چيائين ته دل من پڇي پوءِ ورندي ڏيندي مانس.

پوءِ مون سوچيو ته نياپن تي نينهن نه ٽيندو آهي. هاڻي روبرو پنهنجي دل جو حال ٻڌائيو. ڪوشش اها ڪيم ته جڏهن به مائٽن ۾ وڃي ته مونکي اطلاع ضرور ٿئي. هوءِ ٻئي ٽئين مهيني پيءُ ماءُ وٽ ويندي هئي ۽ چار پنج ڏينهن رهندي هئي. هڪ ڀيري هن جي اتي پهچڻ جو خبر پئي ته سانجهيءَ جو مون به وڃي اتي نڪاءُ ڪيو. رات سيني سان ڪڏ هلڪي ڦلڪي گفتگو ٿي. صبح جو ٻيا ويا پنهنجن پنهنجن ڪمن ڪارين پنيان ۽ گهر ۾ رهياسين چار ڄڻا. الماس، هن جون ٻه مائرون ۽ مان. هن تائين منهنجا پيغام ته پهتل هئا. سو هينئر سڌي طرح هن کي پنهنجي دل جي ڳالهه چيم. سندس ٻنهي مائرن به منهنجي طرفان ليو هڻي وٺ وراڻ ڪئي. پر هوءِ صفا ماٺ رهي.... پوءِ مان هڪ ٻه اسڪول ڏسڻ لاءِ هليو ويس، پر هن جي مائرن کي اشارو ڪري ويس ته هن کي راضي ڪن. هڪ ڏينهن ڇڏي ٻئي ڏينهن وري آيس. پنهنجي منهن سندس ماٽيجي ماءُ کان پڇيم. هن ٻڌايو ته هوءِ چوي ٿي.

"هڪ ته آءُ آزاد دل ڦاسائڻ نه ٿي چاهيان، ٻيو ته مونکي به سوچڻ جو موقعو ڪپي ۽ صاحب کي سمجهڻ ٿي چاهيان. ان باري ۾ ڪجهه جاچ ڪئي اٿم ۽ پڪ ڪرڻ ٿي چاهيان ته هي باز ته نه آهي جو ڪنهن جو ڪنيڙ چٽ ته ڪنهن جي سسي چٽ."

ان تي ماٽيلي ماءُ جواب ڏنس: "اهي اجايا وهم نه ڪر. هتي هن گهر ۾ مون هن کي پاڻ ڏي ڇڪڻ جي ڪوشش ڪئي، پر صفا ناڪار ڪري ڇڏيائين. اهڙو ته پڪو آهي. اوسي پاسي ۾ اسان هن جي ڪنهن عورت سان ياري جو نه ٻڌو آهي."

ان تي به الماس پنهنجي ضد تي قائم رهي ۽ چيائين: "نيٺ به ته ڇتل روح ڦاسائڻا آهن. دلين جا سودا ڪرڻا آهن. اهي جلدئيءَ ۾ توروئي ڪبا آهن."

مون نااميديءَ مان چيو ته پلي سوچڻ ڏيوس، تڪڙ جو ڪم نه آهي.

نيٺ ٻارهن مهينن جي جاڪوڙ ڪانپوءِ پيار ڏيڻ وٺڻ جي هائوڪار ڪئائين. وري به ملاقات ۾ ڇهه مهينا ٻيا به گذري ويا. جڏهن مائٽين اچي ته مان ڳوٺ ... نياپو جيڪو موڪلين، سو دير سان ملي. وڃان ته هوءِ اڳ ۾ ئي پنهنجي ڳوٺ موٽي وڃي. پوءِ پٺائيءَ جو هي بيت جهونگاريندو، مايوس ٿي موٽان....

اڱڻ اهيئي، پر جت نہ پسان جوءِ ۾،
اوطاقون اونين جون، سوجهيم سيئي،
اکڙيون روئي، ماڳ نهاري موٽيون.

جڏهن پوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ هوندي هئي ۽ مان ڪشت ۾ اتي ويندو هوس، تڏهن بہ هن جڻو درشن تي ويندو هو. ان ڳوٺ ۾ جنهن دوست وٽ رهندو هوس، الماس جو گهر، ان جي سامهون هو. هن کي منهنجي اچڻ جي سُڌ پئجي ويندي هئي ۽ پوءِ هوءَ دريءَ مان يا ڇت تان پنهنجو ڏيک ڏيندي هئي ڪڏهن چانڊوڪي رات جو ڇت تان ديدار ڪرائيندي هئي ۽ مونکي ائين محسوس ٿيندو هو ڄڻ گلن جي پهاڙ مٿان چنڊ چمڪي رهيو آهي.

انتظار جو وقت مارشل لا وانگر ڏکيو ٿي پيو هو. هڪ ڀيري پاڻ ئي پيغام موڪليائين تہ فلاڻي رات بابي جي گهر اچي مهمان ٿيو. مان تہ هوائن ۾ اڏامڻ لڳس، پر ٽيهہ ميل سفر سائيڪل تي ڪرڻو هو. اهو ڪو پڪو رستو بہ ڪونہ هو. ڀراڙيءَ جا ڪچا رستا يا اٿپورا پيچرا. ڪٿي تہ مرڪوئي سائيڪل مون تي سوار ٿي ٿي. اڏون، واٽر ڪورس ۽ ڍنڳهر پار ڪرڻ واسطي، سائيڪل ڪلهي تي ٿي ڪنيم، ڪٿي ڏسڙ هئي، ڪٿي واري تہ ڪٿي ڪپ. آيو بہ ڏاڍو تڪڙو هوس. ماڳ تي پهتس تہ برا حال هئا. ٿڪ بہ ڏاڍو ٿيو هو. ڏين برئي مهل هئي. گهر جي ٻاهران ئي الماس جو جو آواز ڪنن تي پيو تہ ٻوڏ ۾ پرجي ويس ۽ بدن تي پيل ڏڏڙ تازگي ڏيڻ وارو ڦوهارو بنجي وئي. اندر ويس تہ هن جو منهن بہ ٽڙي پيو ۽ هن جو ٽڙيل منهن مون اڄ پهريون ڀيرو ڏٺو هو.

ماني کائي، چلهہ ۾ مچ ٻاري ويٺاسين. ڪچهري ڪندي اڌ رات ٿي وئي. ٻيا تہ وڃي هنڌن ۾ ليٽيا. باقي ٿي ڄڻا ٻاهہ تي ويٺا رهياسين. مان، الماس ۽ سندس ماتيلي ماءُ. جڏهن سمهڻ جو سعيو ڪيوسين، تڏهن ماتيليءَ ماءُ مون کان پڇيو:

"تنهنجو بسترو ڪٿي ناهيان؟"

"جتي الماس چئي." مون مرڪي وراڻيو.

"...ڪي صفي ۾ جتي اسين سيئي سُتل آهيون." الماس چيو.

مرڪو وڃي پنهنجي پنهنجي هنڌ تي ليٽيو. ساري رات پنهي ڌرين کي انتظار ...ڪندي وئي، مبڙا جوڙا ڪرڻ جو موقعو نہ مليو. هن جي پيءُ کي اچي پيٽ ۾ ...يو ... پوري رات ڪنجهندو ڪرڪندو ۽ لڇندو پڇندو رهيو. صبح جو ٻين ... ساڙيو هجي، پر اسان ٻنهي جا منهن پيلا هئا. مون پر واري ڳوٺ جي ... جي چڪاس ڪرڻ ... وڃڻ جو ... ڏيکاريو. مگر الماس مونکي ڏسين

وڳين تائين نہ ڇڏيو. سندس پيءُ چيو تہ اتي ڪم لاهي. رات وري بہ اسان وٽ ٽڪجو. مون ڪان تہ پنڌ بہ نہ پيو اجهي. هڪ اڳئين ڏينهن جو ٿڪ وري رات بہ اوجاڳي ۽ سورن ۾ ڪٽي، سو صفا ڦان ٿي پيو هوس.

ٻي رات بہ ٻارهين بجي تائين ٻاهر جي مچ تي روح رهاڻيون ٿينديون رهيون. وري بہ منهنجو بسترو ساڳي جاءِ تي لڳايو ويو. پلا ٻن ڏينهن جو ٿڪ ۽ اوجاڳو. سو مون کي تہ ليٽڻ سان ئي ننڊ ڪٽي وئي..... رات جي الائي ڪهڙي ويل هئي. مان سپني ۾ پيو ڏسان تہ هڪ سهڻي نينگري منهنجي پاڪر ۾ آهي. سو مان چمي ڏيڻ جي خيال کان خواب ۾ ئي چمي ڏني مانس تہ منهنجي اک کلي پئي ڏٺم تہ پاڪر ۾ پڪوڙي، پنهنجو ڳٽو منهنجي ڇپن تي رکيو، الماس مون سان چنبڙي پئي هئي. پوءِ تہ خوشيءَ جي حد ئي نہ رهي ۽ جذبن جا طوفان جاڳي اٿيا ۽ اسين ڪير ڪنڌ تي وياسين.... اهڙي طرح اسانجي پيار جي پهرين ملاقات ٿي.

(سائين، هيءَ حقيقت لکي اٿم. ان ۾ زير زبر جو وڌاءُ بہ نہ ڪيو اٿم.)

ان ڪانپوءِ پنجين مهيني سندس مائٽن جي گهر ۾ ميلاپ ٿيندو هو. پر هن جي سڪ ۽ اڪير سدائين منهنجي دل جي وٽندڙ ڌڙڪڻ وڌائيندي هئي ۽ هن جي پيار جا تصور ۽ يادون، منهنجي دنيا ۾ زندگيءَ کي جوت ۽ اتساهہ سان پري ڇڏينديون هيون. هن سان ڊگهي ۾ ڊگهي ملاقات جو احوال، دلچسپيءَ کان خالي نہ ٿيندو. هڪ ڀيري ان مهينا لاڳيتو گڏجي نہ سگهياسين تہ ماڻهو موڪليائين تہ مان فلاڻي ڏينهن مائٽن وٽ ايندس. توهان بابي جي گهر نہ ٽڪندا، پر پنهنجي فلاڻي دوست وٽ رهجو. منهن اونداهيءَ جو منهنجو ماڻهو توهان وٽ ايندو ۽ هلي هڪڙي پراڻي خالي دڪان ۾ رهائيندو. اهو دڪان منهنجي سڳي ڀيڻ جي مڙس جو آهي. مان اتي اچي توهان سان ملندس.

مونکي پروگرام موجب اتي پهچايو ويو. هوءَ سومهڻيءَ جو آئي. پر صرف ڪلاڪ واسطي. پوءِ مونکي چيائين تہ توکي رات هتي ئي گذارڻي آهي. مان پنيرڪي جو وري تو وٽ ايندس ۽ سڀاڻي سارو ڏينهن هتي گڏ گذاريندا سين. هوءَ صبح جو ٻانگ مهل آئي ۽ سڄو ڏينهن، دنيا جهان کان بي نياز ٿي، هڪ ٻئي جي ٻانهن ۾ گذاريوسين. وري جڏهن سج لٿو ۽ اونداهہ ٿي، تڏهن اسان جدا ٿياسين ۽ پنهنجي پنهنجي وٿاڻن ڏي وياسين.

الماس مونکي ڪيتريون سوکڙيون ڏنيون: اجرڪ: رومال، واچ، سونيون منڊيون ۽ ٻيون شيون. پر مون کان ڪاري ڪوڏي بہ نہ ورتائين. اڄ بہ هن جون ڏنل شيون مون وٽ سانديل آهن ۽ فوٽو پڻ."

سندس هڪ فوٽو ڏسڻ خاطر گلزار مون ڪان گهريو. مون هن جي پڇڻ تي هن کي ٻڌايو ته ته الماس جو فوٽو مون وٽ آهي ۽ ڳالهه ته لڪايم. مونکي لکيائين ته الماس جو فوٽو مونکي ٽپال رستي موڪلي ڏي. مون ائين ڪيو. هفتي ڪانپوءِ اها تصوير قڻنجيءِ سان ڪتي ذرا ذرا ڪري، لفافي ۾ مونکي موٽائي موڪليائين. ان سان گڏ لکيائين: "الماس جي فوٽوءَ جو مون هي حشر ڪيو آهي. هاڻي توهان ڏانهن موڪليان ٿي. انهن ٽڪرن کي جلائي رک ڪري، پاڻيءَ سان ڦڪي ڇڏيو. اها ڦڪي، هيانوَ جي سڌيرائيءَ لاءِ سٺي آهي!..... مون سان پيار هوندي به اجا الماس جا فوٽا سانديو ويٺو آهين!"

سو اهو آهي گلزار جو الماس لاءِ ساڙ. جيتوڻيڪ خبر هوندي به الماس ان باري ۾ ٻڙڪ به نه ٻولي آهي.

اڄ به مونکي الماس لاءِ پيار ۽ عزت آهي. مونکي پڪ آهي ته هوءَ به اجا مونکي اوتروئي چاهي ٿي. جڏهن ته مون هن کي نظرانداز ڪيو ۽ گلزار سان پريت جا پيچ ٻڌم، ضمير جي ان ڇهنڊڙيءَ سبب، مان شرمسار آهيان ۽ هن کي پنهنجو منهن ڏيکاري نه ٿو سگهان. جڏهن هن جي پيءُ ماءُ واري ڳوٺ وڃڻ ٿيندو آهي ته هن جي گهر ايستائين نه ويندو آهيان، جيستائين اڳواٽ اها پڪ نه ڪندو آهيان ته الماس اتي آيل ڪانهي. هن جون ڏنل پيار جون نشانيون اڄ به مان سانديو ويٺو آهيان. الماس ته عجيب شخصيت آهي ۽ اڄ به هن جي اها شخصيت مون تي گلزار کان وڌيڪ ڇانيل آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته جسماني سونهن گلزار ۾ سرس آهي.... منار.

ساٿي منار!

توهان الماس سان پنهنجي پيار جو داستان چڱي تفصيل سان لکيو آهي. مونکي اهو دلچسپ به لڳو. جيتوڻيڪ ان ۾ توهان لکيو آهي ته "هيءَ سچي حقيقت لکي اٿم ۽ ان ۾ زير زبر جو وڌاءُ به نه ڪيو اٿم"..... پر مان ڪن ڳالهين جي چٽائي چاهيان ٿو. اها منهنجي اڻڄاڻائي يا اڻواقفيت هجي، انڪري اهي ڳالهيون عجيب لڳيون اٿم. ڇوته اهي سنڌي عام تهذيب جي ابتڙ ٿيون لڳن ۽ منهنجو واسطو اهڙن ڳوٺن يا ڪنهن هڪ ذات وارن سان نه پيو آهي، جتي عورتون ايتري قدر ڇڙواڳ هجن، جنهن روش کي عام طرح بي غيرتي سمجهيو ويو آهي. تنهنڪري هيٺين ڳالهين کي کولي ۽ چٽو ڪري سمجهائيندا.

توهان لکيو آهي ته مهاڻا قوم وارا ڪرپشن (بدڪاريءَ) ۾ مشهور آهن ۽ عورتون سپلاءِ ڪندا آهن.... ڪنهن کي سپلاءِ ڪندا آهن، آفيسرن، وڏيرن ۽

دولتمندن کي؟ ڇـو سپلاءِ ڪندا آهن. پئسن جي عيوض يا ڪو ٻيو فائدو حاصل ڪرڻ خـاطر؟ اهي ڇـو بدڪار آهن. هنن ۾ اهي خـانداني روايـتون آهن يا غـربت ۽ تنگدستيءَ ڪـان مجبور ٿي ڪن ٿا؟ بدڪار غريب عورتون آهن يا مهاڻا ذات جي وڏيرن ۽ سرنديءَ وارن جون ضاعفون بہ ائين آهن؟

توهان لکيو آهي تہ مهاڻا ذات جي هر هڪ عورت کي بہ ٽي يار ضرور آهن. ڇـا واقـعي ائين آهي؟ ۽ هو ڪچـهـرين ۾ پنـهـنجن پنـهنجن يارن جـون ڳـالهـيـون ڪنديون آهن؟

توهان لکيو آهي تہ توهان الماس جي سڳي ماءُ ۽ نڳي ماءُ کي اُن بابت چيو. اهو ڏاڍو عجيب لڳو تہ ماءُ کي چيو وڃي تہ پنهنجي ڌيءُ مون کي ناهي ڏي يا هن سان ميلاپ ڪراءِ.

توهان لکيو آهي تہ الماس واري ڳوٺ جي گرلس اسڪول جي هيڊمسـٽريس ڪـان بہ الماس کي ڇـورايم. ڇـا اهو رويو. توهان جـهـڙي هڪ سـوشـل ورڪر لاءِ مناسب هو ۽ هيڊمسـٽريس اهڙي ڪردار جي ٿي سگهي ٿي؟ هن توهان جي اهڙي ڳالهہ ڪيئن مڃي؟

عـام ريت ائين تہ ڪونہ ٿـيندو آهي تہ مـيـزبان يا گـهـر جي مـرد جي غـيـر حاضريءَ ۾، مهمان اڌ اڌ رات تائين ٻاهر جي چوڌاري ويهي عورتن سان ڪچهري ڪري ۽ رات جو ساڳئي ڪمري ۾ سمهي جتي گهر جون عورتون پڻ ستل هجن ۽ ساڳئي ڪمري ۾ ڇوڪريءَ سان ڪٽ تي ميلاپ ڪري جتي ڇوڪريءَ جو پيءُ بہ ستل هجي.

ائين نہ سـمـجهو تہ مونکي اها ڄاڻ ئي ڪانهي تہ سنڌ ۾ اهڙي ڪردار وارا قبيلا ۽ ذاتيون بہ آهن. مونکي اچرج ان تي لڳو آهي تہ هن جو اهو ڪردار ايتري حد تائين آهي، جيتري حد جو احوال توهان ڏنو آهي.

اهڙي ڪردار جي تاريخي حـقـيقت ڪجـهہ هن ريت ٿي سگهي ٿي: پورهيو انسان جي بنيادي طاقت آهي ۽ محنتي قوم ڏاڍي طاقتور ٿيندي آهي. ڌاريا جڏهن سنڌ تي ڪاهون ڪندا هئا تہ هو ڏسندا هئا تہ هتي جا پورهيت ۽ محنتي قبيلا ۽ ذاتيون هنن جو گهٽي ۾ گهٽو مقابلو ڪنديون هيون ۽ گهٽو ڪري شڪست بہ ڏينديون هيون. پوءِ جڏهن اهڙا حملي آور ڪاهن مٿان ڪاهون ڪري ڪڏهن هتي جا حـاڪم ٿي ويندا هئا تہ سنڌين جي انهن ذاتين ۽ قـبيلن کي پورهئي ۽ مـحنت ڪرڻ جي عادت کان محروم رکڻ جي سازش ڪندا هئا ۽ جنگ جي فن کان بہ هنن کي پري رکيو ويو. ان لاءِ هنن کي پنهنجن گهرن، جاين ۽ ڳوٺن مان تڙي، دربدر

ڪري روئو بنايو ويو ۽ وير طور هنن جي عورتن سان زبردستيءَ عياشيون ڪندا رهيا. ان عياشيءَ جي عيوض هنن کي ٿورو گهڻو پئسو يا سوکڙيون ڏيڻ، جئن انهن خاندانن جو مشڪل سان گذارو ٿي سگهي، اهڙي طرح سنڌ جي محنتي ۽ پورهيت ذاتين جي مردن توڙي عورتن جي پورهئي ۽ محنت جي عادت متائي. هنن کي سستي ۽ ڪاهليءَ تي هيرايو ويو. آهستي آهستي، جنهن شيءِ کي بيغيرتي چيو ٿو وڃي، سان انهن ذاتين جي روايت ۽ ماحول بنجي وئي. هنن کي پنهنجي زندگيءَ جي ذلت جو احساس ئي نه رهيو. هاڻي به ڏسو ته مهاڻا. خاصخيلي، ڀيل، ڪولهي، اوڏ ۽ ٻيون کي ذاتيون ڏاڍيون محنتي ۽ جفاڪش آهن. پر هن پرمار سماج ۾ هنن جي پورهئي جو ڪتبو ٻيا پيا کائن. هيئر به اسانکي پورهئي جي بنيادي قومي قوت کان وانجهو رکڻ واسطي، اسانکي ڪارخانن ۾ مزدوري ڪرڻ کان پري پيو رکيو وڃي ته متان اسان ۾ محنت جي عادت موٽي نه اچي.

جاگيرداري دور آيو ته سنڌ ۾ ٻيا سست ۽ ڪاهل طبقا پئدا ٿيا. هڪ ته وڏيرا پڻ ڪمّ ڪونه ڪن ۽ ڪاهلي ۽ بيڪاريءَ جا ڏينهن گذارين. ٻيو ته هو هارين ۽ ڏنارن جي محنت ۽ پورهئي جو ذري گهٽ سارو ڦل پاڻ کايو وڃن. هارين جو ڏنو ته کين پنهنجي محبت جو پورو اجورو ڪونه ٿو ملي، سو هن جو به محنت ۽ پورهئي سان شوق گهٽجي ويو. هو به سست ۽ ڪاهل بنجي ويا. ان ڪانسواءِ وڏيرو ٻين پورهيتن ۽ هنرمندن جي حالت کي بدلجڻ به نه ٿو ڏئي.

عربن وري سنڌ ۾ سستن ۽ ڪاهلن جو نئون طبقو پئدا ڪيو. هنن ڪري هتي سيدي ۽ پيريءَ جو سرشتو شروع ٿيو. سيد يا پير ڪم نه ڪندو هو. درگاهه، دولت ۽ دنيا وارو پير ته ائين ئي ڪم ڪونه ڪندو هو. هڪ ته قبايل يا ورثي ۾ مليل ملڪيت، ٻيو وري مريدن ۽ عقيدتمندن وٽان ڏن ۽ نذرانن جي صورت ۾ دولت جا انبار. پر سيد پينگيو هوندو هو ته به ڪم نه ڪندو هو. هو پنڻ ذريعي پنهنجو پيٽ پاليندو هو. نه رڳو دولتمند ۽ زميندار سيدن جون ٻيبيون حويلين جي ڪوٺن ۾ بند هونديون آهن. پر سڄن سيدن وٽ ڀيو ڪجهه نه به هجي، پر پنهنجي گهر جي چوڌاري ڪوٽ ضرور نهرائيندو. تنهنڪري ٻيبين جي ٻاهر ڪم ڪرڻ جو سوال ئي ڪونه ٿو اٿي. جئن هارين نارين ۽ ٻين پورهيتن جون ضاعفون ٻنيءَ تي يا پئي هنڌ پورهيو ڪنديون آهن.

اسانجي ماڻهن ۾ پورهئي جي عادت وجهڻ ۽ پوري محنت ڪرائڻ لاءِ ضروري آهي ته اهڙين قومي ۽ طبقاتي چورن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪجي.

اهو پورهيو بنيادي طاقت آهي جو پئداواري پورهيو آهي، پورهيت کي ان جو

پورو ٿل ملي ٿو، اهو پُورهيو جو ڪنهن پرمار واسطي نہ آهي. پر گڏيل ۽ قومي مقصد لاءِ آهي..... ڪهاڻيڪار.

ان قسم جي بدڪاري مهاڻن ۾ وڪوڙيل ٿي ڏسجي. هو وڏيرن، ڪامورن ۽ شاهوڪارن کي ڇوڪريون ۽ عورتون سپلاءِ ڪندا آهن. ڪڇي جي ٻيلي ۾ رهندڙ ڏاڙيلن ۽ منچر تي ايندڙ سياحن کي بہ سپلاءِ ڪندا آهن. ان جي بدلي هو ڏوڪڙ وٺندا آهن يا ٻيا فائدا حاصل ڪندا آهن. ڪن حالتن ۾ ڪي عورتون شوق خاطر بہ ڪن مردن سان اهڙا لاڳاپا رکنديون آهن. ڏسجي ٿو تہ اها ڳالهہ هن قوم ۾ ڏنڌي جي صورت اختيار ڪري چڪي آهي ۽ پشت ب پشت سياويڪ نموني هنن ۾ هلندي اچي. ماڻهو جي ايمانداريءَ سان سوچي تہ ڏسبو تہ هنن جي انتهائي غريبي ئي هنن کي اهو ڪم ڏنڌي جي صورت ۾ اختيار ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿي. هنن مان ڪي زميندار، پوکي راهي، واپار وڙو. نوڪريون ۽ ٻيا ڏنڌا بہ ڪن ٿا. پر جن جو گذر سفر مڇي مارڻ تي آهي، سي ڏاڍا ڏتڙيل، سُڃا ۽ بيحد ڏکيا آهن. ٻچين ٻارين، ڏينهن رات، درياهہ جي ڪُنن، طوفانن، انڌوڪارن ۽ ٻين خطرن سان منهن ڏيندي ڪم ڪن ٿا. پر هنن کي هڪ ويلو بہ نصيب نہ ٿو ٿئي، ۽ نہ تن تي ڪپڙو ۽ نہ رهڻ لاءِ جهوپڙي. تعليم ۽ صحت جي سهولتن کان هو محروم. تعداد ۾ هارين کان هو ٻئي نمبر تي آهن. پر هو ڇڙوڇڙ رهن ٿا ۽ هنن ۾ ڪا تنظيم ڪانهي. هارين جون وري بہ پارٽيون آهن ۽ هنن جو ڪجهہ نہ ڪجهہ سياسي آواز آهي. ڏتڙيل ماڻهو انقلابي قوت ٿيندا آهن. اسانجي سياسي پارٽين کي ان پاسي ڌيان ڏيڻ کپي.

سو سائين، ڳالهہ ٿي ڪيم تہ هن ذات جي گهڻو ڪري سيني عورتن ۾ اها برائي آهي، پر دولتمند ۽ شاهوڪار گهرن جون عورتون شوق خاطر يار ڪن ٿيون ۽ نہ پئسي خاطر. هو تہ پنهنجي پيارن کي ڪارائبنديون پياربنديون آهن ۽ سوکڙيون پاکڙيون ڏينديون آهن.

سائين هڪ ڇيز بازار جي هجي تہ پوءِ دڪاندار کان گهرڻ ۾ ڪهڙي هبڪ. هتي ماءُ، پيءُ، ڀيڻ ۽ ٻيا سڳا مائٽ گهر جي ڇوڪرين جي دلالي ڪندا آهن. مونکي اها خبر هئي. انڪري ئي الماس جي مائرن سان هن جي باري ۾ ڳالهہ ڇوريم.

توهان کي هڪڙو واقعو ٻڌايان ٿو شن پاسي، هڪ ٻي ذات جو. موٽيل عمر جو هڪ عياش وڏيرو هو. هڪ پيري هن جي نظر هڪ ننڍي مهاڻي ڇوڪريءَ تي پئجي وئي، جنهن کي سامائجڻ ۾ ڇهہ اٺ مهينا دير هئي. وڏيري جي هن لاءِ نيت خراب ٿي ۽ هن جي ماءُ کي سٺيي رقم باسيائين. ماءُ راضي ٿي وئي. هڪ ڏينهن

پنهنجي ڏيءُ کي وڏيري سان ڪوٺيءَ ۾ واڙي، پاڻ دروازو ڏئي ٻاهران ٿي بيٺي. جڏهن جسماني ايذاءُ کان معصومڙيءَ وٺي رڙيون ڪيون ته ماءُ اندر وڃي پنهنجي ڌيءُ جو وات رومال ۾ هٿن سان زور ڏئي بند ڪيو جئن هن جون ڪيهون ٻاهر نه ٻڌجن.

واقعي ٿي مون جهڙي ساک واري سوشل ورڪر لاءِ هڪ هيڊ ماستريائيءَ ذريعي، الماس ڏانهن نياپو موڪلڻ مناسب نه هو. مگر ورڪر به انسان ٿئي ٿو. دل جي ڳالهه هئي. پر اتي جي ماحول جي لحاظ کان اها معمولي ڳالهه هئي. مونکي خبر هئي ته ان هيڊ ماستريائي، جا اتي جي رهاڪو ۽ ان ذات جي هئي، تنهن جا به ٻه ٽي يار آهن. هن کي به پنهنجي آفيسر کي خوش ڪرڻ جو موقعو مليو هو. سو منهن ۾ کهنج ڪونه وڌائين.

مان وري به سچ ٿو چوان ۽ توهانکي خاطري ٿو ڏيان ته مان الماس جي مائٽن جي گهر، ٻين پاڻين سان ساڳئي صفي ۾ ستو هوس ۽ اتي ٿي هن سان ڪٽ تي ميل ميلاپ ٿيو هو. جئن اڳئين خط ۾ بيان ڪيو اٿم. البت ان سمهڻ واري لانديءَ جي هڪڙي ڪنڊ ۾ننڍڙي ڪوٺڙي نهيل هئي، انڪري منهنجي ڪٽ ٿورو پريرو ۽ ٻين کان پاسيري رکيل هئي. هن کي الڳ اوطاق نه هئي جو مونکي ان ۾ رهائن ها.

بهرحال منهنجيون اخلاقي ڪمزوريون پنهنجي جڳهه. مان به انسان آهيان، مان به ان سماج جو فرد آهيان جو جاگيرداري آهي. هن سماج ۾ عورتون غلامي ۽ ذلت جي حياتي گذارين ٿيون ۽ ههڙين ذاتين واريون ضاعفون پاڻ وڏيڪ غلام ۽ ذليل آهن. انهيءَ غلامي ۽ ذلت مان ڪڍڻ لاءِ، هنن ۾ تعليم وڌائڻ ضروري آهي ۽ مان ان ڏس ۾ پنهنجي پوري ڪوشش ڪندو رهيو آهيان ۽ ماڻهن جي ڪجهه ڳوٺن ۾ ڇوڪرين جا اسڪول شروع ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿو آهيان. مونکي اهو به احساس آهي ته رڳو پڙهڻ لکڻ ڪافي نه آهي، پر هنن ۾ سماجي ۽ سياسي شعور پيدا ڪرڻ گهرجي ۽ اهو ڪم سياسي ڪارڪن جو آهي.

زناني تعليم جي سلسلي ۾ مون هڙئون ۽ وڙئون پئي ڏنو آهي. توهانکي شايد اهو اجا نه ٻڌايو اٿم ته مالي لحاظ کان توهان مونکي سرنديءَ وارن مان ڳڻي سگهو ٿا. ڪجهه زمين اٿم ۽ مال متاع وارو به آهيان يعني ڪجهه مينهون، ڳئون ۽ ٻڪريون اٿم..... مننار.

ساٿي مننار!

اڳي ڪهاڻين ۽ ناولن جو هيرو بادشاهه، شهزادو، وڏيرو ڪارخانيدار يا سرمائيدار هوندو هو. هاڻي هاري، پورهيت، ڪارڪن يا گوريلو هيرو آهي. پير

پرست، مذهب پسند يا روايتي عاشق اڄ جو هيرو ٿي نہ ٿو سگهي. اڄ جو هيرو اهو آهي جو مذهب جي نالي ۾ نہ وڙهي، پر قومي آزاديءَ لاءِ جنگ جوٽي ۽ طبقاتي سماج خلاف سر جون سٽون ڏئي، سامراجي ۽ طبقاتي ظلم خلاف وڙهي، پنهنجي ڌرتيءَ جي آزاديءَ لاءِ وڙهي، پنهنجي قوم جي آزاديءَ خاطر ميدان ۾ ٽپي پوي. اڄ جو هيرو اهو آهي جو غربت، جهالت ۽ ظلم جي بنيادي ڪارڻن کي پاڙئون پٽڻ لاءِ جتن ۽ جاکوڙ ۾ جنبيل رهي. هو باغي ذهن، انقلابي سوچ ۽ جنگجو عمل وارو هجي. هن جي انهن راهن ۾ پيار بہ هن ۾ نئون اتساهہ ۽ اٿاهہ سگهہ پيدا ڪندو آهي.

پير جي چوڻ تي ۽ پير لاءِ يا ٻي ڪنهن شخصت لاءِ نہ وڙهجي، پر قوميت ۽ انقلابي جذبي سان وڙهجي. حرن جي هلچل ۾ اهو وڏو جهول هو تہ حُرَ انگريزن خلاف سنڌ جي قومي آزاديءَ لاءِ تہ لڙي رهيا هئا، پر سنڌيت جي جذبي هيٺ نہ. هو صرف پير لاءِ ۽ پير جي چوڻ تي وڙهي رهيا هئا.

گلزار جي "جيون ڪٿا" مان معلوم ٿو ٿئي تہ توهان پاڪستان ۽ هندستان جي لڙائيءَ ۾ سپاهيءَ جي حيثيت ۾ لڙيا هئا. توهان جنگ جي ميدان جا پنهنجا واقعا ۽ تجربا ٻڌايو..... ڪهاڻيڪار.

سائين ڪهاڻيڪار!

اسان سنڌين کي لويو ويندو آهي تہ اسين فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ کان لنوايون ٿا. پر مون وانگر ٻين بہ اڪيچار سنڌين جو تجربو ڪجهہ ٻيو آهي. مان جڏهن نوجوان هوس، تڏهن فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪيم. مونکي پنجاب ڏي ڪيترائي ڀنڌ ڪرايا ويا، انٽرويو ورتا ويا ۽ چڪاسون ڪيون ويون. اينترا ڏڪا ٿاٻا کائڻ کانپوءِ مونکي ٻڌايو ويو تہ تون لشڪر جي لائق نہ آهين ڇو تہ ڊاڪٽري رپورٽ موجب تون ذهني طرح ناپختو آهي.

١٩٦٥ع جي هندستان ۽ پاڪستان واري جنگ جي دوران جڏهن مون ريڊيو تي خبر ٻڌي تہ هندستان، راجستان وٽان سنڌ تي بہ حملو ڪيو آهي تہ مونکي ڏاڍو جوش اچي ويو ۽ چاهيم تہ هڪدم جنگ جي ميدان تي وڃي دشمن سان لڙان. ريڊيو تي اهو بہ ٻڌايو پئي ويو تہ "مجاهد فورس." جي اسڪيم کولي وئي آهي، جنهن ۾ مختصر سکيا ڏئي، جنگ جي ميدان تي موڪلبو ۽ عام ماڻهن کي ان ۾ شامل ٿيڻ جي اپيل ٿي ڪئي وئي. مان تہ پاڻ کي روڪي نہ سگهيس، سو هڪدم پنهنجي ڪاتي مان اڻ چاڻايل مدي تائين موڪل ورتي، مجاهد فورس ۾ ڀرتي ٿيڻ لاءِ روانو ٿيس. مائٽن بہ منهنجي پٺي ٺپري مونکي اجازت ڏني.

بيا بہ کوڙ نوجوان ۽ وڏي عمر وارا مجاهد فورس ۾ داخلا لاءِ پهچي ويا هئا. انهن ۾ حرن جو بہ چڱو ڳاڻيٽو هو. اسان کينگي کوهيءَ وٽ گڏ ٿيا هئاسون اتان اسانکي کينجو بنگلي تي آندائون. اتي اسانکي هٿيار ۽ بارود ڏنائون ۽ اٺ ڏينهن نشانيءَ بازيءَ جي ۽ بي سکيا ڏنائون. پوءِ اسانکي گابر چونڪيءَ تي وٺي ويا. اتي جو بچاءُ سگهارو ڪيوسين. وري اسانکي هندستان جي لوني چونڪيءَ تي حملو ڪرڻ جا حڪم مليا. مجاهد فورس ۾ ڪجهہ ٿري بہ هئا، جي اتان جي گهٽن ۽ گهيڙن کان پوريءَ ريت واقف هئا. اسان هندستاني سپاهين جو مقابلو ڪري، هنن کي ماري يا ڀڄائي ان چونڪيءَ تي قبضو ڪيو. اهڙي طرح اسان ڳچ سرسيون ڪندا رهياسين. اسانجو وڏي ۾ وڏو ۽ شاندار ڪارنامو هو راجستان جو گهوتاڙو قلعو فتح ڪرڻ. هي هندستان جو سيني کان سگهارو محاذ هو. ان لڙائيءَ ۾ زخمجي پيس، پر زخم گهرا نہ هئا ۽ وڙهندو رهيس.

هڪ ڏينهن مان باروت خاني جي بچاءَ جي پهري تي مقرر هوس. اهو باروت خانو واريءَ جي پٽن وچ ۾ اوٽ ۾ هو. پٽن جي آڙ ۾ اسين ڪجهہ مجاهد چوڏاري مورچا سنڀالي ويٺا هئاسين. اوچتو مون واري طرف کان اٺن ڏهن هندستاني فوجين اچي هلان ڪئي. مان واريءَ جي پٽ تي نڪل هوس ۽ هو عين سامهون اچي ويا. مون گولين جا ڦوهارا شروع ڪري ڏنيون. هنن بہ موٽ ۾ ڪارروائي ڪئي. مون انهن مڙني دشمن سپاهين کي پکڙن وانگر ڀڃي ڇڏيو. بہ ٽي ڄڻا جان بچائي ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيا، باقي ڇهن ڄڻن کي مون اڪيلي سر جهنم رسيد ڪري ڇڏيو هو. آوازن تي بيا ساٿي بہ ريڙهيون پائيندا منهنجي ويجهو آيا هئا، پر هنن کي گولي هلائڻ جي ضرورت ڪانہ پئي هئي.

منهنجي ان ڪارنامي تي اسان واري محاذ جي فوجي ڪمانڊر برگيڊيئر مونکي آفرين ڏيڻ ۽ ٿڌي تي ٿي هڪ هزار رپيا انعام ڏنائين ۽ مجاهدن جي هڪ جٿي جو مونکي ڪمانڊر بنايائين. ان تي مان مرڪيو هوس ۽ دل ئي دل ۾ برگيڊيئر کي چيو هوم: "تنهنجي فوجي پائرن مونکي لشڪر ۾ ڀرتي نہ ڪيو هو. اهو چئي تہ مان وڙهڻ جي لائق نہ آهيان ۽ ذهني طرح پختگي ڪانهيم."

مجاهد فورس جي ڪري ئي سنڌ جي سرحد سان لاڳيتو هندستان جي ٻارهن سئو چورس ميل ايراضيءَ تي پاڪستان قبضو ڪيو هو. اهڙي ڪاميابي ٻئي هنڌ ڪٿي بہ ڪانہ ٿي هئي. پاڻ ڪن پاڪستان جي ايراضين تي هندستان قبضو ڪري ورتو هو.

اسان جڏهن ٻهرين ٻهرين محاذ تي پٺاڻون تہ غير سنڌي فوجي سپاهي

اسان تي توڪون ڪري چوندا هئا تہ سنڌي بزدل آهن ۽ لشڪر ۾ اچڻ ڪان ڪيٻائن ٿا. پوءِ جڏهن اسانجي دليري ڏٺائون، اسانجو جنگ جو ڏانءُ ڏٺائون ۽ اسانجون سرسيون ڏٺائون تہ اهي ئي ساڳيا سپاهي اسانجو سلام ڪندا هئا ۽ اسان سان عزت ۽ فضيلت سان ڳالهائيندا هئا ۽ چوندا هئا: "سنڌي سچ پچ بهادر ۽ جوڌا آهن ۽ دشمن سان مقابلي ڪرڻ جي مردانگي ۽ حوصلو اٿن." گهڻا فوجي آفيسر بہ سنڌين لاءِ پنهنجي سپاهين جهڙو رايو رکندا هئا. پر هو بہ هاڻي سنڌين جي فوجي صلاحيتن کي مڃڻ لڳا. جڏهن اسان گهوتاڙوءَ جو قلعو فتح ڪيو تہ محاذ جي ڪمانڊر برگيڊيئر مورچي تي وچي هر هڪ سنڌي مجاهد سان هٿ ملائي هنن کي هنن جي بهادريءَ تي داد ڏنو.

اسانجون اهي سرسيون انهن حالن هوندي هيون تہ اسان کي مليل هٿيار اٿپورا ۽ مدي خارج هئا. مثال طور هندستاني سپاهين وٽ پاٽمرادو هلنڌڙ يا (Automatic) رائيفلون هيون ۽ اسان وٽ ٣٠٣ رائيفلون هيون.

هاڻي ٿورو اجوري ۽ انعام جو احوال بہ ڪجي. جنگ پوري ٿيڻ تي اسانکي ڊسچارج سرٽيفڪيٽ ڏئي ٿاري ڇڏيائون، ٻيو ڪجهہ بہ نہ. هوڏانهن وري فوجين کي ٻين انعامن سان گڏ زمينون انعام ڏنائون، سي بہ سنڌ ۾.

توهانکي پنهنجو هڪ ٻيو ڪارنامو ٻڌايان ٿو. جنهن جي خبر منهنجي ٻن چئن رازدار دوستن ڪانسواءِ ڪنهن کي نہ آهي. ٻہ ٽي سال اڳ هن ملڪ ۾ هڪ تحريڪ هلائڻ لاءِ ڪوٺ ڏني وئي. سڄي ملڪ ۾ تہ اها تحريڪ ڪانہ هلي پر رڳو سنڌ ۾ هلي. سنڌ واري تحريڪ جو بہ اصلي تحريڪ سان واسطو ڪونہ هو. پر اها احتجاج هئي پنهنجي محروميءَ تي. اهو احتجاج ڳوٺن ۽ ٻهراڙيءَ ۾ ٿيو هو. جهڙي طرح سنڌ جي سرحد تي هندستان جي حملي جو ٻڌي مان جوش ۾ اچي ويو هوس، اهڙي طرح هن احتجاج جو ٻڌي بہ مان ماٺ ڪري ويهي نہ سگهيس. پوءِ پنهنجو ويس ۽ منهن مهاندو مٽائي، پنهنجا نالا ۽ نشان ٻيا رکي مان احتجاج ۾ شامل ٿي ويس. مان سکيا ورتل سپاهي هوس ۽ ان جو فائدو ٻين کي بہ ڏنم. پوءِ اهڙا ڪارناما ٿيا جو دنيا وارا، ٻهراڙيءَ وارن جي صلاحيتن جا اهڙا مڃيندڙ ٿيا هوندا، جهڙا جنگ جي ميدان تي فوجي آفيسر اسانجي صلاحيتن جا ٿيا هئا...... مڃنار.

ساٿي مڃنار!

ها. توهان مخالف سپاهين لاءِ چيو ائين لکيو آهي تہ هيٺرن کي جهنم رسيد ڪيم هو بہ تہ پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ وڙهي رهيا هئا ۽ ان لاءِ شهيد ٿيا. جنگ ۾

مرندو سپاهي طبقو آهي. وچولو آفيسر اتفاق سان مرندو آهي ۽ تمام وڏا آفيسر تہ اجا بہ ورلي موت جي منهن ۾ ايندا آهن.

مخالفن کي دشمن سپاهي تہ سمجهيو ويندو آهي، پر اهو سمجهڻ ڏکيو آهي تہ انهن مامرن ۾ ڪير ڪنهن جو دشمن آهي. سپاهي تہ حڪم جا بندا هوندا آهن. هنن کي وڙهڻ جو حڪم ڏنيندو آهي تہ بنا سوچڻ، سمجهڻ يا سوال ڪرڻ جي وڙهندا آهن..... هاڻي اهو زمانو آهي جو جيستائين نظرياتي ۽ شعوري طرح سپاهي ويڙهہ جي سبب کي نہ ٿو سمجهي ۽ ذهني طرح قبول نہ ٿو ڪري، تيستائين هن کي وڙهڻ نہ کپي...... هونءَ بہ هاڻي دنيا کي يا گهٽ ۾ گهٽ دنيا جي انقلابي دانشورن کي احساس ٿي چڪو آهي تہ جنگ جو دنيا مان دائمي خاتمو ڪرڻ لاءِ ئي جنگ لڙجي..... ڪهاڻيڪار.

سائين ڪهاڻيڪار!

توهانجو خط پڙهڻ کانپوءِ مونکي سچ پچ افسوس ٿيو تہ مون هنن لاءِ "جهنم رسيد" جو لفظ ڇو ڪتب آندو! پر لڙائيءَ دوران وڙهڻ وقت دشمن لاءِ ٻيو سوچي بہ ڇا ٿو سگهجي؟

گلزار جي جيون ڪٿا وارو ناول ڪهڙي منزل تي پهتو؟ هاڻي تہ سرديءَ جي موسم بہ شروع ٿيڻ واري آهي. ڏاڍو انتظار اٿم. گلزار بہ ٻيري ٻيري سان پڇندي آهي....منٺار.

ساٿي منٺار!

توهان هي ناول لکجڻ ۽ پوري ٿيڻ لاءِ ايترو بيتاب ڇو آهيو؟ پنهنجي محبوبيائيءَ کي خوش ڪرڻ لاءِ؟..... ليکڪ جي حيثيت ۾ مونکي هي ناول ڪنهن هڪ شخص خاطر يا هن کي خوش ڪرڻ لاءِ لکڻو نہ آهي. هي هڪ سماجي ناول ٿيندو، جنهن ۾ موجوده سماج جي ڪن پهلوئن جي ڇنڊڇاڻ ٿيندي ۽ ان جي ڪن اوڻاين طرف ڌيان ڇڪائڻو پوندو. ان ۾، گلزار جي جيون ڪٿا ۾ ڪيتريون خيالي ۽ من گهڙت ڳالهيون ڏيڻيون پونديون ۽ هن جي ڪردار کي ڪنهن حد تائين ڦيرائڻو پوندو ۽ ڪي اهڙيون ڳالهيون بہ وجهڻيون پونديون، جن کي عام طرح ڏوهہ يا گناهہ سمجهيو ويندو آهي. مطلب آهي تہ اهي ڳالهيون قصي کي ٺاهڻ لاءِ خيالي هونديون. انهن کي توهان گلزار جي شخصيت ۽ ڪردار تي حملو نہ سمجهجو. ان طرح هن جيون ڪٿا جي شڪل بگڙجي ويندي.

قصو ائين لکڻو آهي جو سماج ۽ پڙهندڙ کي ڪجهہ حاصل ٿئي.....ڪهاڻيڪار.

سائين ڪهاڻيڪار!

مونکي تہ توهانجي هر ڪتاب جو انتظار رهندو آهي. هڪڙو پڙهي پورو ڪندو آهيان تہ وري نئين ڪتاب جو انتظار شروع ٿي ويندو آهي ۽هي ڪتاب نہ رڳو توهانجو هوندو، پر منهنجي محبوبياڻيءَ جي بہ آتم ڪهاڻي هوندي، ۽ صفحي صفحي تي هن جو نالو هوندو، هن جو بيان هوندو، وڏي ڳالهہ تہ ان ۾ منهنجي حياتيءَ جي مقصد يعني زناني تعليم عام ڪرڻ جو پرچار هوندو. سماجي لحاظ کان ڇا اها ڳالهہ گهٽ آهي تہ ان "جيون ڪتا" ۾ڪوٽن اندر ٿيندڙ ڪلورن جون جيئريون جاڳنديون تصويرون آهن...... منٺار.

# گلزار جي آتم ڪٿا

حويليءَ تي ڇاپو لڳي رهيو آهي.

ها، اڄ حويليءَ تي ڇاپو لڳي رهيو آهي.

اها حويلي، جا سٺن ڪوٺن ۾ بند آهي.

جنهن جو دروازو، حيدرآباد جي قلعي جي دروازي جهڙو سگهارو آهي. جنهن ۾ ڌاريو مرد اچڻ نه ڏنو. پر تَر پکي به مٿان اڏامڻ جو ست ساري نه سگهندو آهي.

جنهن ۾ ڪا عورت پرڻجي هڪ ڀيرو داخل ٿيندي آهي نه وري هن جو جنازو ئي در کان ٻاهر نڪرندو آهي.

جنهن حويليءَ جي پاڪائي ۽ تقدس لاءِ ماڻهن جون دليون ائين پريون ويون آهن، جئن هن حويليءَ جا مرد هڪ ئي ڳيت ۾ پيڻ لاءِ پنگ جا ڪونڊا پريندا آهن.

جنهن اندر ڏهڪاءَ کان، عقيدتمنديءَ کان، احترام کان، يا ڪيسا پرڃڻ ڪري قانون به اندر پير پائي نه سگهندو آهي....

اتي، اڄ، بوٽن جا نڪاءَ ڪندا، بندوقون تاڻيندا ۽ پردو ڪرڻ جو موقعو ڏيڻ بنا، ڏهه فوجي سپاهي اندر گهڙي پيا آهن: هنن سان گڏ حويليءَ جا شاهه به مرد به آهن. جي هونءَ نه هتي گجگوڙون ڪندا رهندا آهن، پر هينئر لٺ سان هڪلجندڙ ڍڳن وانگر هلي رهيا آهن. سپاهي نه رڳو اڱڻ ۾ اچن ٿا پر ڪمرن ۽ ڪوٺين، صفن ۽ ورانڊن، پانڊن ۽ تهخانن، رڌڻن ۽ ڪاڪوسن ۾ به ڪاهي پون ٿا. اسين حويليءَ جون بيبيون پنهنجا چهرا ۽ پنهنجا بدن لڪائڻ لاءِ بدحواس ٿي ٿيون وڃون. ڪي کٽن تي ليٽي رلين ۽ چادرن ۾ ويڙهجي وڃن ٿيون، ڪي پٽ پاسي منهن ڪري پٽ سان لڳي ويهن ٿيون، ڪي مروئجي سروئجي جتي ويٺيون آهن اتي چهرو لڪائي ويهي رهن ٿيون. ننڍين توڙي وڏين، جوانڙين توڙي پوڙهين جي حالت اها هي. ڪي نه مرڳوئي مورڇا ٿي وڃن ٿيون. سپاهي، هر هڪ بيبيءَ کي بندوق جي نوڪ سان چوڪ ڏيندا، اشارو ڪن ٿا نه هني حويليءَ جي اڱڻ ۾ ڪٺيون ٿيو. حويليءَ اندر پوري خاندان جا ڪيترائي گهر آهن. بيبيون بندوقن کان ڏڄنديون، ڊڄيون سنبيون، ٿڙنديون ٿاٻڙنديون، اچي اڱڻ ۾ ويهن ٿيون. مان به انهن ۾

آهيان. ان وقت اسان ٻيبين کي ائين ٿو لڳي جڻ ته نه رڳو حويليءَ جا ڪوٽ ڍهي پيا آهن، پر اسانجا ڪپڙا به لاٿا ويا آهن ۽ اسين اگهاڙيون ٿي ويٺيون آهيون.....
امتين جي اها مجال جو اهل بيت جي ائين بيحرمتي ڪن! زمين ڇونه ٿي ڦاٽي! آسماني اٺم بم ڪري، هنن بدتميز امتين کي ڀسم ڇونه ٿو ڪري! ۽ هي حويليءَ وارا اهل بيت مرد! هي ڪنڌ جهڪايو ڇو بيٺا آهن؟ ڪجهه ڪن ڇو نه ٿا؟ هنن جي غيرت ڇو نه ٿي ڀڙڪو کائي، هينئر مردانگي ڇو نه ٿا ڏيکارين يا صدمي کان دل ڇو نه ٿي ٽٽين!

تازو مارشل لا لڳو آهي. فوجي حڪومت پنهنجو شروعاتي دٻدٻو ڏيکارڻ ۽ اٿر وهارڻ خاطر ۽ اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ته هن جي حڪومت جي دور ۾ عوام ۽ ماڻهن کي انصاف پلئه پوندو ۽ هو سکيا ستابا ٿيندا، فوجي حڪمران رشوت، چوربازاري، سمگلنگ ۽ سماجي ڏاڍاين خلاف ڪات ڪهاڙا ڪڍي بيٺا آهن. هنن جي اهڙي نيت جي سچائي ۽ ترت ڪارروائين ڪري اهي خرابيون حالي گهٽي حد تائين بند به ٿي ويون آهن. ڀرپاسي ۾ پيرن ۽ وڏيرن جي ظلمن ۽ بي قاعدگين کي پنجو اچي ويو آهي. غريبن جون ڏهن ٻارهن سالن جون ڀڄايل عورتون به ماڻتن ڏي موٽايون ويون آهن. اسانجي حويليءَ جي مردن خلاف به آسپاس وارن درخواستون ڏنيون ته هي پير، زميندار ۽ ڏاڍا مڙس آهن ۽ ترَ جي ڪا سهڻي عورت هنن کان محفوظ نه آهي ۽ اسانجون ڄڻون ۽ نياڻيون کڻائي ويا آهن ۽ انهن کي زوريءَ وهاري وينا آهن ۽ سريتون بنائي ڇڏيو اٿن. هي ڇاپو ان سلسلي ۾ آهي ته اهي ستايل عورتون هٿ ڪري ماڻتن جي حوالي ڪيون وڃن.

حويليءَ جي وڏي ۽ ويڪري پڌر ۾. اتي جي عورتن جا ڌڻ اچي ڪٺا ٿيا آهن. انهن ۾ ٻيبيون، ٻانهيون ۽ سُريتون آهن. ٻيبيون هٿن ۽ پوتين سان پنهنجا چهرا پيون لڪائن ۽ ٻين کان وڌيڪ ڏنل آهن. انهن ۾ نيون ساماٽل، ڪنواريون، پرٽيل، مڙسن جون تڙيل، طلاقيل، حق بخشايل، پوڙهيون ڪنواريون، رنڙ، جوان ۽ ڪراڙيون آهن. ملٽريءَ وارا مڙني ضاعفن کي قطار ۾ ڪري بيهارن ٿا. مان به ته انهن ۾ آهيان. هو حويليءَ جي ٻنهي مردن کي ساڻ ڪري هرهڪ ضاعفان جي سامهون بيهي، مردن کان ڪڙڪي سان پڇن ٿا: "هيءَ ڪير آهي؟"..... مرد ٻيبين جي باري ۾ ته سچو رشتو ٻڌائن ٿا، پر ٻين مان هر هڪ لاءِ چون ٿا ته پگهاردار نوڪرياڻي يا ٻانهي آهي. سريتن جي باري ۾ سچي نه ٿا ڪن.

مان هي رنگ ڏسي رهي آهيان. مونکي خبر آهي ته انهن ۾ اسانجي مردن جون وهاريل ڏهه سريتون آهن. ڪن جي هڪ، ڪن جون ٻه ۽ ڪن جون ٽي. بابي جون به سريتون آهن. مان محسوس ڪريان ٿي ته اسانجي وڏن جو هي ڪڙ ڪڇيءَ ۾

پوندو ۽ ان جا نتيجا اگرا نڪرندا نٿي سگهي ٿو تہ اسان ٻيبين کي هن حويليءَ جي قيد مان ڪڍي، سرڪاري قيد ۾ بند ڪيو وڃي، جنهن مردن کي پوءِ ڪا غيرت اچي ۽ حقيقت ظاهر ڪن يا ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ هنن سرينن جي وارثن کي اندر اسانجي سامهون آندو وڃي، جنهن پاڻ اچي پنهنجين مائين جي سڃاڻپ ڪن. مان ٿي تہ هن حويليءَ جي ٻن ٽن پڙهيل ٻيبين مان هڪ آهيان ۽ انهن پڙهيلن ۾ وڏي پڻ. مان اهل بيت هجڻ جي ڦونڊ ڪان آجي بہ ٿي چڪي آهيان. مونکي ڪجهہ ڪرڻ کپي. مان قطار مان نڪري. انهن فوجين جي سامهون وڃان ٿي، جي پڇا ڪري رهيا آهن. هڪدم پنهنجي جاڻ سڃاڻ ڪرايان ٿي ۽ اهو بہ ٻڌايان ٿي تہ مان توهانکي اهو ٻڌائڻ لاءِ تيار آهيان تہ هن عورتن جي ميڙ ۾ ڪهڙيون وهاريل ۽ سريتون آهن. هو منهنجي تعليم يافتہ هجڻ، ماسترياڻي هجڻ ۽ منهنجي جرئت ڪان مرعوب ٿين ٿا ۽ شايد منهنجي سونهن ڪان پڻ.

مان اهي ڏهہ ئي سريتون هنن کي ڏيکاري، قطار مان ٻاهر ٻيهاريان ٿي، جنهن اسڪول ۾ ڪنهن خاص ڪم لاءِ ڪهربل شاگرياڻين کي ٻين ڪان جدا ڪري ٻيهاريندي آهيان. مان سپاهين کي انهن جا نالا پڻ ٻڌايان ٿي. هنن جو مون تي پورو ڀروسو ٿي ويو آهي. هو عورتن جي باقي قطار ڏي نهارين ٿا. سريتن ڏي نهاري ٿا، حويليءَ جي ٻنهي مردن ڏي نهارين ٿا جي ڪنڌ جهڪايو بيٺا آهن ۽ ڪجهہ ڪونہ ٿا ڪڇن ۽ هو مون تي بہ هڪ ڀرپور نگاهہ وجهن ٿا.

بہ ٽي سپاهي سريتن کي ٻاهر وٺي وڃن ٿا. بہ ٽي سپاهي ڏاڍي حقارت ۽ بي عزتيءَ مان ٺيلها ڏيندا حويليءَ جي ٻنهي مردن کي بہ ڀنيان هڪليندا وڃن ٿا. پڇاڙيءَ ۾ سپاهين جي ان دستي جي ڪمانڊر، مونکي فوجي سلام ڪري، ڪئڪ مارچ ڪندو، در ڏانهن وڌي ٿو.

منهنجي مٿئين قصي ۾ هڪڙي ابتڙائي نظر ايندي: پهرين مون لکيو آهي تہ هن حويليءَ ۾ جا ڇوڪري جنم وٺندي آهي، سا مرڻ ڪانپوءِ ٻاهر نڪرندي آهي. پوءِ ڄاڻايو اٿم تہ مان پڙهيل ڪڙهيل ۽ ماستريءَ جي نوڪريءَ ۾ آهيان. ان ابتڙائيءَ کي ٺي ڇٽو ڪرڻ خاطر پنهنجي هيءَ "گلزار جي جيون ڪٿا" لکي اٿم. مان ڪا باقاعدي هيءَ پنهنجي ڊائري نہ لکي هئي ۽ نہ جو ڪجهہ ڪٿا ۾ لکيو اٿم سو سلسليوار يا تاريخوار آهي. پنهنجي حياتيءَ جا واقعا ۽ ويچار جئين جئين ياد ايندا ويا، سي ڇڙوڇڙ نموني لکندي ويس. نہ وري مان ليکڪ آهيان جو منهنجي لکڻيءَ ساهتڪ خوبيون ڳوليون وڃن. جي ڪنهن ساهتڪار مهرباني ڪئي تہ هو منهنجي هن آتم ڪهاڻيءَ کي سنواريندو ۽ سڌاريندو.

# جائي نہ چوري

اونداهي رات جو وچون پهر آهي. چلهيون، ڏيا، چمنيون ۽ لالٽين وسامي ويا آهن. حويليءَ جي بہ ٻين گهرن ۾ اونداهہ آهي. فقط هن گهر ۾ بہ شمعدان پيا ٻرن. گرمي آهي ۽ هوا ڪانہ ٿي چري. ڳوٺ جي مانيٽي ماحول ۾هي رڙيون، ڪيڪون ۽ ڇيخون چٽيون ۽ ڇيندڙ ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون. رڙيون ڪندڙ کي ڪنهن پاسي آرام نہ ٿو ملي. هوءَ ڦٿڪي رهي آهي، ليٽڙي رهي آهي، ٻلاٽيون ڪائي رهي آهي. ننڊ آرام جو وقت هوندي بہ پاڙا وارا ۽ ڳوٺ وارا خيريت جي خبر پڇڻ لاءِ ايندا هئا ها. حويليءَ جون گهٽيون عورتون، همدردي ۽ انتظار جي جذبن سان ٽمٽار، هتي اچي ڪٺيون ٿيون آهن. اتفاق سان هن جو پيءُ اتي ٽڪيل هو. هن کي اندر ۾ وڍ پيا پون. هو ليٽي يا سمهي نہ ٿو سگهي.

انهن ڏينهن ۾ بجلي ڪانہ هئي، رستا ڪچا هئا، نہ هنن وٽ ۽ نہ آسپاس جي ڪنهن زميندار وٽ جيپ هئي. ڏهن ڪوهن ۾ ڪو ڊگري پاس ڊاڪٽر ڪونہ هو. جي هجي ها تہ بہ مرد ڊاڪٽر کي ڪيئن ڏيکاريو وڃي ها. پنجاهہ ڪوهن ۾ ڪا ڊاڪٽرياڻي ڪانہ هئي ۽ ڊاڪٽرياڻي ايترو پري اچڻ کان انڪار ڪندي هئي.

مڙس چڙي پيو آهي: "دنيا جهان جون عورتون پيون ويم ڪن، باقي هن ٻن ڏينهن ۽ ٻن راتين کان ملڪ ڪٺي تپائي ڏنو آهي.... رڙيون ڪري اسانجا نشائي ٽوڙي ڇڏيا اٿس، هاٺي ننڊ ڏوڙ ايندي... هوءَ بہ انهن چورڻ ۾ واڌارو ڪندي، جي اول ئي حويليءَ ۾ڪنيون ٿي رهيون آهن. ٻيو ڪهڙو شهزادو ڄڻي ڏيندي..."

هو اهڙيون ڳالهيون ڪري، حويليءَ مان نڪري، اوطاق ۾ وڃي ٿو سمهي.

ويم جي سورن واري ٻيبيءَ کي هن کان اڳ ٽي ٻار ٿيا هئا ۽ ٽيئي ڏيئر هيون. پهرين مئل جائي هئي. ٻي جمڻ ڪانپوءِ پهرين ڏينهن ئي گذاري وئي ۽ ٽين ٽن سالن جي عمر ۾ مري وئي. ماءُ هئي، هن کي صدمو ٽيڻ سياويڪ هو. پر سگهوئي پنهنجي غم تي قابو پائي هن اطمينان جو ساهہ کنيو هو. حويليءَ ۾ پئدا ٿيندڙ ڌيئرن ۽ ڇوڪرين جو حشر هوءَ ڏسي رهي هئي. هن کي ساري ڄمار ڪنوارو رهي گذارڻو پوندو هو. هو جوانيءَ جو هڪ هڪ لمحو اندر ئي اندر اپامندي، سڙندي ۽

ڳرنديءَ بسر ڪنديون هيون. عرب، اسلام کان اڳ واري پنهنجي ان تهذيب جو يادگار هتي حويلين جي صورت ۾ ڇڏي ويا آهن. جنهن ۾ هو ڏيئرن کي جيئرو پوري ڇڏيندا هئا.

ٻار کي ٻاهر اچڻ ۾ ڪا اٽڪ پئدا ٿي پئي هئي. ڳوٺ جون دايون ۽ ڏاهيون مايون. پنهنجا داوَ ۽ دوائون لڳائي وڏا وس ڪري رهيون آهن. ٻيبي انهيءَ اميد تي حوصلي کان ڪم وٺي رهي آهي ته هن ڀيري شايد پٽ ٿئي. نيٺ ٻن ڏينهن ۽ ٻن راتين جي عذابن ڪانپوءِ هن جي جان ڇٽي ٿي. هوءَ ٿڪاوٽ ۽ هيٺائيءَ ڪري بيهوش ٿي وئي. وري ٻي مصيبت منهن ڪڍيو. اور نه ٿي نڪتي ۽ رت جي نيسر چالو ٿي وئي. داين ڪيس خراب ڪري ڇڏيو هو.

ٻيبيءَ کي هوش آيو ته پهريون سوال هن اهوئي ڪيو ته پٽ آهي يا ڌيءَ؟ جڏهن هن کي ٻڌايو ويو ته ڌيءَ آهي ته هن جا چپ ڇڄي پيا. هن جو پيلو چهرو وڌيڪ پيلو ٿي ويو. هن جو ساهه اڪڙڻ لڳو. ائين محسوس ٿيو ته هن جي جيئڻ جو پڇاڙڪو سهارو به ختم ٿي ويو. رت وهندر رهيو. ڪوبه حيلو ڪارگر نه ٿيو. ان ڏينهن ئي هن لاڏاڻو ڪيو.

اهڙي ريت، حويليءَ ۾ ڪنيون ٿيندڙ ڇورين ۾ منهنجو به اضافو ٿيو.

منهنجي نياپاج جو بار منهنجي ڀڦيءَ کنيو. ورنه بابي مونکي پالڻ لاءِ ڳوٺ جي هڪ ٻي ذات وارن کي ڏيڻ ٿي چاهيو. جن جي هڪڙي ڪنواري ڇوڪريءَ سان هن جا ناتا هئا. ڀڦي پنهنجي ڀائرن ڀينرن ۾ وڏي هئي. هوءَ اٽيرٽيل حق بخشايل هئي ۽ ان وقت هن جي عمر چاليهن کان چڙهي چڪي هئي. حويليءَ ۾ مردن جو، عورتن سان بي انصافي ڪرڻ رواجي رويو هو، پر ڀڦي سيني ۾ وڏي شَي ۽ هن جي شخصيت ۾ ڪا ڏيا به هئي. انڪري سڀ هن جو ادب ۽ لحاظ ڪندا هئا. انهن ڏينهن ۾ منهنجن ننڍن ٻن چاچن جون شاديون به ٿيون. انڪري ڀڦيءَ تان گهر جي پٽ ڪوهه جي هلڪائي ٿي. ڀڦيءَ منهنجي سنڀال واسطي هڪ ٻانهي رکي ۽ کير واسطي ٻڪري. ڪي عورتون مونکي حويليءَ ۾ ٽج پيارڻ ايندڀون هيون، يا مونکي هنن جي گهر موڪليو ويندو هو.

ڀڦيءَ کي سيڪو "جيجي" سڏيندو هو.

اهي خبرون مون ٻين کان ٻڌيون.

هاڻي منهنجي سانير جون ڳالهيون:

منهنجي پاڙي ۾ ميمڻن جا گهر هئا. جڏهن مان ستن اٺن سالن جي ٿيس ته انهن جي گهر وچي اتي جي ڇوڪرين سان کيڏڻ تي اچي هريس. هو ڪڏهن

ڪڏهن ڳوٺ جي ٻاهران وارين ٻنين ۽ باغن ۾ رانديون ڪرڻ وينديون هيون. مان ٻہ هنن سان اوڏانهن وڃڻ لڳس. اتي هڪڙو واٽر ڪورس هوندو هو. اهي ڇوڪريون ان ۾ ڪپڙن سوڌو وهنجنديون ۽ ٽڙڳنديون هيون. پر مان پاڻيءَ ۾ ڪونہ گهڙندي هئس. ان هنڌ هڪڙو ڏنار جوان ڇوڪرو ٻڪريون چاريندو اچي نڪرندو هو. هو وڻن مان ٻير، سنگريون يا گيدوڙا لاهي، اسانکي کارائيندو هو. پوءِ هو واٽر ڪورس ۾ گهڙي، وهنجندڙ ڇوڪرين سان ڪيڏڻ جي نموني پاڻي اڇلائيندو هو ۽ هنن کي ترڻ سيکارڻ جي بهاني هنن جي جنگهن ۽ سترن ۾ ڪتڪتايون ڪندو هو ۽ هو ڪرڙيءَ وانگر ڦتڪڻ ۽ کلڻ لڳنديون هيون ۽ مان پڻ ٻاهر ويٺي خوشي ٿي کلندي هئس. مونکي چڱا چوکا ڪپڙا پهريل ڏسي، ان ڏنار ڇوڪرين کان پڇيو هو تہ ڇا هي پيرن جي ڇوڪري آهي. ڇوڪرين ٻڌايس تہ ها. هو مونکي ڪجهہ نہ چوندو هو ۽ نہ ڪا ڇيڙڇاڙ ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن هو واٽر ڪورس ۾ وهنجي رهيون هيون ۽ هو ڏنار ڪونہ هو تہ هنن مونکي چيو تہ تون ٻہ پاڻيءَ ۾ ٽپي پئو ۽ اچي اسان سان گڏ تڙ ڪر ۽ ٽپيون ڏي. مان ڏاڍي ڏٻري ۽ ڪمزور هئس، چو تہ ٻالڪپڻ کان ئي گهڻو ڪري بيمار رهندي هئس، شايد ماءُ جي ڪوسي گود ۽ پيءُ جي ڌيان کان محروميءَ ڪري. مان واٽر ڪورس ۾ گهڙڻ کان نٽائڻ لڳس. هنن چيو تہ اسان جيجيءَ کي ڪونہ ٻڌائينديونسين ۽ ڏاڍو زور ڀريائون. منهنجي دل ٻہ چيو پئي، سو مان ٻہ ڪپڙن سوڌي پاڻيءَ ۾ گهڙي پيس. هو ڇوڪريون تہ پاسن کان الائي ڪهڙي اٽڪل سان وهنجنديون هيون. پر مون جڏهن ئي ٽپو ڏنو تہ وچي تر ورتم ۽ ٻڏڻ لڳس ۽ گهوتا کائڻ لڳس. ڇوڪريون گهٻرائجي ويون ۽ وٺي رڙيون ڪيون ۽ هڪڙي اسانجي اوطاق ڏي ڀڳي. اتي بابو ۽ هڪ ٻيلي موجود هئا. ٽتل ۽ ٽاڪ منجهند هئي. بابو سمهيو پيو هو ۽ ٻيلي جهلي جڪي رهيو هو. ٻئي وٺي ڀڳا ۽ جنهن وقت مونکي پاڻيءَ مان ڪڍيائون تہ ان وقت اڌ مئي هئس. مونکي اونڌو جهلي ڦقڙن ۽ پيٽ مان پاڻي ڪڍيائون ۽ مون نيڪ طرح ساهہ کڻڻ شروع ڪيو. جيجيءَ تائين اول ئي اها خبر پهچي چڪي هئي ۽ اها خبر ٻڌڻ سان هن کي ڏندڻ پئجي ويا هئا. مونکي گهر کڻي آيا تہ هوءَ ٻہ هوش ۾ آئي.

ٻڏڻ ڪري مان ڪيترا ڏينهن بيمار رهيس. چاچا ڊاڪٽر منهنجو علاج ڪندو هو. هو نہ منهنجو چاچو هو ۽ نہ ڊاڪٽر هو. بابي جو دوست هو ۽ نڙڪو ڊاڪٽر هو. ڪيترن ڏينهن کان هن ڳوٺ ۾ ڊاڪٽري ڪندو هو. ٻيو ڪو ڊاڪٽر نہ هجڻ ڪري ڳوٺ ۽ آسپاس جا رهاڪو هن کان علاج ڪرائيندا هئا. حويليءَ وارا

بہ. اينري قدر جو ضرورت وقت ببييون بہ هن کان پردو نہ ڪنديون هيون.

مان اجا ڪنڌ ڪڻ جهڙي ٿيس تہ ميمڻ ڇوڪرين کي پنهنجي گهر ۾ گهرائي، هن سان گڏين راند رهڻ لڳيس. هڪ ڏينهن منجهند جو، جنهن وقت گهر جا ڀاتي ستا پيا هئا تہ ڪيڏڻ دوران مون ڇوڪرين کي چيو تہ هلو تہ رستو هلي گهمي اچون. اسانجي ڳوٺ جي پرسان لنگهندڙ رستو ڏامر جو پڪو نهي رهيو هو. اتي ٽرئڪٽر، بلڊوزر ۽ ٻيون مشينون پيون هلنديون هيون ۽ کوڙ مزرو پيا ڪم ڪندا هئا. اهي مزدور، مستري ۽ آفيسر بسڪوٽن ۽ کاڌي پيتي جي پين شين جا پلاسٽڪ ۽ ٽين جا رنگبرنگي پاڪيٽ. دٻا ۽ گلاس پيا اڇلائيندا هئا ۽ ڳوٺ جون ڇوڪريون اهي ميڙي کڻي اينديون هيون. مونکي شوق هو تہ مان بہ اهڙيون شيون کڻي اچان. سو ان وقت ڇوڪرين کي چيم تہ هلو تہ هلون. ڪن ڇوڪرين اهو چئي انڪار ڪيو تہ ان ڏينهن تون واٽر ڪورس ۾ ٽي ٻڏينءَ تہ تنهنجا مائٽ پيا اسانکي موچڙا هڻن. هينئر جي توسان هلنديوسين تہ تنهنجا وڏا. جي ڏاڍا مڙس آهن، سي اسان غريبن کي هتان لڏائي ڪيندا. مان اهڙين ڇوڪرين سانَ ڪتي ڪٽي ۽ هن کان پنهنجيون گڏيون ڪسي ورتم. باقي بہ ڇوڪريون مون سان گڏ هليون. مان بيماريءَ ڪري ڏاڍي ضعيف ٿي وئي هئس ۽ ان وقت گرمي بہ ڏاڍي هئي، سو جلد ئي ٿڪي پيس ۽ مشڪل سان هلي پئي سگهان. وري مصيبت اها ٿي جو رستي جي ويجهو پهتاسين تہ ٻن ڪتن ڀونڪندي اچي اسانکي ورايو. ٻيون ڇوڪريون تہ ڀڃي وڃي الائي ڪٿي لڪيون، پر مان ڀڃي ڪانہ پئي سگهان، پر ساڻ ، سڀ ڪنهن کي پيارو آهي سو دانهون بہ ڪرڻ لڳس ۽ ڊڪڻ جي ڪوشش بہ ڪرڻ لڳس ۽ هڪ هنڌ ٿابو ڪائي وڃي ڪريس. هڪڙو ڪتو پهچي ويو ۽ منهنجي هڪ ٽنگ جي پنيءَ ۾ چڪ هڻي ڪڍيائين. مان اوٻاسين ۾ پئجي ويس. رستو اڏيندڙن پٺاڻ مزدورن جو اهو ڏٺو. سو لٺيون کڻي، هڪلون ڪندا ڀڄندا آيا. ڪتن کي ڀڄائي مونکي اچي کنياتون ۽ وڻ جي ڇانو ۾ ڪري وهاريائون. مان سڄي ڏکي ۽ روئي رهي هئس. هن مونکي پاڻي پياريو ۽ ڪتي واري چڪ تان رت صفا ڪري، نسوار ٻرڪي، پٽي ٻڌائون.

هن مونکي دم دلاسو ڏنو ۽ پڇيائون تہ تون ڪير آهين؟ هڪ پٺاڻ چيو تہ تون منهنجي ڪلهي تي چڙهہ تہ توکي تنهنجي گهر ڇڏي اچان. مونکي وري نئين ڊپ اچي ورايو. مون ٻڌو هو تہ لالا پٺاڻ ننڍڙن ٻارن کي کڻي ويندا آهن ۽ هن کي کهي ڇڏيندا آهن. مون هيڏانهن هوڏانهن نهاريو. پر مائٽن مان ڪا پهر ايندي نظر ڪانہ آيم. مان زور زور سان رئڻ لڳيس. پوءِ پٺاڻ کي چيم تہ تنهنجي ڪلهي

تي ڪانـ چـڙهندس. باقي مـونکي پنڌ وني هل. هن مـونکي هٿ کـان ورتو ۽ منڊڪائيندي حويليءَ ڏانهن رواني ٿيس. ڳوٺ کي ويجهو پهتاسين تہ چاچي تي نظر پيم جو هڪ نوڪر کي وٺي اچي رهيو هو. ڊپ کـان منهنجو ساهہ سڪي ويو ۽ ويتـر وڏيڪ زور سـان روئڻ لڳس. "چـوري، دل تہ چـوي ٿي تہ ڏک ئي هڪـڙو ڪيانءِ. پر مرحيات ياچائيءَ جي پنهنجي حياتيءَ جي پوئين گهڙين ۾ تو لاءِ ڪيل پارت تي ياد اچيم. جڏهن توکي انهن ميمڻ ڇوڪرين سان راند ڪرڻ کان جهليو بہ اٿئون تڏهن بہ مڙين ڇونہ ٿي؟" چاچي پري کان ئي ڇڙ مان چيو.

"چاچا، مون پاڻ ئي ڇوڪرين کي چيو تہ مون سان گڏ گهمڻ هلو تہ توهان کي گڏيون ڏيندس. هو مونکي ٺورئي وٺي هليون." مون سڏڪا ڀريندي چيو.

ان تي چاچي کي کِل اچي وئي.

"مان تہ هاڻي ڪجهہ ڪونہ ٿو چوانءِ. هل گهر تہ هلي پڙهين کي ٿو ٻڌايان تہ هيڏي ڏاگهہ تي آهي، تڏهن بہ تتل ڏينهن جو وتي ٿي جنهگن ۾ رلندي. پاڻهي اهو ڪلا هٽنديءَ." چاچي ڏمڪي ڏني.

بابو گهر ۾ هو يا نہ، اها خبر ڪانہ پيم. ڇو تہ هو حويليءَ ۾ ٻئي گهر ۾ رهندو هو ۽ مان جيجيءَ سان الڳ گهر ۾ رهندي هئس. بيماريءَ جي نستائي، صدمو، ڪتي جي چڪ ۾ سور، متان وري بابي جي موڇڙن جو ڊپ. سو سانجهي ٿيندي ٿيندي اهڙي اچي ٻرو چڙهيو جو صفا غش ٿي ويس ۽ وڪڻ لڳس.

انڪري مار کان بچي ويس.

جڏهن ڳوٺ ۽ آسپاس جي طبيبن ۽ نڙڪو ڊاڪٽرن جي علاج جو تير منهنجي بيماريءَ جي نشاني تي نہ لڳو ۽ بيماري وڌڻ لڳي ۽ منهنجي حالت خراب ٿي وئي تہ مائٽن مونکي ميهڙ ڪٽائي هلڻ جو نبيرو ڪيو. اتي منهنجا ناناڻا هئا ۽ شهر هجڻ ڪري اتي سرڪاري اسپتال بہ هئي ۽ خانگي ڊاڪٽر بہ هئا.

ٽيشڻ تائين پهچڻ جو ذريعو، ڪچي رستي تان، فقط اٺ يا ڏاند گاڏيءَ جي سواري هئي. ڏاند گـاڏيءَ ۾ ڪانين جي آڏار تي تُوئي جو اولو ناهيو ويو ۽ ان ۾ اندر جيجيءَ کي ۽ مونکي وهاريو ويو. چاچو اسان سان ساڻ هو. واٽ تي هڪڙي هنڌ، چاچي ٻيل گاڏيءَ واري کي چيو تہ گاڏي جهل تہ مان هتي فاتحہ پڙهي وٺان. مون ٻارائي شوق وچان، توئي جي وٿين مان ٻاهر نهاريو. رستي جي پاسي ۾ ٿورو پريرو هڪـڙي ڪچي. قبر هئي. ان جي پرسان ڪڪائون منهن نهيل هو. اتي وڻ، وليون ۽ ٻوٽا بہ هئا. ائين تہ چوڌاري سايون سايون ٻنيون ۽ وٽڪار هئي. مون ڏٺو تہ چاچو قبر متان ٻيهي، هٿ ٻڪ وانگر جهلي، چپن ۾ ڪا دعا پڙهي رهيو هو.

هاڻي ٿورو انتظار ڪيو. پنهنجي نندپڻ جي هيءَ ڳالهه پوءِ ٿي پوري ڪريان. پهرين هن ساڳئي هنڌ جي پنهنجي وڏپڻ جي جاچنا ٿي ٻڌايان.....

ڪجهه سال ٿيا ته اسين هڪ ڀيري وري ميهڙ مائٽن ڏي ٿي وياسين. ان وقت منهنجي عمر ست سال نه پر پنجويهه سال هئي. رستو هاڻي ڏامر جو پڪو ٿي ويو هو ۽ اسين جيپ ۾ سفر ڪري رهيا هئاسين. ٽي ڀيڀيون هيونسين ۽ چاچي سميت ٽي مرد. وري ساڳئي هنڌ. قبر جي قريب. جيب بيهاري وئي ۽ چاچي چيو ته اسين فاتحه پڙهي اچون ٿا. ٽيئي مرد لهي ويا. مون ڏٺو ته ڪچي قبر مٿان ڪاشيءَ جي سرن وارو پڪو قبو اڏجي ويو هو ۽ اندر قبر به رنگين سرن واري ٿي وئي هئي. اتي نم، سنجهي ۽ انبن جا ڳچ وڻ بهاري لايو بيٺا هئا. ڪندي، ڪرڙ، ڪبڙ ۽ ديويءَ جا وڻ به جام هئا. انهن وڻن جي ٽارين ۾ ان ڳڻيون رنگبرنگي اڳڙيون ڳنڍيون ڏئي ٻڌيون ويون هيون ۽ وڻن تي جدا جدا رنگن جي ڪپڙن جون ڪانين ۾ لڳل جهنڊيون جهولي رهيون هيون. وڻن جي هيٺان پيئڻ جي پاڻيءَ جا وڏا وڏا مٽ ۽ جمنيون رکيون هيون. ڪچي منهن بدران پڪي لانڊي ٺهيل هئي ۽ ان جي اندران گهنگهرن واري ڏنڊي سان پنگ گهوتجڻ جو آواز اچي رهيو هو ۽ وقتي وقتي "علي! علي!" جا نعرا ٻڌجي رهيا هئا. ٻين ماڻهن سان گڏ ڪاري ڪفني پائل ڪي فقير به لانڊيءَ ۾ اچي وڃي رهيا هئا.

قبي جي در وٽ ڪجهه تليون ٽنگل هيون. جيڪو به زيارتي اندر ٿي گهڙيو ته پهرين هن تلي ٿي وڄائي. چوڌاري ماڻهن جو چڱو چوکو ميلو ٿي نظر آيو. مرد به هئا، عورتون به ۽ ٻار پڻ. اهي سڀ زيارتي ۽ سوالي هئا. ڪجهه بيل گاڏيون بيٺيون هيون. جن ۾ بيمار ڪي درگاهه تان شفا جو سوال ڪرڻ لاءِ آندو ويو هو. ڪن روڳين کي ڪٽن تي ڪٽي آيا هئا. ڪيترن ئي گهرن جا پاڻي ٽوليون ناهيو نم يا انبن جي ڇانو هيٺان ويٺا هئا. هڪڙي پاسي ڪان لنگر جون ديڳيون رڌجي رهيون هيون..... اوچتو قبر جي اولهه پاسي منهنجي نظر وڃي ٿوهن تي پئي. ڪافي ايراضيءَ ۾ ٿوهن جون ولبيون هيون ۽ ساون ولبن جي وچ ۾ رنگين پيلا ٿوهه نظر کي ڏاڍا ڀلا لڳي رهيا هئا. مون ٿوهه ڏسي مرڪي ڏنو. اهو پوءِ ٻڌائيندس ته ڇو؟.....

سو مون پنهنجي نندپڻ جي ڳالهه ٿي ڪئي ته بيماريءَ ڪري مائٽ مونکي منهنجي ناناڻن ڏي وٺي هلي رهيا هئا. اتي پهتاسون ته نانو مونکي ڏسي ڏاڍو سرهو ٿيو. مامي ته مونکي ڏسي روئي ڏنو ۽ ڳراٽڙي پائي پيار ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو ته هاڻي تون ئي منهنجو اولاد آهين، تون ئي منهنجو سهارو آهين. ان وقت هن جو ذهني

توازن نيڪ نہ هو. چوتہ تازوئي هن جا بہ پٽ هڪ ٻئي پنيان موت جو شڪار ٿي ويا هئا. هڪڙو ڇهن سالن جو هو. جو لغڙ اڏائيندي ڇت تان ڪري پيو هو ٻئو ٻڏي پيو هوس.

مامي جو ٻيو پٽ ويهن ورهين جو هو. زمينداري ۽ پيري مريديءَ ۾ هو پيءُ جو مددگار ٿيندو هو. اهو اسانجي ڳوٺ طرف پنهنجن مريدن کان ڏن اڳاڙڻ آيو هو. بہ ٽي ڏينهن اسان وٽ ٽڪيو. هڪ ڏينهن منجهند جو هو ميهڙ وڃڻ لاءِ سنيربو. ان ڏينهن گرمي بہ ڏاڍي هئي. سو بابي جن جهليس تہ ٻئي ڏينهن صبح جو سوير نڪرجان. ٻي ڳالهہ تہ هن صبح کان وٺي اوتاري تي ڏاڍي ڀنگ پيتي هئي ۽ نہ رڳو ڀنگ پر شراب جا بہ ڇگا پيالا ڏوکهيا هئائين. شايد ڏن جا جام پئسا مليا هئس، ان مستيءَ ۾. هن جون اکيون ڳاڙهيون ۽ ڪيپ پريون هيون. انڪري بہ بابي وارن هن کي ڇڏڻ نہ ٿي چاهيو. پر هن ضد ڪيو تہ ٻوڏ جو خطرو مٿان بيٺو آهي، انڪري منهنجو وڃڻ ضروري آهي. ڪو وهٽ بہ ڪونہ مليو ۽ ٽيشڻ تائين پنڌ ڪي وديائين. ڪيسي ۾ ڏن مان مليل هزار کن روڪ هئس ۽ سامان جي هڪڙي ڳنڍ بہ هئس جنهن ۾ گيهہ جو شيشو. ماکيءَ جو شيشو ۽ مريدن وٽان مليل ٻيون سوکڙيون پاکڙيون هئس.

هن جي رواني ٽيڻ ڪانپوءِ، اسانجي هڪڙي مائٽ خار مان چيو ”هوندس ڪنهن چوري يا چوريءَ سان اڄ رات ملڻ جو انجام. انڪري ڪٽي ايڏي هوڏ ڪيائين!“

سج پهاڙن پنيان پردو ڪيو تہ اسانجي ڳوٺ جو هڪ دڪاندار گهوڙي کي ڊوڙائيندو ۽ پاڻ بہ سهڪندو، بابي وٽ اوطاق ۾ اچي پهتو ۽ ٻڌايائين تہ توهانجو فلاڻو مائٽ ڇوڪرو رستي جي پرسان مئو پيو ي. بابي جا تہ تر نڪري ويا. حالي تہ هوش اڏامي ويس. پوءِ ڳالهہ دماغ ۾ ويٺس ۽ گهوڙن ۽ انن جو انتظام ڪري، گهر جي ماڻهن ۽ راڄ سميت سرزمين تي پهتو. جا بہ ميل کن هئي.

لاش رستي کان پاسيرو هڪ شاخ جي پرسان پيو هو. شايد اوسات ڪري فوتي شاخ مان پاڻي پيئڻ جي ارادي سان اوڏانهن وڌيو هو، پر ان جي ڪپ تي پهچڻ کان اڳ ئي ڪري پيو هو ۽ دم ڏنو هئائين. شايد ڏينهن لڳو هوس يا شايد ڀنگ ۽ شراب جي زهر چڙهڻ ڪري مئو هو. ميهڙ ڏي بہ ماڻهو موڪليو ويو ۽ پوليس کي بہ اطلاع ڏنو ويو. پوليس اچڻ ۾ دير ڪئي. پرهہ ڦٽيءَ جو مس پهتي. ايستائين فوتيءَ جو پيءُ، نانو ۽ ٻيا رشتيدار بہ پهچي ويا.

پوليس ڏاڍيون ڊگهيون آڏيون پڇائون ڪرڻ لڳي ۽ ڀيانڪ الزام

مڙهڻ لڳي ۽ وڏيون وڏيون رپورٽون لکڻ لڳي ۽ ضد ڪين تہ پوسٽ مارٽم ضرور ٿيندو. مائٽن ڪنهن بہ قيمت تي پوسٽ مارٽم ڪرائڻ نہ ٿي چاهيو. پوليس جو علاج ڪيو ويو. هنن کي چڱي خاصي رقم ملي تہ هو سڀ رپورٽون ڦاڙي، ڍهڪاءُ ختم ڪري، هليا ويا.

هاڻي مائٽ مٽ ۽ مريد مڙا. هن جي دفن جي باري ۾ صلاحون ڪرڻ لڳا. سچ چڙهي آيو هو.

ڳالهين ڪندي اسانجي ڳوٺ جي هڪڙي همراهہ چيو "نندو سائين تہ پهتل شخص هو پهتل! ولي هو ولي!" هو مامي جو مريد هو.

"ها سائين، نيٺ بہ سيدزادو هو." ڪنهن ٻئي چيو.

"پر مان رسمي ڳالهہ ڪانہ ٿو چوان. مان توهانکي حقيقت ٿو ٻڌايان. توهانکي تہ خبر آهي تہ درياهہ جو پاڻي بيحد چڙهيل آهي ۽ گذريل رات پاڻيءَ جو وڏي ۾ وڏو وهڪرو هتان لنگهي ويو ۽ ٻوڏ جو وڏو خطرو هو. اسانجي تر وارن رات جاڳي گذاري آهي. پر اها آفت ٽري وئي ۽ توهان مان ڪنهن کي خبر بہ نہ هوندي تہ اها آفت، اهو تباهيءَ جو راڪاس ڪنهن ٽاريو؟" پهرين مريد سڀني ڏي نگاهون ڦيريندي چيو.

"اسانکي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي، تون ئي ٻڌاءِ." ڪيترن هڪ ئي وقت اتاوليءَ مان پڇيو.

سڀ هن ڏي سوالي نظر سان نهارڻ لڳا.

هن وري بہ سڀني تي متاچري نظر ڊوڙائي ۽ چوڻ شروع ڪيائين "ڪالهہ نندي سائينءَ اسانجي دعوت ڪاڏي هئي. پوءِ سڀئي سندس مريد هن سان اوتاري ۾ ملڻ ويا هئاسين ۽ سائينءَ کي گڏجي عرض ڪيو هوسين تہ درياهہ جو پاڻي ڏاڍو چڙهيل آهي، بندن تان اٿلڻ وارو آهي، دعا گهرو تہ اها مصيبت ٽري، نہ تہ ٻوڏ اسانجو سڀ ڪجهہ لوڙهي ڇڏيندي. پوءِ سائينءَ جن ٿيءَ ۾ پئجي ويا ۽ نيٺ جلال مان چيائون تہ هتي ٻوڏ هرگز نہ ايندي، جي مولا ان لاءِ منهنجي سر جي قرباني گهري تہ مان پنهنجو پاڻ قربان ڪري بہ هتي جي خلق کي ٻوڏ جي تباهيءَ کان بچائيندس. ۽ سائينءَ ائين ڪري ڏيکاريو. هن پنهنجي حياتي قربان ڪئي ۽ گذريل رات جيڪو اٿل جو خطرو هو، سو ٽري ويو!"

"سبحان الله! سبحان الله!..... حق مولا! حق مولا!..... اسان نندي سائينءَ جو قدر نہ ڪيو..... هو پهتل پير هو. اسان هن کي نہ سڃاتو. پر هاڻي اسان هن کي سڃاتو آهي، اسان هنجو قدر ڪنداسين. هن جي قبر تي ميلا ملاکڙا لڳندا ۽ هن

جي دعائن سان هن تر ۾ نـہ بيماري رهندي ۽ نـہ ڪا قدرتي آفت ئي ايندي!" هي آواز هو ڏنل شـاهہ جـو. هو منهنجي مـامي جـو سـهرو هو ۽ گـٽـنـگ مـوالي هـو ۽ منهنجي ان فوتي ماروٽ تي بہ هن جو ئي اثر هو. ۽ ڀنگ جون ۽ ٻيون عادتون هن ئي وڌيون هئس.

"هن کي دفن بہ ان جڳهہ تي ڪيو، جتي هن مريدن لاءِ جان ڏني آهي، اها هاڻي پاڪ جڳهہ ٿي وئي آهي!" ڏنل شاهہ پنهنجو فيصلو ٻڌايو.

حقيقت ۾ دفن جو مامرو ڏاڍو مشـڪل هو. ميهڙ تائين لاش کڻي وڃڻ لاءِ ڪو سـولـو وسـيلو ئي ڪونہ هو ۽ لاش کي اڃي ئي اٺ پـهـر ٿي ويا هـئـا ۽ سـخـت گرميءَ ڪري هاڻي ئي ڌپ ڪرڻ شروع ڪئي هئائين.

ڪن چاهيو، ڪن نہ چاهيو، پر هن کي اتي ئي پوريو ويو.

جلد ئي آسپاس ننڍي سائينءَ جون ڪيئي ڪرامتون مشهور ٿي ويون. خاص ڪري هي تہ هن ٻوڏ کي ٿاري ڇـڏيو. پوسٽ مـارٽم لاءِ کـڻـي وڃڻ لاءِ هن جي جسم کي پوليس وارن هٿ لاتو تہ هو انڌا ٿي پيا ۽ دانهون ڪندا ونڻي پڳا ۽ جڏهن ان ارادي کان توبهہ ڪيائون تڏهن وڃي سندن اکين جي روشني موٽي. انهيءَ ڪري ئي تہ ان لاش جو پوسٽ مارٽم ڪونہ ڪين.

مان مهينو کن ناناڻن ۾ رهيس. سرڪاري ڊاڪٽر منهنجو علاج ڪندو رهيو. بيماري تہ اينتري ڪانہ رهي هئي، پر نستائي اڃا بہ ڏاڍي هئم. چاچو مونکي ونڻ آيو. هن دفعي ٽيشڻ تان اسانکي اٺ جي سواري ملي. جڏهن ان قبر وٽ پهتاسين تہ چاچي اٺ هشارايو. هن گهمري هو مونکي بہ قبر ڏانهن ونئي هليو. هن مونکي ٻڌايو تہ هيءَ تربت تنهنجي وڏي ماروٽ جي آهي، جـو گـرميءَ وگـهي ان هنڌ ئي وفات ڪري ويو هو. مان عقيدتمنديءَ وچان يا هن کي ڪرامتي سمجهي يا سوالي بنجي، هن جي قبر تي حاضري ڪونہ ڀريندو آهيان، پر جڏهن بہ هتان لنگهندو آهيان تہ جئن ڪنهن بہ ٻئي مائٽ جي قبر تي وڃي ثواب خاطر بہ قل پڙهبا آهن، تئن مـان بہ هتي ڪندو آهيان، مـان ان قـبر وٽ بيـٺي هئس تہ ان جي الهندي پاسي ولين ۾ سهٽا ٽوهہ ڏٺم. مون سمجهيو تہ اهي گدرا آهن. چاچي کي چيم تہ انهن مان بہ ٽي گدرا پٽي ڏي تہ مان کانوان. هن چيو تہ اهي گدرا نہ آهن ۽ ٽوهہ آهن ۽ ڪوڙا زهر آهن. پر مـان ڪتي ٿي مـڃان. ڏاڍي هوڏ ڪـيم ۽ ڏاڍو رنم، پر چـاچـو مونکي زوريءَ ڪلهي تي کـڻي هلي اٺ تي چڙهيـو ۽ جت کي چيائين تہ جلدي هلڻ جي ڪر. مان ڳوٺ تائين ٽوهن لاءِ رئندي رهيس.

پوءِ مون ٻڌو تہ مون وارو اهو مرحيات ماروٽ "ٽوهہ وارو پير" مشهور آهي

جيڪو بہ بيمار سوالي اتي ويندو آهي تہ هن کي ڪائڻ لاءِ توهہ جو ٽڪرو ڏيندا آهن. انڪري ئي درگاهہ تي توهن جي ولين جو فصل موجود رکندا آهن.... هيڏانهن مان سچ پچ بيمار هئس ۽ ايڏو رنم تہ بہ مونکي توهہ نہ ڏنائون!

بابي جو پهلو ڪڏهن سکٽو ڪونہ رهندو هو. امان جئري هوندي هئي تڏهن بہ هڪ يا بہ سريتيون گهر ۾ رکندو هو. حويليءَ کان ٻاهر عشقبازيون الڳ هونديون هئس. امان جي لاڏائي ڪانپوءِ پهرين شاديءَ جو خيال ڪونہ ٿي ڏيکاريائين. پٽاٽو وارث تہ هن هر حالت ۾ چاهيو ٿي، امان جي لاڳيتو ڇئن ڌيئرن ڄڻڻ ڪري هن جي دل شايد ڪٿي ٿي پئي هئي. پر ڇهن مهينن اندر ئي هن شادي ڪري ورتي، شايد دل کان مجبور ٿي، شايد حالتن کان مجبور ٿي. اها ڪنوار ٻي ذات واري هئي يعني غير سيد. سيدن جي حويلين ۾ ساماٽل ڇوڪرين جا ڏڻ وينا هوندا آهن، پر اتي جا مريد ۽ ڇوڪرا شاديون غير ذآت وارن يعني غير سيدن مان ڪندا آهن. پنهنجي خاندان جي ڇوڪرين کي حق بخشرائيندا آهن ۽ پاڻ غير قوم يعني غير سنڌين جي ڇوڪرين سان لائون لهندا آهن.

جمڻ سان ئي بابي جي مون سان خدا ڪارڻ دشمني ٿي پئي، ڇو جو مان ڌيءُ هئس. هن ڪڏهن بہ مون ۾دلچسپي نہ ڏيکاري ۽ نہ پيار ڏنو. نہ اڄ ڏينهن تائين مالي مدد ڪئي اٿائين. مونکي جيجي نپائي رهي هئي ۽ مان هن سان گڏي رهندي هئس. بابي کي چار پائر هئا ۽ هرڪو پاءُ الڳ گهر ۾ رهندو هو. هن کهاٽيءَ ۾ گهٽو ڪري انهن مان منهنجي ٻن چاچن جو ٻيان ايندو رهندو. هڪڙو قائم شاهہ جو سيني ۾ ننڍو هو ۽ جنهن کي مان "ننڍو چاچو" ڪري چونديس ۽ ٻيو محفوظ علي شاهہ. جو منهنجو سهرو هو ۽ جنهن کي مان "سهرو چاچو" ڪري ڪوٺينديس.

مون ٻڌو آهي تہ منهنجو ڏاڏو ڏاڍو ظالم ۽ وڏو عياش ماڻهو هو. ماڻهو جيڏو وڏو زميندار هوندو آهي، اوتروئي وڏو ظالم ۽ عياش هوندو آهي. ڏاڏو بہ تمام وڏو زميندار هو. هڪڙو دولت ٻيو طاقت، مٿان وري سيد هجڻ جي فوند، سو ڇون ٿا تہ ڏاڍا قهر ڪيائين. ڪنهن هاريءَ کان ٿوري بہ ڀُل چڪ ٿيندي هئي تہ هنکي سوئرن يا شڪاري ڪتن سان گڏ واڙي ڇڏيندو هو. ان وقت هاريءَ جون رڙيون سڄو ڳوٺ ٻڌندو هو، سڄو جهان ٻڌندو هو، پر ڪوبہ هن جي مدد لاءِ ويجهو نہ ايندو هو ۽ اهي جانور هن کي چيري ڦاڙي ڇڏيندا هئا. هڪ لڳا. تن مسڪين هارين تي اچي ڏمريو. تنهي کي ٿوري ٿوري وٿيءَ تي هڪ ٻئي پٺيان بيهاري، رائيفل سان نشانو ورتي، اهڙي نموني گولي ڇوڙيائين جو ٽنهي ڄڻن جي ڇاتيءَ جي دل واري ڪابي پاسي

مان اها پار تي وئي ۽ ٽيئي ڄڻا ٽڏي تي ٿي ٽڏا ٿي ويا. پنهنجي انهيءَ نشاني جي ڪاميابيءَ تي خوشيءَ مان اڪيلي سر ايڏا ٿهڪ ڏنائين جو موجود ماڻهن سمجهيو ته هو چريو ٿي پيو آهي.

ڏاڏي پنهنجي عياشين ۾ ذري گهٽ پنهنجي ساري ملڪيت تين وال ڪري ڇڏي. هن جي مرڻ تي باقي ملڪيت هن جي پنجن پٽن ۽ ٻن حق بخشايل ڌين ۾ ورهائجي وئي ته بابي ۽ چاچي جن ڪي حصي ۾ پوري ساري زمين پلئه پئي. تنهنڪري هو ڏاڏي جيڏا ظلم ۽ عيش ڪري ڪونه سگهيا آهن ۽ گهڻو ڪري قرضي رهن ٿا. وري ٻه ڏن ۽ نذرانن مان هنن جو ڀرم رهجيو اچي. هو ڪوبه ڪم ڪار ڪونه ڪندا آهن. خاص ڪري پيداواري کو ڪم ڪونه ڪن. وڏ ۾ وڏ پئي ڇوٽين ڏينهن ٻني ۽ باغ جو چڪر ڏئي ايندا آهن. هنن جو سارو وقت نشي پتي، زالن جي شڪار ۽ جهنگلي جانورن جي شڪار ۽ ڪتن ۽ مرن جي ويڙهه ڪرائڻ ۾ گذري.

مونکي جيجي پاليندي هئي ۽ اها ننڍي چاچي جي گهر ۾ رهندي هئي. بابو مونکي ڇني ڇماهيءَ ٻه ڏسڻ ڪونه ايندو هو. وڏ ۾ وڏ، جڏهن بيمار ٿيندي هيس ته اچي خبر لهندو هو. جڏهن مان هلڻ چلڻ لڳس ۽ بابي جي گهر ويندي هئس ته نه بابو منهنجي مٿي تي پيار جو هٿ گهمائيندو هو ۽ نه نڳي ماءُ مونکي گود ۾ کڻندي هئي. جڏهن ڪجهه وڏي ٿيس ۽ بابو ڪراچي، حيدرآباد. دادو يا ڪنهن ٻئي شهر مان گهمي ايندو هو ته مان هن جي گهر ويندي هئس. ان خيال کان ته شايد مون لاءِ شيءِ آندي هونداين ۽ مونکي ملندي. بابو منائيءَ جا پڙا آڻيندو هو. مونکي ڏسي زال کي چوندو هو ته گليءَ کي ٻه منائيءَ ذرو ڏي. پر هوءَ يا لنوائي ويندي هئي يا نالي ماتر منائيءَ ذرڙو ڏيندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن انگل ڪري بابي کي چوندي هئس ته منهنجي لاءِ فلاڻو ڪپڙو، رانديڪو يا سئنڊل آڻجو. پر هو آڻڻ وساري ڇڏيندو هو. يا زال جي ناراضگيءَ جي انديشي کان نٽائي ويندو هو.

حويلين ۾ ڇوڪرين ۽ عورتن کي مردن وٽان پنهنجائيءَ جو پيار ڪونه ملندو آهي. اتي عورتن جو هڪ ٻئي لاءِ اهڙو احساس ٿيندو آهي جنهن مظلومن جي هڪ ٻئي لاءِ همدرديءَ جو لاڳاپو چئي سگهجي ٿو. ان قيد ۾ فقط ماءُ کان اصلي پيار ملي سگهي ٿو ۽ مان ماءُ کان محروم هئس.

منهنجي نڳي ماءُ بابي تي ڪنهن حد تائين حاوي ڏسبي هئي. ان جي ابتڙ نيڪيندو ئي ڪونه هو. مونکي خبر پئي ته بابو امان کي گهر ۾ نوڪريائيءَ وانگر وهائيندو هو. اٿندي وهندي هن کي ڏاڙهيندو رهندو هو. هوءَ گهر ۾ پنهنجي مڙس کي ٻين عورتن سان پيار ڪندو ڏسي سڙندي ڪڙهندي هئي ۽ سهي نه سگهندي

هئي ۽ مڙس کي نيزاري ڪندي هئي تہ ٻاهر جيڪي وٽئي سو وڃي ڪر. پر گهر ۾ تہ انهن عورتن کي نہ اچي وهار. ان تي بابو امان کي ائين ڪتيدو هو جئن پٽڻ تي اٺ ڪُتبو آهي. نہ رڳو ايترو پر امان کي انهن سريتين جي خدمت چاڪري بہ ڪرڻي پوندي هئي. رڌي پچائي وڃي تہ اهڙين حالتن ۾ اندر ئي اندر امان کي رت جا ڳوڙها ڳاڙڻا پوندا هوندا. جوندا آهن تہ ڏک سور زندگيءَ جو حصو آهن، پر مونکي پڪ آهي تہ ڏک سور انسان جي پنهنجي ڪمزوريءَ جو نتيجو آهي.

مونکي پيءُ ماءُ جو پيار تہ ڪونہ مليو، پر نندي چاچي ۽ جيجيءَ مونکي ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان پاليو. مونکي ننڍپڻ ۾ گڏين جو ڏاڍو شوق هوندو هو. نندو چاچو ۽ جيجي مون لاءِ گڏين جا ڍير لڳائي ڇڏيندا هئا. مان خالي ماچيسن ۽ آلي مٽيءَ سان گڏين لاءِ ڏاڍا سهڻا گهرڙا ٺاهيندي هئس ۽ انهن ۾ سهڻيون سهڻيون شيون رکندي هئس. مان هڪڙيون اوچن ڪپڙن واريون امير گڏيون ٺاهيندي هئس ۽ ٻيون سادن ۽ پراڻن ڪپڙن واريون غريب گڏيون. جي امير گڏين جون نوڪرياڻيون هونديون هيون. ميمڻ ساهيڙين کي چوندي هئس تہ هو پنهنجيون گڏيون سادن ڪپڙن واريون ٺاهيون ناهن. جي هو پنهنجي گهران سٺي لباس واريون امير گڏيون ناهي ايندريون هيون تہ مان ڪاوڙجي هنن سان ڪٽي ڪندي هئس.

مان جنهن ڳالهہ تي ضد ڪندي هئس تہ ان تان اصل نہ لهندي هئس ۽ جيجيءَ کي ڏاڍو تنگ ڪندي هئس. مونکي کاڌي پيتي سان خاص چاهہ ڪونہ هوندو هو، پر ڪپڙن ۽ هار سينگار جي سامان جو بيحد شوق هوم ۽ خوشبوءِ لڳائڻ بہ ڏاڍو وڻندو هوم. ڏينهن ۾ ٻہ ٻہ ڀيرا ڪپڙا بدلائيندي هئس ۽ ٽي ٽي ڀيرا ميڪ اپ ڪري خوشبوئون لڳائيندي هئس. ان تي جيجي هدايت ڪندي هئي تہ مان ڏاڍو ڪيٽو ڪندي هئس ۽ هن لاءِ ٻاهہ ٻاري ڏندي هئس. پوءِ هوءَ منٿون ايلاز ڪري مونکي پرچائيندي هئي.

ميمڻ چوڪرين جي صحبت ۾ مان بيڙيون ڇڪڻ لڳس. جيجيءَ کي خبر پئي تہ هن سمجهايو ۽ جڏهن بہ مونکي بيڙيون ڇڪيندي ڏسندي هئي تہ ڪوٺيءَ ۾ بند ڪري مونکي ماروں ڪيندي هئي. مان سڌريس ڪونہ. ويتر ضد ۾ اچي وڌيڪ ڇڪڻ لڳس. جيجيءَ انهن چوڪرين جو اسان جي گهر اچڻ بند ڪري ڇڏيو. ان تي مون "سياست" جو رستو ورتو. مان ميمڻن جي گهر وڃي انهن ساهيڙين کي پئسا ڏئي ڇئي ايندي هئس تہ بيڙيون ۽ ماچيس وٺي، اسان جي حويليءَ واري باغيچي جي ڦلاٽي ڪنڊ ۾ جيڪي خاني ڪوندبون اونديون ٿيون

رکيون آهن. انهن مان وچين ڪونڊيءَ ۾ مان پنهنجا رانديڪا رکي تي چڏيان ۽ توهان پيڙيون ۽ ماچيس انهن رانديڪن ۾ لڪائي رکجو تہ مان پاڻهي وچي ڪڍندس. هو ائين ڪنديون هيون ۽ مان اتي وڃي اڪيلي رانديڪن سان راند بہ پئي ڪندي هئس ۽ بيڙيون بہ چکيندي هئس.

جيجي چوندي هئي تہ وارن ۾ لاسَ وجهندي ڪر. مونکي اها چيز اصل نہ وڻندي هئي. ان تي ضد ڪندي هئس، جنهن ڪري جيجيءَ جون ماروُن کاڌم. ان مامري ۾ ننڍو چاچو وچ ۾ پيو ۽ لاس سان وار ويڙهائڻ واري عذاب کان بچي ويس. هو سانجهيءَ جو مونکي ٻاهر وٺي ويندو هو ۽ مينهن جي ٽٽڻ پرسان وهاري، نوڪر کي چوندو هو کير جون پهريون ڇاٽون گليءَ جي وارن ۾ هڻ. ان ڪانسواءِ ناريل گهرائي، اهو پيچي، ان جو پاڻي منهنجي وارن ۾ وجهندو هو. ناريل مونکي کارائيندو هو. انهن ڳالهين ڪري منهنجا وار ايڏا ڊگها ٿي ويا جو منهنجي قد کان وڌي ويا. اينري قدر جو ڦٽيءَ سان وارن کي چڏائيندي، منهنجيون ٻانهون ٿڪجي پونديون هيون ۽ مان رئڻ لڳندي هئس. پوءِ جيجي آهستي آهستي ڪري منهنجا وار چڏائيندي هئي.

انهن ڏينهن ۾ مان جڏهن بہ ميهڙ ناناڻي گهر ويندي هئس تہ ان گهر جون ڇوڪريون اسڪول ڏانهن ويندي ڏسندي ڏاڍي ريس ٿيندي هئم تہ مان بہ پڙهان ۽ گهٽ ۾ گهٽ اينرو پڙهان جو ماستريائي ٿي سگهان.

منهنجا ناناڻا بہ منهنجو ڏاڍو خيال رکندا هئا. جڏهن بہ هو مريدن وٽان، اوڳڙ ڪري گهر پهچندا هئا تہ مون لاءِ ميندي، پينهون، رانديڪا، گڏيون، ڪپڙا، سئنڊل، ٽامي جا گلاس ۽ ٻيون سوکڙيون آڻيندا هئا.

مان سياءَ جي ڏاڍي شرميلي هئس، اينري قدر جو گهر جو پاڻين کان بہ شرم ايندو هو. بس هڪڙو چاچو ڊاڪٽر ئي هو جنهن کان ڪڏهن شرم ڪونہ آيم. مان هن جو پروانو هوندي هئيس. ننڍي هوندي کان ئي مونکي هن کان پنهنجائپ ۽ پيار مليو هو. جڏهن ئي مونکي ملندو هو ۽ اچ تائين هن جي اهائي روش آهي تہ " صدقو وڃان! صدقو وڃان" چئي مونکي ڳراٽڙي پائي اچي نرڙ تي منيون ڏيندو آهي.

هڪ پيري ڇا ٿيو جو ڪي عورتون جيجيءَ جن کي ملڻ آيون. هنن سان هڪ منهنجي عمر جي ننڍي ڇوڪري بہ هئي. مان هن کي اندر ڪوٺيءَ ۾ وٺي ويس ۽ پنهنجي کٽ تي وهاريم ۽ کٽ جي وچ تي، ڪاٺ جي ٽڪري تي ميٺ ٻني ٻاري رکيم ۽ اسين ٻئي ڇوڪريون رانديڪن سان راند ڪرڻ لڳيونسين. اوچتو ميٺ ٻتي

ڪري پئي ۽ رليءَ ڪي اچي ٻاهر لڳي. هوءَ ڇوڪري ته ٻاهر ٻاهر ڪندي وئي ٻاهر پڳي، پر مان اتي ئي ڪٽ تي ويهي رڙيون ڪرڻ لڳس ته ”منهنجيون گڏيون، منهنجا رانديڪا!....“ گهر وارا پڇندا اندر آيا ۽ سٽ هٽي مونکي ڪٽ تان لاٿائون. ٻاهر بستري ۽ گڏين ۽ رانديڪن کي وڪوڙي وئي هئي. پاڻي جا دلا هاري ٻاهر وسائي وئي، رانديڪن ۽ گڏين جي سڙڻ ڪري مون ڏاڍو رنو ۽ صبح جو سخت بخار ٿي پيم. چاچا ڊاڪٽر کي وڃي حقيقت ٻڌايائون. هن الائي ڪٿان ٻه سنا ۽ وڏا گڏا ٻه سنيون وڏيون گڏيون هٿ ڪيون ۽ اچي اسانجي گهر پهتو. بخار ۾ منهنجون اکيون بند هيون. هن مونکي چيو ”گلي! اکيون کولي ڏس ته تولاءِ ڇا آندو اٿم. مان چريس پُريس ڪانه. وري چيائين ”ڏس ته تنهنجي لاءِ گڏا ۽ گڏيون آنديون اٿم!“ گڏين جو نالو ٻڌي اکيون کوليم ۽ جڏهن ئي منهنجي نظر گڏين تي پئي ته ٽپ ڏئي اٿي ويٺس. هن دوا ٻه پياري، پر منهنجي بيماري ته گڏين ڏسڻ سان ئي گم ٿي وئي هئي. پوءِ چاچا ڊاڪٽر سان گڏ چانهه پيتم. مونکي هر موڙ تي مائٽن کان وڌيڪ چاچا ڊاڪٽر کان شفقت ۽ پيار مليو. مونکي چيڙائي چوندو هو: ”گلي! جڏهن تنهنجو پرڻو ٿيندو ته مان به توسان گڏ ونواهه ۾ وهندس، ڇو جو ونواهه ۾ ڇوڪريون ڏاڍيون مصريون، باداميون ۽ ڏونگهيون ڪائينديون آهن ۽ مان توسان اهي ڪائيندس.“ مان وري جواب ڏيندي هئس: ”چاچا! مونکي منيون ۽ سٽيبون شيون وٽن ئي ڪونه. اهي پلي توهان کائجو، پر لڪائي منهنجي پسند جي چيز انب جي ڪتاڻ ڪٽي اچجو.“ ان تي هو ٽهڪ ڏئي کلندو هو...... جڏهن مان ونواهه ۾ ويٺس ته چاچا ڊاڪٽر ٻاهران چوائي موڪليو ته مون تولاءِ شڪارپور جي انب جي ڪتاڻ آندي آهي، هاڻي واعدي موجب مونکي مصري ۽ ڏونگهي موڪلي ڏي......



# سامائي تہ سپنا

رات جو يارهن وڳا آهن. ڪمري ۾ بجليءَ جو بلب ٻري رهيو آهي. در ٻيڪڙيل آهي تڏهن بہ جنرل وارڊ مان بيمار عورتن جي ڪنجهڻ، ڪرڪڻ ۽ ڪنگهہ ۽ ڪونگهرن جا آواز اچي رهيا آهن. اسانجي ڪراڙي ٻانهي بہ ڪمري جي سامهون ورانڊي ۾ بينچ تي ليٽيل آهي ۽ گهري ننڊ ۾ خوفناڪ ڪونگهرا هڻي رهي آهي. جنرل وارڊ سان لاڳيتو ٽي اسپيشل ڪمرا آهن، جن مان هڪڙو مونکي مليل آهي. مان اسپرنگن واري پلنگ تي، نرم وهاڻي تي متو رکي سنئين ٽي سمهي پئي آهيان. هتي اسپرٽ، آيوڊين، ڊيٽال ۽ دوائن جي بوءِ هجڻ ڪري ۽ ڪمري ڪان ٻاهر اهائي بوءِ آهي، پر ڪمرو يو. ڊي. ڪولون ۽ ايوننگ ان پئرس جي هٻڪار سان هٻڪاريل آهي. ڊاڪٽر سانول ڏهاڙي وانگر منهنجي متان ۽ منهنجي آسپاس يو. ڊي. ڪولون جو ڦوهارو هنيو آهي ۽ پنهنجين آڱرين تي ايوننگ ان پئرس جو سينٽ هڻي منهنجي ڪيڙن تي لڳايو آهي. هو منهنجي پلنگ جي پرسان ويٺو آهي ۽ منهنجي ساڄي ڏوري سان ڪيڏي رهيو آهي. ڪڏهن ان تي هٿ پيو گهمائي، ڪڏهن مهٽي پيو، ڪڏهن ڇهنڊڙي پيو پائي ۽ ڪڏهن چمي پيو ڏئي. هو چوندو هو تنهنجا ڏورا ڏاڍا خوبصورت آهن: پريل، پورا گداز ۽ زيبائتا. جڏهن بہ ڏوري ۾ سئي هڻڻ جي ضرورت پوندي آهي تہ هو پاڻ نہ هڻندو آهي ۽ چوندو آهي تہ اهڙن سهڻن ڏورن ۾ مان سئي هڻڻ سهي نہ ٿو سگهان. هو نرس کي سئي هڻڻ لاءِ چوندو آهي.

هن وقت گلوڪوس جي ٿيلهي چڙهيل آهي. ان مان ڦڙو ڦڙو ڪري، منهنجي رت ۾ ملي رهيو آهي. گلوڪوس ۾ ڪي ٻيون دوائون ملايون ويون آهن، جنهن ڪري ان جو رنگ سونهري ٿي پيو آهي ۽ مونکي ڏاڍو وڻندڙ ٿو لڳي ۽ ان ڪان بہ سرس وڻي ٿو ان جو ڦڙو ڦڙو ٿي ڪرڻ. مونکي اهي ڦڙا پيار جو سمنڊ ٿا لڳن جو منهنجي رت ۾، جو منهنجي جان ۾. مان تران پئي، مان اڏران پئي. ڊاڪٽر سانول مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪري رهيو آهي، مٺي مٺي ڇيڙڇاڙ پيو ڪري. هڪ بجي ڌاري گلوڪوس جي ٿيلهي ختم ٿئي ٿي. هو اها ڪڍي ٿو ڇڏي. پوءِ ڏهہ منٽ آرام ڪرڻ ڏئي ٿو. پر هن جون مٺيون مٺيون ڳالهيون ۽ مٺي مٺي ڇيڙڇاڙ جاري آهي. پوءِ هو ٻتي بند ٿو ڪري.

روز رات جو اٿين ٿيندو آهي.
ٻہ سال ساماٽي ٿيا اٿم. ساماڻجڻ سان نوان سپنا ڏسڻ لڳس. حويليءَ ۾ ساماڻل ڇوڪرين ۽ عورتن جي ڏڻ جو حشر. ڪراڙين ڪنوارين ۽ حق بخشايل پوڙهين جي روپ ۾ پنهنجي سامهون ڏسي رهي هئي، پر تڏهن بہ سپنا سپنا آهن. جبل تان ڪرندڙ ڇپ کي روڪي سگهجي ٿو. پر جوانيءَ جي سپنن کي ڪير روڪي!
ساماڻجڻ ڪانپوءِ پهرين ڇهن پنجن سالن ۾ منهنجي حياتيءَ ۾ ڏاڍا طوفان آيا: جذبن ۽ امنگن جو طوفان، سپنن جو طوفان. چاهڻ وارن جو طوفان، ذهن ۾ سوچ ۽ بغاوت جو طوفان!
ملان مڪتب جو هڪڙو پوڙهو ماستر آخوند هوندو هو. هو بابي جو استاد ٿي رهيو هو ۽ هن جي اعتماد جو ماڻهو هو. بابي هن کي مونکي قرآن پڙهائڻ لاءِ مقرر ڪيو حويليءَ جي وڏي در اندران بہ ڪرمسون رکيون وينديون هيون ۽ آخوند اتي اچي مونکي سبق ڏيندو هو. مون ميهڙ ۾ پنهنجي مائٽ ڇوڪرين کي اسڪول ويندي ڏٺو هو. مونکي بہ پڙهڻ جو شوق ٿيندو هو. پر اسانجي ڳوٺ ۾ ڇوڪرين جو اسڪول ڪونہ هو. مون جيجيءَ کي چيو تہ بابي کان اجازت وٺي ڏئي تہ آخوند مونکي قرآن سان گڏ سنڌي بہ پڙهائي. هن اهڙي اجازت ڏني. مان سنڌي بہ پڙهندي رهيس. ان دوران منهنجي عمر اچي ١٣ سالن کي پهتي ۽ مون جوانيءَ ۾ قدم رکيو.
آخوند مانجهند شهر جو هو. اتي قمر شاهہ نالي سيد گهراڻي جو هڪڙو ڇوڪرو رهندو هو. هو پنهنجي پيءُ سان بہ چار ڀيرا اسانجي اوطاق ۾ آيو هو ۽ نندي هوندي مونکي ڏٺو هئائين. هاڻي هو ڪنهن سٺي نوڪريءَ ۾ هو. خبر ناهي آخوند ڪيئن ڳالهين ڪندي هن سان منهنجي ڳالهہ ڪئي ۽ شايد منهنجي سونهن، سنجيدگيءَ ۽ هوشياريءَ جي هن سان واکاڻ ڪيائين. ان تي قمر شاهہ پرپٺ مون تي عرڪ داري ويٺو. پهرين هن هڪ ڌوتي، فقيرياڻيءَ جي روپ ۾ اسانجي حويليءَ ۾ موڪلي. هن اهو اچي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ منهنجي مائٽن جو منهنجي شاديءَ جي باري ۾ ڪهڙو رخ آهي؟ جيجيءَ هن کي هڪ ٽڪ جواب ڏنو تہ ان باري ۾ گلزار جي پيءُ سان ڳالهايو وڃي.
هڪڙي ڏينهن قرآن جو سبق پڙهائيندي، آخوند ڏاڍي رازداريءَ سان مونکي هڪڙي چٺي ڏني. ان وقت هن مون سان نظر تہ ملائي ۽ هن جي آواز ۾ ڏڪڻي هئي. هن چيو تہ هيءَ چٺي قمر شاهہ ڏني آهي، تون اها منهنجي روبرو پڙهي مونکي

ٻاهر نه ڪڍيو ويندو آهي. اتي جون سٽيون ڦڪيون ڪيون ويون. نوٽا فيتا آزمايا ويا. سائي پڙهائي وئي. پر مان پوئتي پوندي ويس ۽ جڏهن صفا هڏن جون پڃرو وڃي ٿيس. تڏهن مونکي موٽر ۾ دادوءَ جي سول اسپتال ۾ کڻائي آيا.

اتي جيڪو ڊاڪٽر مونکي تپاسڻ آيو. تنهنجي شڪل ڏسڻ سان ئي مون ۾ ساهه پئجي ويو: نوجوان، سمارٽ. بيحد نهڪندڙ قيمتي لباس. ڪلمڪ. آواز ۾ شيريني، شخصيت ۾ چقمق واري چڪ. مون اهڙو من موهڻو نوجوان ڪٿي ڪونه ڏٺو هو. هونءَ به اينري ويجهائيءَ تان نوجوان ڏسڻ جا موقعا ئي ڪيترا مليا هئم. هن هٿ ۾ اوزار جهلي. منهنجي ڇاتي تپاسڻ لڳو. اوزار سان گڏ هنجو هٿ به منهنجي ٻيسرن کي ڇهي رهيو هو. هن چولي عيان هٿ وجهي. منهنجي پيٽ جو ذرو ذرو پنهنجي هٿ سان دٻائي چڪاسيو. منهنجي اندر ۾ زلزلو اچي ويو.

هن جو ڇهاءُ.
ها. هنجي هٿ جو ڇهاءُ
بجليءَ جي ڪليل نار تي ڇهاءُ ته نه هو.
بجليءَ جو ڇهاءُ به ڏڏڪو ڏيندو آهي.
اهو ته موت جو ڏڏڪو هوندو آهي.
هنجي هٿن جي ڇهاءُ به ڏڏڪو ڏنو.
ان ۾ زندگي هئي.
بجليءَ جو ڇهاءُ رت سڪائيندو آهي.
هي ڇهاءُ نئون رت ڏئي رهيو هو.
نئون رت رڳن ۾ ڊوڙائي رهيو هو.
بجلي ته ماڻهوءَ کي ڇهتي پوندي آهي.
پر مان ته ڇهاءُ واري کي
ڇهتي پوڻ تي چاهيو.
ڪڏهن به نه ڇڏڻ لاءِ!

هن بيماري بڌائي ته جيرو سڄي پيو آهي. انڪري رت ڦٽي سائو ٿي پيو آهي. مونکي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. ڊاڪٽر سانون علاج سان گڏ منهنجي ٿهل تڪور به ڪرڻ لڳو. ان وقت اينربون ڊاڪٽرياڻيون ڪونه هيون. سڄي سول اسپتال ۾ هڪڙي ڊاڪٽرياڻي هئي. جنهن جي ڊيوٽي زنانين بيمارين واري وارڊ ۾ هئي. هن زناني وارڊ ۾ مردن کي اچڻ جي اجازت نه هئي. انڪري منهنجي خاندان جا مرد فقط شام جو ۴- بجي کان ٦- بجي واري وقت اچي سگهندا هئا. منهنجي سيڻ

واسطي گهر جي هڪڙي پوڙهي نوڪرياڻي هئي، جا سومهڻيءَ کان اڳ سمهي گونگهرا هڻڻ لڳندي هئي. ڊاڪٽر سانول جي رات جي ڊيوٽي هوندي هئي ته نوين بجي بمو ڪم ڪار لاهي مونکي گلوڪوس جي ٿيلهي چاڙهيندو هو. جا چار پنج ڪلاڪ هلندي هئي. هو سارو وقت مون وٽ اچي ويهندو هو. نرس ۽ وارڊ بواءِ کي چئي ڇڏيو هئائين ته هو مون واري ڪمري ۾ نه اچن. ضرورت پئي ته هو سڏيندس. صرف چانهه ڏيڻ نرس هڪ دفعو اندر ايندي هئي.

منهنجي صحت ته تيزيءَ سان گهڻو بحال ٿي وئي هئي. پر ڊاڪٽر سانول علاج کي اينگهائيندو رهيو. شايد هو منهنجي نبت کي ڀانپي ويو هو ته جوڻي جي پوسٽ کان گهڻي کان گهڻو وقت ٻاهر گهارڻ چاهيندي ٿي. نبت مهيني ڏيڍ کان پوءِ منهنجن مائٽن مونکي گوٺ وٺي وڃڻ تي ضد ڪيو ته ڊاڪٽر به گڏ ڏنيءَ، گلوڪوس جي ٿيلهين ۽ ڪن ٻين دوائن لاءِ چيائين ته اهي جاري رکيون وڃن.

مان سپنا ڏسندي هئس ته مان ڪنهن وڏي دولتمند افسر سان شادي ڪنديس. ڊاڪٽر نوجوان هو. سهڻو هو. شاهوڪار هو. مونتي عاشق به ٿي رهندو هو. پر هو سيد نه هو. هن اچ ڪئي ته پلڻ ڪورٽ ۾ هلي شادي ڪريون. پر مون ۾ همت ڪانه هئي.

ايندڙ ٻن سالن ۾ ٽي ڀيرا مون اهڙو سخت بيمار ٿيڻ جي همت ڪئي جو مائٽن کي مونکي ساڳي سول اسپتال ۾ داخل ڪرائڻو پيو. اهڙي بيماريءَ جو علاج فقط ڊاڪٽر سانول ڪري ٿي سگهيو. پوءِ هو اتان بدلي ٿي ويو.

ڀهراڙيءَ ۾ ماستر، آبدار، تپيدار ۽ ٻيا اهڙا ننڍڙا ڪامورا وڏيرن وٽ رهندا آهن ۽ هنن جو کائيندا پئيندا آهن. رفيق شاهه آبدار هو ۽ بابي جي اوطاق ۾ رهندو هو ۽ هن لاءِ اسان وٽان ماني ويندي هئي. مان جو اسپتال مان موٽي گهر آيس ته مسئلو اٿيو ته مونکي سيون ڪير هڻندو ۽ گلوڪوس جون ٿيلهيون ڪير چاڙهيندو؟ ائين ته چاچا ڊاڪٽر به هو. پر بلبي کي خبر پئي ته رفيق شاهه به اهو ڪم ڄاڻي ٿو هو گهر جو گهر ۾ هو. بابي جي خيال موجب هو شريف ۽ شرميلو ڇوڪرو هو ۽ نمڪ به اسانجو پئي کاڌائين ۽ وڏي ڳالهه ته هو سيد هو. انڪري هن کي چيائين ته هو اهو بار کڻي ۽ هن کي ڪليل اجازت ڏنائين ته هو حويليءَ اندر ننڍي چاچي واري گهر. يعني جتي مان رهندي هئس اتي اچي وڃي. سيون ۽ ٿيلهي ته ٽي چار ڪلاڪ هلندي هئي ۽ ڪڏهن ان ۾ اڌ رات به ٿي ويندي هئي. هو سارو وقت ويٺو هوندو هو. هو ڏکيو، سنهڙو ۽ وڻندڙ منهن مهانڊي وارو هو. هو گهڻو گهٽ ڳالهائيندو هو. ڪرڻ وقت مون ڏانهن ڏسندو به نه هو ۽ گفتگو ڪرڻ وقت مون ڏانهن سڌو نه نهاريندو هو ...

ڪڏهن ڪڏهن منهنجو ڌيان ٻئي طرف هوندو هو ته چور نگاهن سان مون ڏي ڏسندو رهندو هو. مون به ٻي دفعا جو ائين ڪندي پڪڙيو مانس. سو هڪ ڏينهن پڇيومانس:

”ائين تڪي مون ڏي ڇو ٿا نهاريو؟“

”ڇا؟... ها. بس دل کان مجبور آهيان.“ هن ورائيو.

”ڪهڙي مجبوري؟“ مون سوال ڪيو.

”مونکي توسان پيار ٿي ويو آهي.“ هن هٻڪندي چيو.

”پر مان ٻئي کي دل ڏئي چڪي آهيان.“ منهنجو اشارو ڊاڪٽر سانول طرف هو. هن مرڪي مون ۾ منهنجي سيني جي ساڄيان ڏٺي هئي ته ڊاڪٽر سان منهنجي شادي ٿيندي. مان وڏو ماڻهو ٿيندس ۽ آزاديءَ سان رهنديس ۽ انسانن جي قطار ۾ بيهنديس.

رفيق شاهه مانسهرو ۽ نورو ڳالهائو سادو سودو ماڻهو هو ۽ ويني ويني ٿڌا ساهه ڀريندو رهندو هو. هن ڏي منهنجو روح ريلا ڪائي نڪو. سانول ۽ منهنجي وچ ۾ اهڙي ريت ۽ امتيءَ جي ديوار ڪڙي هئي. نيلم صفا منهن موڙي وئي هئي. هن کي ته ڪي خط لکيم ته پنهنجو فوٽو موڪلي ڏکيائين: تون پاڇن پنيان ڊوڙي رهي آهين. منهنجو پاڇو موڪليانءِ ٿي ان سان ئي پيار ڪجانءِ.

سون ۽ ڪاڻهون پوريون ٿي ويون ته رفيق شاهه جو اچڻ بند ٿي ويو. مان ان جي ڪمي ٻڌائي محسوس ڪرڻ لڳس. هڪ ڏينهن انڪل سجهي آيم ۽ اتفاق سان اها انڪل ڪامياب ٿي وئي. رفيق شاهه پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو هو. مون کي پڙهڻ جو شوق ته هو سو جيجيءَ کي چيم ته بابا کان اجازت وٺي ۽ شاهه کي چئي ته هو مونکي پڙهائيندو ڪري. هو مونکي روز پڙهائڻ اچڻ لڳو. حساب، سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌ جي جاگرافي ڏاڍي محنت ۽ ڌيان سان مونکي پڙهائيندو هو ته مون واسطي پاڻ ٺيندو هو ۽ بيڙيون به. بيڙين جي عادت ته نندي هوندي کان ئي هئم. نيلم ته سڙين جي پڪي موالڻ هئي. سو منهنجي اها عادت پاڙون ڄمي وئي ۽ ماڻهن کان ڇپي ڇڪيندي هئس. رفيق مونکي به چار پيرا ڏيندي ڏسي ورتو هو. هن مون کان ان باري ۾ پڇيو. مون ٻڌايومانس ته ... ڇڪيندي آهيان. ان تي هن انهيءَ معاملي ۾ منهنجي پوري مدد ڪرڻ جو پڪو ڪيو. هو ڪنهن نه ڪنهن نموني بيڙيون مونکي پهچائيندو رهندو هو.

... جي شهر ۾ اچڻ تي هن کي ڪا روڪ ٽوڪ نه رهي هئي. جنهن ... چي ويندو هو. ڪاڏو به ڪڏهن اوطاق ۾ ڪائيندو هو ۽ ڪڏهن

کهر اچي ڪائيندو هو. مان هن ڏانهن مائل ٿي چڪي هئس. هو به منهنجي ٿڙي جو ڪاٿو ڪري ويو هو. شرميلو ماٺهو ابهرو ٿيندو آهي ۽ هن ۾ پاڻ ۾ پروسي جي اٿاٽ ٿيندي آهي. هن کي اچي انديشو ٿيو ته متان پيو نه ڪو گلزار جو سنگ چڪائي سو ڳوٺ وچي مائٽن کي چيائين ته مونکي هتان پرڻايو. يعني مون گلزار سان. هو هن کي چوندا هئا ته گلزار وارا اسانجا هم ذات ته آهن، پر اسان سان نه واقفيت اٿن ۽ نه مائٽي ۽ وڏي ڳالهه ته هو ڏاڏنگ کان ٻاهر ڇوڪري نه پرڻائيندا آهن. رفيق پنهنجيءَ تي ٿي بيهندو هو ۽ ضد ڪندو هو ته منهنجي اتان شادي ڪرائي وڃي.

هڪڙي دفعي مونکي چيائين "مان مائٽن سان رُسي آيو آهيان ۽ وري ڪڏهن به هتي وٺ نه ويندس."

"ڇو؟" مون پڇيو.

"هاڻي مان توهانجي در تي ئي پيو هوندس." هن پنهنجي عادت موجب ڪنڌ هيٺ ڪري چيو.

"پر به مائٽن سان ڇو ڪاوڙجي آيو آهين؟" مون پنهنجو سوال ورجايو.

"توکي به اهو ٻڌايان!" هن دفعي هن مون ڏانهن نهاريو ۽ مرڪيو به. اهو پهريون ڀيرو هو جو هن هي ٻئي ڳالهيون ڪيون هيون يعني مون ڏي نهاريائين به ۽ مرڪيو به. هنجي اها مرڪ مونکي ڏاڍي پلي لڳي ۽ منهنجي دل ۾ ڇپي وئي هو. سدائين اداس رهندو هو ۽ گهٽو نه ڳالهائيندو هو.

"مون سان به ڪاوڙيو آهين ڇا؟" ڏکي مات کي ٽوڙيندي مون چيو.

"مان ته مرڻ ئي تو وٽ آيو آهيان، توسان ڪيئن ڪاوڙبس." هن جذباتي انداز ۾ چيو. هو هئو به ڏاڍو جذباتي.

"تنهنجي مائٽن کي نياپو موڪليو ته توکي اچي پرڇائن؟" مون ڳالهه کي نٽائيندي چيو

"مونکي مائٽ آهن ئي ڪونه ته نياپو ڪنهن کي موڪليندا." هن گنڀيرائيءَ مان چيو.

"تون مون سان مذاق ٿي ڪرين، تو جهڙي سنگدل ڪيئن مون سان پيار ڪندي؟" هنجو ڪنڌ هيٺ ٿي ويو. هن جو منهن رنڱهارڪو بنجي ويو ۽ هنجي آواز ۾ سڏڪو هو.

هڪ ڏينهن ڪمري ۾ ڇانهه پي رهيا هئاسين.

"ڳوٺ ڪڏهن ويندين؟" مون هن کان پڇيو.

"ڪڏهن بہ نہ." هن وراڻيو.

"توکي تہ سڪ نہ ٿي لڳي، پر تنهنجي مائٽن کي تہ تنهنجي سڪ لڳي هوندي؟"

"هنن کي سڪ آهي پئسن جي. سي مان پگهار مان هنن ڏي موڪليندو رهان ٿو."

"آخر بڌائين چونہ ٿو تہ تون پيءُ ماءُ سان ڇو ڪاوڙجي آيو آهين؟"

"تنهنجي ڪري!"

اسان هڪ ٻئي ڏي نهاري مرڪيو ۽ ڪو وقت مرڪندا رهياسين.

ان ڏينهن اسان رات جو اڪيلائيءَ ۾ ملڻ جو پروگرام ناهيو. رات جو ڪوٽ جو وڏو دروازو بند ڪونہ ڪيو ويندو هو. اسانجي گهر پنيان هڪڙو پلاٽ جو ٽڪرو هو. جتي حويليءَ جا مرد پنگ ۽ پاڃيون پوکيندا هئا. اسانجي اڱڻ جو پويون در ان پلاٽ ۾ کلندو هو. اها جاءِ مقرر ڪئيسين. حويلين ۾ مردن ۽ عورتن جو رات جو ٽائيم نرالو گذرندو آهي. هر مرد کي ٻہ ٽي زالون ۽ ٻہ ٽي سريتيون هونديون آهن جن سان هو عيش ۾ مست هوندا آهن يا پنگ، چرس ۽ شراب پي نشي ۾ الوٽ ٿي پوندا آهن. انڪري حويليءَ ۾ جيڪي وهندو واپرندو آهي، ان جي خبر ڪانہ پوندي اٿن ۽ حويليءَ جون ڪراڙيون ڪنواريون ۽ پوڙهيون حق بخشايل خيالي پلاءَ پچائينديون، سڙنديون ڪامنديون، لڇنديون ڦٿڪنديون ۽ پنهنجي قسمت تي ماتم ڪنديون راتيون ڪاٽينديون آهن.... خير مردن جي ڪنهن بہ انديشي نہ هجڻ جي خاطريءَ ڪري، مون ۽ رفيق رات جو ملاقات ڪرڻ جو سٽاءُ سٽيو. اسان ڏاڍي اطمينان سان ٻہ ٽي ڪلاڪ گڏ گذاريا. پوءِ اهي ملاقاتون ٻئي ٽئين ڏينهن ٿيڻ لڳيون. مان اهو فيصلو نہ ڪري سگهيس تہ پنهنجن جذبن لاءِ ائين ڪري رهي آهيان، يا حويليءَ جا مرد جيڪي ان وقت پنهنجي موج مستيءَ ۾ هوندا آهن، تن کان وير وٺڻ لاءِ.

رفيق جو پيءُ ۽ ماءُ هن کي پرچائڻ ۽ وٺڻ آيا. پر هو نہ هنن سان پرچيو ۽ نہ هنن سان ڳوٺ ويو.

هڪ ڏينهن رفيق مون وٽ آيو.

"مونکي موڪل ڏي تہ مان خيرپور ناٿن شاهہ مان دوستن وٽان ٿي اچان." هن چيو.

"اڙي، پوءِ تہ مان بہ وڃان ٿي. فلاڻي ڳوٺ ۾ اسانجي مائٽن ۾ ضهر آهي. جاچي مونکي وني وڃڻ ٿي چاهيو. پر تنهنجي ڪري مون انڪار ڪيو. هاڻي جي

تون بہ وڃين ٿو تہ مان بہ وڃي ان دعوت مان ٿي اچان.“ مون چيو.

”جي انهن مائٽن ڏانهن ٿي وڃين تہ نہ رڳو مان پنهنجي پروگرام تان هٿ ڪڍان ٿو، پر توکي بہ ايڏانهن وڃڻ نہ ڏيندس.“ هن ڪنڌ عبث ڪري چيو.

”چو ڀلا؟ ڇا ٿيو؟“ مون پڇيو.

”مون ٻڌو آهي تہ تنهنجا اهي مائٽ تنهنجي ٻانهن پيا گهرن. سو جي تون هنن وٽ ويندينءَ تہ ان باري ۾ ڳالهہ پڪي نہ ٿي وڃي.“ هنجي لهجي ۾ مايوسي ۽ نااميدي هئي، هن جو سياءُ ئي اهڙو هو. هو ٿوري ڳهٽي تي مايوس ٿي ويندو هو.

”ائين نہ ٿي نہ ٿو سگهي. انهن مائٽن هن حويليءَ جي هڪ بيبيءَ کي ٻارن سميت ڪڍي واپس هيڏي موڪليو آهي، جا پٽي ٿي پنهنجي قسمت کي پٽي، سو وري ٻيو سنگ اتي ڪيئن ڏيندا.“ مون هن جي ڳالهہ کي رد ڏنو.

”ڪهڙي خبر!“ هن ٿڌو ساهہ ڀري چيو.

”مان توسان ٻڌل آهيان، جئن چوندين تئن ڪنديس.“

”ڀلا جي مان توکي چوان تہ مائٽن وٽان ڀڄي هلي مون سان نڪاح ڪر تہ ائين بہ ڪندينءَ؟“

”ها ڪندس!“

اهو ٻڌڻ سان، منهنجي ٻانهن کي وني سٽ ڏئي. ڀنيءَ تي اهڙو چنبو هنيائين جو مان ڪهيرڻ ۾ پئجي ويس.

”جيڪا پنهنجي پيءُ جي عزت جو خيال نہ ٿي ڪري، سا مون سان ڪهڙي وفا ڪندي، منهنجي عزت جو ڪهڙو خيال رکندي!“

”تہ پوءِ تو بہ مون سان شادي ڪئي. بابو ڪٿي ٿو سڌي طرح منهنجو سنگ توکي ڏئي!“

منهنجي اها ڳالهہ هن کي دل سان لڳي ۽ هن جي منهن تي مايوسيءَ جا ڪڪر ڇانئجي ويا.

”منهنجي لاءِ هاڻي ڀاڄ مارڻ ڪانسواءِ ڪو چارو ئي نہ رهيو آهي.“ هن چيو.

”اها تہ ڪا بهادري ڪانهي. بهادري تہ ان ۾ آهي تہ مونکي ڪٿي هن ڪوٽ مان ڀڄائي هلين!“ مون شرارت مان چيو.

هو وڌيڪ اداس ٿي ويو.

سگهوئي هو ڏاڍو بيمار ٿي پيو. مان هن جي ڏاڍي ٽهل ٽڪور ڪندي هئس.

”منهنجي چاچي پنهنجي ڌيءُ مون سان پرڻائڻ ٿي چاهي، پر مون صفا نهڪر ڪري ڇڏيو. شايد هن ئي مون کي تعويذ ڪرايا آهن. انڪري ئي مان بيمار ٿي پيو

آهيان ۽ ڪا دوا بہ اثر نہ ٿي ڪري." هڪڙي ڏينهن هن چيو.

مون کو جواب ڪونہ ڏنو مانس.

"مان کو ڪتو آهيان ڇا جو پيو پڙنڪان ۽ تون کو جواب ئي نٿي ڏين" هن مونکي پنيءَ تي ٿقڙ وهائيندي چيو.

"مان ڇا چوان. وڃي پنهنجي سوٽ سان شادي ڪر." مون چيو.

"هاڻي منهنجي شادي موت سان ٿيندينءَ." هن جواب ڏنو.

هن جي بيماري وڌندي ٿي وئي ۽ ڪنهن علاج مان فائدو نہ ٿي رهيو هو. هن جي مائٽن ڏي ماڻهو مڪو ويو. هو اچي هن کي ڪٽائي ويا.

مهيني کان ڪانپوءِ بابي کي اطلاع مليو تہ رفيق شاهہ فوت ٿي ويو. ان حقيقت جي بہ خبر پئي تہ علاج هلندي، هڪ صبح جو هو هنڌ ۾ مئل ڏٺو ويو ۽ وهاڻي هيٺان چٺي ملي، جنهن ۾ لکيو هئائين تہ "مان ننڊ جي گورين جي پوري شيشي کائي خودڪشي ڪري رهيو آهيان. پنهنجي موت لاءِ مان پاڻ ذميوار آهيان ۽ ڪنهن جو نالو وٺي ڪنهن کي بدنام ڪرڻ نہ ٿو چاهيان."

ان صدمي کان ڪيترا ڏينهن مان نہ هن دنيا ۾ هئس ۽ نہ هُن دنيا ۾. مون محسوس ڪيو تہ منهنجو هن سان ايترو گهرو پيار هو جو جي هن سان شادي ٿئيم ها تہ زندگيءَ جون گهڻيون ئي خوشيون ملي وڃن ها.

انهن ئي ڏينهن ۾ مونکي ماستريءَ جي نوڪري ملي وئي. اسانجي ضلعي مرهڪڙو دولتمند ۽ اثر رسوخ وارو سماجي ڪارڪن هو. هو زناني تعليم وڌائڻ لاءِ ننڍن ننڍن ڳوٺن ۾ ڇوڪرين جا اسڪول کولرائي رهيو هو. انهن ۾ ٿورو گهڻو پڙهيل ڇوڪرين کي بہ ماستر ٿي مقرر ڪيو ويو. اسان واري ڳوٺ ۾ بہ اسڪول کولرايائين ۽ خبر پيس تہ صرف مان ئي سڄي ڳوٺ ۾ هڪڙي پڙهيل ڇوڪري آهيان. هو بابي جو دوست هو. بابي پهريائين تہ انڪار ڪيو. شايد هن اهڙي ڳالهہ جو تصور بہ ڪونہ ڪيو هو. پوءِ الائي ڪهڙي مصلحت ڪري هو راضي ٿيو. شايد مون يتيم ڇوڪريءَ کي مصروف رکڻ لاءِ اهو زهر جو ڍڪ پيريائين. مون جو ڪجهہ خانگي نموني گهر ۾ پڙهيو هو. ان جي آڌار تي مونکي پنجين درجي پاس جو سرٽيفڪيٽ ملي ويو ۽ مان حويليءَ جي پرسان نئين کليل اسڪول ۾ ڇوڪريون پڙهائڻ لڳس.

مون ٻڌايو آهي تہ هڪ پيري اسانجي هڪڙن مائٽن ۾ ضهر هو ۽ مون رفيق شاهہ کي ٻڌايو تہ مان اوڏانهن وڃڻ واري آهيان تہ هن مونکي منع ڪئي تہ اوڏانهن نہ وڃان ڇو تہ اتي جي هڪڙي مائٽ ڇوڪري مون سان شادي ڪرڻ ٿي چاهي.

اهي مائٽ ڏاڏوءَ جا هئا ۽ منهنجي پيءُ جا ناناڻا ٿين. انهن ۾ منهنجي پيءُ جي سوٽ ڏنل هئي. هن کي ٽي ٻار ٻه ڇاوا هئا. پوءِ هن جي مڙس ٻي شادي ڪئي ۽ ٻابي جي سوٽ کي ڪڏهن ڇڏيائين. جا ٻارن سميت اسانجي حويليءَ ۾ اچي حياتيءَ جا ڏولائن جا ڏينهن ڪاٽي رهي هئي.

منهنجي ان اميدوار ڇوڪري جو نالو سياڻو شاهه هو. هن سياست ۾ نالو ڪڍيو هو. ان وقت ون يونٽ خلاف هلچل هلي رهي هئي ۽ سياڻو ان ۾ پوري گرمجوشيءَ سان سرگرم هو. هو ڏاڍو جوشيلو ۽ حوصلي وارو نوجوان هو. پنهنجي تقريرن ۽ نعرن سان سرڪار جي ننڊ ڦٽائي ڇڏيائين. هو پڪڙيو ويو ۽ جيل جي سزا ملبس. اسانجي سنڌي قوم جي جن سرنديءَ وارن ۾ قومي جذبو ۽ سياسي ساڃهه آهي، سي اهڙن سياسي قيدين جي پنهنجي عزان مالي مدد ڪندا رهندا آهن. سياڻي کي به جيل ۾ ٿي اهڙن ماڻهن وٽان چڱي خاصي رقم ملندي رهي. هن جا مائٽ به بس مڇي مانيءَ وارا هئا. سو اهڙا سرنديءَ وارا هنن جي به سارسنڀال لهندا هئا. هو سيد ته اول ئي هئا. انڪري ڏنَ ۽ پِنَ تي ڏاڍ هريل هئن، سو انڪار ڪونه ڪندا هئا.

سياڻو قيد ڪاٽي ٻاهر نڪتو ته وري به ڪونه مڙيو ۽ پوري جوش سان قومي تحريڪ ۾ حصو وٺڻ لڳو. وري به جلدئي گرفتار ٿي جيل ۾ پيو. اهڙي طرح ٽي ڀيرا جيلن ۾ ڪافي عرصي لاءِ سزا ڪاٽيائين. هو سنڌي ماڻهن ۽ خاص ڪري پڙهيل ڳڙهيل طبقي جو هيرو بڻجي ويو.

مان ته ان وقت به ٺوڪ طور هن کي ڇوندي هئس ته ٿون شروع ۾ سياسي ڪارڪن هنئين. پر هاڻي اباڻي رڳ ڏانهن ڇڪجي "سياسي" پير بڻجي ويو آهين ۽ "سياسي ڏن" اڳاڙڻ خاطر ڊيل ۾ وڃين ٿو.

شاگرديءَ جو زمانو پورو ڪيائين ته هن کي نوڪري ملڻ جو سوال ئي ڪونه هو. سرڪار وٽ رڪارڊ خراب هوس. شهر ۾ هڪ ننڍڙو جنرل اسٽور کوليائين. ماڻهن جي نظر ۾ هو قومي هيرو هو. هو هن کي عزت ڏيندا هئا. هنن جي هن سان انڪري به همدردي هئي جو قوم لاءِ قربانيون ڏيڻ ڪري هن کي ڪا سرڪاري نوڪري نه ملي هئي. انهيءَ ڪري پري ڪان هلي به اچي هن وٽان ضرورت جون شيون خريد ڪندا هئا. نه رڳو شهر وارا پر ٻاهريان پڻ. هن جي گراهڪي ڪافي وڌندي وئي. هن هاڻي عملي سياست کان ڪنارو ڪيو هو. پر پنهنجي قوم وارن سان اڃا به ساڳئي جوش سان قومي ۽ انقلابي بحث ڪندو هو ۽ اهڙي ڪچهري ڪرڻ خاطر به سڄي سنڌ جا ماڻهو هن جي دڪان تي ايندا هئا.

هو بنيادي طرح سياسي ماڻهو هو ۽ پنهنجي ڌنڌي ۾ موقعي جو فائدو وٺڻ لڳو. سياسي رول. سيد هجڻ جو فائدو ۽ پيراڻي ذهنيت هن کي ڪم اچڻ لڳا. هو بازار جي اگهه کان شين جي قيمت وڌيڪ وصول ڪرڻ لڳو. گراهڪن اهو محسوس به ڪيو پر هن جي قومي قربانين ڪري عوام ان مامري ۾ هن سان فراخدليءَ کان ڪم وٺڻ لڳا. ان سان گڏ هو اوڌر جي ناليءَ ۾ ڪن سرنديءَ وارن ۽ سنگتين کان ڪافي وڏيون رقمون وٺڻ لڳو. جي ڪڏهن به نه موٽايائين. هو هنن کي وجي چوندو هو ته اوچتو ضرورت پئجي وئي آهي يا ڌنڌي ۾ خسارو پيو آهي. هيتري رقم قرض طور ڏيو. جلد ئي موٽائيندس. ماڻهن جي ذهنن ۾ هن لاءِ جيڪو قومي هيري جو تصور وينل هو. تنهن جذبي ڪري، هو هن جي اها ضرورت پوري ڪرڻ ۾ پاڻ خوشي محسوس ڪندا هئا. ۽ سياڻو پنهنجي پيراڻي ذهنيت ڪري اها ورتل رقم ائين وساري ڇڏيندو هو جڻ مريد کان ڏن وٺڻ حق سمجهيو ويندو آهي. انهن ترڪيبن سان هن ڪافي دولت ڪٺي ڪئي ۽ سياسي اٽڪل بازي سان آفيسرن وٽ اثر رسوخ وڌائي ۽ سياسي اڳواڻن جي سفارش حاصل ڪري ٻيلي ڪاتي ۾ وڏا وڏا ٺيڪا کڻڻ لڳو.

سياڻي شاهه جا پيءُ ماءُ بابي کان منهنجو سنگ گهرڻ لاءِ اسان وٽ آچي نڪتا. بابي پهرين ته هن کي ڏوراپو ڏنو ته منهنجي سوٽ سان ڪيڏي به ڄڻ ڪئي آٿو ۽ مٿان هڪدم هن کي ٻڌايائين ته گلزار جي ٻانهن. پنهنجي ڀائٽئي عرفان شاهه کي ڏيڻ جي ڳالهه پڪي ڪري ڇڏي اٿئون. اهو سچ نه هو. يا گهٽ ۾ گهٽ اهڙي نبيري جي خبر مون تائين ڪانه پهتي هئي. شايد بابي ائين انڪري چيو جئن هن جو ٻوٽ بند ٿئي ۽ وڌيڪ ڏيگهه نه ڪن. هو اهو جواب ٻڌڻ ڪانپوءِ چپ ڪري، ناراض ٿي هليا ويا.

پر سياڻو شاهه اسان وٽ ٽڪي پيو. هڪ ڏينهن اڪيلو ڏسي مون وٽ اچي ويٺو.

"تنهنجي بابا ته هيءُ وڏي زيادتي ڪئي جو منهنجو توسان رشتو ڳنڍڻ کان صفا جواب ڏئي ڇڏيائين." هن جي لفظ اهڙي ڍنگ سان چيا جڻ ته منهنجو اول ئي هن سان محبت جو ناتو هو.

"مان ڪو بابا جي مرضيءَ خلاف ويندس ڇا!" مون ٿوري چڙ ۽ رکائيءَ سان چيو.

"تون پاڻ جوان جماڻ، پڙهيل ڳڙهيل ۽ وات وڪيل آهين. جي ڳالهه تنهنجي مرضيءَ خلاف آهي ته تون انڪار ڪري سگهين ٿي. هن کي توکان پڇڻ کپندو هو.

تون پنهنجي پسند هنن کي ٻڌائي سگهين ٿي؟" سيائي اميد ڀرين اکين سان چيو.

مون ڪجھ نه ڪڇيو.

"عرفان شاھ سان تنهنجو سنگ ڳنڍجڻ آهي ان کي گهڻڻي پائي؟"

هن وري چيو. هو مون ڏي گهوري نهاري رهيو هو ۽ منهنجيون نظرون زمين ۾ کتل هيون.

"هو منهنجو پيءُ آهي. سندس مرضي. پلي ڪٺي منهنجو پلئه ڪنهن چور سان اتڪائي." وري به مون رڪائي ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي.

"اها پراڻي زماني جي عورت جي سوچ آهي. وڏيرڪي نظام ۾ عورت کي غلام رکيو ويندو آهي. مان سمجهان ٿو ته پنهنجي اهڙي ذهنيت ڪانه آهي. تون بغاوت ڪرڻ چاهين ٿي، پر وات سان هجڻ جو حوصلو نه اٿئي." هن چيو.

مان وري به ماٺ.

"مان ورهين کان وٺي توکي جاچيندو ۽ پرکيندو رهيو آهيان. مان ئي مائٽن سان ضد ڪيو ته تنهنجي ٻانهن مون واسطي گهرن. مان تنهنجي ڪردار ۾ آئيندي جي روشني ڏسان ٿو ۽ مون ۾ اينتري اهليت آهي جو تنهنجي ڪردار کي ڦٽڻ، کلڻ ۽ تڪميل تائين پهچڻ جو موقعو ڏيان. ورنه تون هتي جاگيرداري ڪوٽن جي گهٽ ۽ ٻوسٽ ۾ بنا ڦٽڻ ڪومائجي ويندينءَ. مون تنهنجي شخصيت کي سڄي جو سڄو چاهيو آهي. نه رڳو تنهنجي ڪردار کي پر تنهنجي جسماني سونهن ۽ نزاڪت کي به. تو جهڙيون اکيون ته قدرت ڪن ٿورين سهڻين کي ڏنيون هونديون." هن چيو.

مونکي ياد آيو ته منهنجي اکڙين جي ڊاڪٽر سانول ۽ رفيق پڻ بار بار بيحد واکاڻ ڪئي هئي.

"مونکي ڪجھ سمجھ ۾ نه ٿو اچي." مون هن جي ڊگهي تقرير ۽ پنهنجي ساراھ ٻڌي دل ۾ سرهي ٿيندي وراڻيو.

"جي تون مون سان ٻڌل هجين ها ته هن قلعن ڪوٽن ۽ انهن جي ناهيندڙن ۽ انهن ۾ رهندڙ ظالمن جي پرواھ نه ڪندي. توکي هتان ڪڍي هلي پنهنجو ساٿي بنايان ها..... ها ساٿي ۽ نه غلام!" هن پروسي بريل نموني جيو.

۽ مون سوچيو ته منهنجا سپنا هڪ پيرو وري پور پور ٿي رهيا آهن.

پوءِ اوچتو هڪ ڏينهن منهنجي سوٽ عرفان شاھ سان منهنجو مڱڻو ڪيو ويو.

منهنجي لاءِ ڪوڙ مائٽيون آيون. پر بابي جي چوند کي داد ڏيڻ ڪبي. هن [illegible]

ان تي نوبل انعام ملڻ کپي. مونکي تہ پنهنجي پاڳ تي ناز ڪرڻ کپي جو حق بخشڻ ۽ قرآن سان لائون لهڻ کان بچي ويس. حويليءَ جي ڪرڙين ڪنوارين ۽ حق بخشايل پوڙهين جي ونر. ضرور مون سان ريس ڪئي هوندي ۽ ساڙ کاڌو هوندو. هنن جي خواهشن ۽ امنگن نٿين سر پڙڪو کاڌو هوندو. هنن هر بزدل ۽ انڪر دل ٿي دل ۾ انهن کي پٽيو هوندو جي کين پيڙي رهيا هئا اهو نہ رکو قانوڙو دهل سياڻو شاهہ هو. جنهن ساڙ کان چيو ٿي.

"هي رشتو ات کي کهنبڻي بدن برابر آهي."
"هي رشتو جاگيرداري نظام جو ڏونڌ آهي!"
"هي نسلي وڏ کهراڻب جو ڏونڌ آهي!"
"هي رشتو بزدل عورت جو جنازو آهي!"
"هي رشتو عورت جي جهالت ۽ بزدليءَ جو ڏونڌ آهي!"......

مونکي هاڻي ڏهہ سال انتظار ڪرڻو هو. مونکي هاڻي ڏينهن جو حسرتون ڪندي ۽ رات جو اوجاڳا ڪيندي پنهنجن جذبن، خواهشن ۽ امنگن جي ڏونڌ ۾ جلڻو، سڙڻو، ڪامڻو، ڪرڻو ۽ جهرڻو هو...... منهنجي عمر سترهن سال هئي ۽ عرفان شاهہ جنهن سان منهنجو رشتو ڳنڍيو ويو هو. سو فقط پنجن سالن جو هو!

بابو خوش هو نہ هاڻي ڪوبہ گلزار جو سنگ گهري بيزار نہ ڪندو. هو انڪري بہ خوش هو تہ گلزار اسڪول ۾ پڙهائڻ بردل هجڻ ڪري، ماءُ ۽ پيءُ جي ڪمي محسوس نہ ڪندي. هي ماڻهو سمجهندا آهن تہ عورت جي ماس ۽ دل ۽ دماغ واري جسم کي پٿر جو بوتو بنائڻ ۾ ماهر آهن.

ڪهڙيون، ڪلاڪ، ڏينهن، هفتا، مهينا ۽ سال، اندر ۾ طوفان هوندي بہ گذرندا رهيا. مان ونڪيشنون ۽ ڏکيون موڪلون، ناناڻي گهر ميهڙ وجي گذاريندي هئس. هئي تہ اتي بہ حويلي، پر مونکي ڪجهہ نہ ڪجهہ آزاديءَ سان ساهہ کڻڻ جو احساس ٿيندو هو. ان گهر ۾ ماروت سان منهنجي گهاٽي دوستي ٿي وئي هئي. هڪڙي ٻيءَ هن ڏاڍي رازداري ۽ نيزاري جي نموني هڪ معاملي ۾ سائنس سان ڏيڻ لاءِ چيو شهر جي هڪ ڇوڪري سان هن جو عشق هلي رهيو هو. اهو ڇوڪرو حيدرآباد ۾ انجنئري يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هو. هن سان ملڻ وڃڻ لاءِ ماروت کي ڏاڍا مشڪل پيش ايندا هئا. هن مونکي چيو تہ مان سائنس ان مامري مرسد ڪريان. مونکي هو لڳو نہ ڏاڍو عجيب. پر سڀ ڪن جي ڪانهہ مجبور.

اماں اهو بهانو ڪري گهر و رن کان موڪل وٺي تہ ماروت جي هڪڙي سائڻين. ۽ت سيون وڃون. ماروت جو عاشق پنهنجي ڪنهن دوست جي اوطاق ۾

هن سان ملاقات ڪندو هو. مون ڏٺو تہ اها جڳهہ واقعي محفوظ ۽ اهڙين ملاقاتن لاءِ اڄ وچ جي سهوليت واري هئي. اتي ٻئي ڄڻا موجود هئا. يعني عاشق ۽ ان اوطاق جو مالڪ سندس دوست. هڪڙي ڪمري ۾ ڪوچن تي وڃي ويٺاسين. انهن مان هڪڙو ڇوڪرو جيڪڏهن ڪوجهو نہ هو تڏهن بہ بدصورت ضرور هو. نہ رنگ نہ روپ نہ قد نہ بت. باقي ٻيو ڇوڪرو بيحد سهڻو هو. ائين مڃڻ کان ڪونہ ٿي هٻڪان تہ مون اهڙو سهڻو مرد. ايتري ويجهائي تان اڄ تائين ڪونہ ڏٺو هو. منهنجي اندر ۾ ولولو مچي ويو. مون سمجهيو تہ اهوئي منهنجي ماروئڙ جو يار هوندو. هوءَ تہ اول ئي هن سان هربل هئي. انڪري ڪمري ۾ گهڙڻ سان ئي برقعو لاهي ڇڏيائين. پر مون پنهنجو نقاب بہ مٿي نہ ڪيو ۽ برقعي سان ويٺي رهيس. ماروئڙ چيو تہ هتي حجاب ڪهڙو، برقعو لاهي آرام سان ويهہ. ڇوڪرن بہ ائين چيو. پر مان ساڪئي نموني ڍڪي ويٺي رهيس. تنهن ماروئڙ اٿي، زوريءَ اچي منهنجو نقاب مٿي ڪري ڇڏيو.

جاڻ سڃاڻ ڪرائيندي، جڏهن ماروئڙ ان بدصورت ڇوڪري لاءِ چيو تہ هي ڪمال منگي آهي تہ منهنجا طاق لڳي ويا. هن اڳواٽ ئي مونکي ٻڌايو هو تہ سندس عاشق جو نالو ڪمال منگي آهي. مونکي اچرج لڳو تہ ههڙي بدشڪلي سان ڪيئن دوستي رکي اٿائين. شايد بکيو رکي سُڪي ماني بہ شوق سان کائي ويندو آهي، وارو قصو آهي، يا دل جي ڳالهہ آهي، ڪنهن سان بہ لڳي وڃي، يا موقعي جو سوال آهي، جتي بہ ملي وڃي. سهڻي ڇوڪري جو نالو دلاور شيخ ٻڌايائين. هو بہ انجنيري پڙهندو هو. مون محسوس ڪيو تہ هو گهڙي گهڙي مون ڏي گهوري نهارڻ کان پاڻ کي روڪي نہ ٿي سگهيو. اها ڳالهہ مون ۾ وٺندڙ احساس پيدا ڪري رهي هئي. هونءَ بہ مون ۾ پنهنجي سونهن ۽ سوڀيا جي باري ۾پورو ڀروسو پيدا ٿي ويو هو تہ مان مردن لاءِ پوري ڪشش رکان ٿي ۽ منهنجيون اکيون تہ هنن واسطي چقمق آهن. منهنجي اندر ۾ بہ دلاور جي سونهن ۽ رنگ ڍنگ آنڌ مانڌ مچائي ڇڏي هئي.

چانهہ جو دور هليو. چانهہ بہ پيئندا رهياسين ۽ ڪچهري بہ ڪندا رهياسي. دلاور منهنجي زندگيءَ جي باري ۾ ڪيترائي سوال پڇندو رهيو. جڏهن ٻڌايومانس تہ ماسترياڻي آهيان تہ هن جون اکيون چمڪي اٿيون. ماڻهن ۾ ماسترياڻيءَ جي باري ۾ رومانٽڪ تصور ويٺل آهي ۽ ماسترياڻين کي شوقين سمجهيو وڃي ٿو.

ماروئڙ ۽ ڪمال ٻئي ٻئي واري ڪمري ۾ هليا ويا تہ دلاور ۽ مان ڪمري ۾ اڪيلا رهجي ويٺاسين. گفتگو ٿيندي رهي. مان اهو مڃڻ کان نہ ٿي ڪيٻايان تہ ٻئي هڪ ٻئي کي ڏاڍي نگاهن سان ڏسي رهيا هئاسين. ٻئي واري ڪمري ۾ جو ڪجهہ ٿي

رهيو هو. ان جو تصور منهنجي جذبن کي ڀڙڪائي رهيو هو. بي قابو ڪري رهيو هو. اندر ۾ مانڌاڻ مچي ويو. خواهشن جو ٻرندڙ جبل ڦاٽڻ لڳو. امنگن جو درياهه بچاءَ بند ٽوڙڻ لڳو. بدن ۾ ٽڙڪٽي. دل ۾ ڌڙڪو. ڳالهائڻ ۾ لرزش ۽ اکين ۾ خمار اچڻ لڳو. دلاور جي به ساڳئي ڪيفيت ٿي وئي. هو مونکي ويجهو پوندو ويو. ويجهو پوندو ويو. ويجهو پوندو ويو..... پوءِ هن ڪمري جي درن جا ڪڙا ڪنڊا پڻ بند ٿي ويا....

پوءِ موقعي بي موقعي ميهڙ اچڻ جو منهنجو شوق وڌي ويو.

# پرڻي نہ رني

هڪڙي چوڻي ٻڌي هئم: ”ڄائي نہ ڄوري، پرڻي نہ رَني“ هاڻي ان جو سوچي دل ئي دل ۾ مرڪندي هئس. اها مون سان لاڳو ٿيندي هئي. عرفان مئٽرڪ پاس ڪئي نہ اسان جي شادي ڪرائي وئي. ان وقت هو پندرهن سالن جو هو ۽ مان ستاويهن اٺاويهن ورهين جو هئس.

هاڻي ڪن پاڻين جي روش تي روشني وجهجي. ٻهرين نہ مونکي ڏاڏو پاڻڻ ۽ پيار ڏيکارڻ لڳو. مونکي ڪراچي، حيدرآباد ۽ ڏاڏوءِ جو سير ڪرايائين. مون لاءِ ڏاڍا ڳهه، ڪپڙا ۽ هارسينگار جو سامان وٺي ايندو هو. خبر هئس نہ مان ٻيڙيون پئندي آهيان نہ ان تي اعتراض ڪونہ ڪيائين. پاڻ ٻيڙيون وٺي اچي ڏيندو هوم. پر جلد ئي هن ڪي منهنجي اخلاق ۾ڪمان پوڻ لڳو. ان لاءِ ڪيئي سبب ٿي سگهن ٿا. هڪ نہ ساماڻجڻ ڪانپوءِ مونکي بنا مڙس ١٥ سال گذريا هئا. هن ڪي خبر هئي نہ ويڙهي اندر مردن ۾ عورتن جون پاڻ ۾ عشقبازيون ٿينديون رهنديون هيون. انهن ۾ حق ٻخشايل بہ شامل هونديون ۽ ڪڏهن ڪڏهن نہ اهڙا اتفاق بہ ٿيندا هئا جو ماڻ ماڻ ۾ داين جي سهائتا وٺڻي پوندي هئي. ٻيو نہ منهنجي سس ۽ منهنجي ماٽيجي ماءُ، منهنجي خلاف هن جا ڪن پريندي رهنديون هيون. ڳالهہ ايستائين پهتي جو منهنجي ماسات سيالو شاهہ، منهنجي هڪ سوٽ ۽ حويليءَ جي ٻن ٻين ڇوڪرن جا نالا وٺي مونکي مهڻا ڏيڻ لڳو. سس ۽ نڳي ماءُ جو نہ مون سان خدا ڪارڻ وير تي ٻيو هو. سس ۽ نهن جا جهيڙا نہ جڳ مشهور آهن. هوءَ بہ ڏاري يعني غير سيد هئي. هن ڪي ساڙ ان تي لڳو جو مڙس مونکي ايترو چاهڻ ۽ منهنجي هر مرضي رکڻ لڳو ۽ سارو وقت منهنجي ڪڇ ۾ گذارڻ لڳو. منهنجيون نڻانون، ٻيون نہ نندڻيون هيون پر جيڪي ساماٿل هيون، سي بہ ماءُ سان پٽ تي مونکي ذليل ڪرڻ لڳيون. چاچو سهرو بہ زال ۽ ڏين جي اثر هيٺ هو. منهنجي نڳي ماءُ جي نہ نندي هوندي ڪان مون سان ڪانہ پوندي هئي. جڻن ماٽيجي ماءُ جو ظالماڻو ڪردار جڳ مشهور آهي. بابو ان وچ ۾ ٽين شادي بہ ڪري چڪو هو ۽ انهن ٻن زالن مان هن ڪي ڪيترائي ٻار ٿي چڪا هئا. جن مان ٽي ڇوڪريون بالغ ٿي ويون هيون.

هاڻي بابو منهنجو ٿورو گهڻو خيال رکندو هو ۽ سار سنڀال لهڻ ايندو هو. پهرين پنهنجي پگهار بابي کي ڏيندي هئس. شادي کانپوءِ اها منهنجو مڙس کڻڻ لڳو.

ڪجهه "پاڪن" جي باري ۾ ٻڌائجي. حويلين ۾ جن ڀيڻن کي حق بخشارايو ويندو آهي ۽ سڄي عمر ڪنوارو رهڻ تي مجبور ڪيو ويندو آهي. انهن کي عام خلق "پاڪ" سڏيندي آهي. سمجهيو ويندو آهي ته هو پاڪ روح آهن ۽ هنن ۾ ڪرامت اچي واسو ڪيو آهي. ماڻهن جي هنن ۾ عقيدتمندي پيدا ٿي ويندي آهي. انڪري بيماري ۽ ڪنهن ٻئي مشڪل يا مصيبت کان ڇوٽڪارو پائڻ لاءِ هنن کان ڌاڳا وترائي ٻڌندا آهن يا پاڻي پڙهائي پيندا آهن، يا دعائون گهرائيندا آهن يا تعويذ ۽ ڦيٿا ڪرائيندا آهن ۽ ان لاءِ نذرانا ڏيندا آهن.

پاڪن کي اڪثر هڪڙي قسم جا دورا پوندا آهن، جن ۾ هو چڙيون هٽنديون آهن، بيهوش ٿي وينديون آهن، واڇن مان گڦ وهندي اٿن، ڪلنديون يا ٽهڪ ڏينديون آهن. سڏڪا ڀرينديون آهن يا پار ڪڍي رئنديون آهن. ان لاءِ چيو ويندو آهي ته جن ٿيو اٿس يا حسابُ ٿيو اٿس. پهرين مان به ائين سمجهندي هئس، پر هاڻي ڪتابن پڙهڻ سان ۽ ٻي طرح به ڄاڻي وئي آهيان ته اها دماغي بيماري آهي، جنهن کي ڊاڪٽر هسٽيريا (Hysteria) چوندا آهن. ان جو سبب هوندو آهي جذبن ۽ خواهشن ۽ خاص ڪري جنسياتي خواهش جي تڪميل کان محرومي. سو اهو جن، خواهشن جو جن هوندو آهي ۽ اهو حساب جذبن جو حساب هوندو آهي.

مونکي ماءُ کان محرومي ۽ مائٽن جي روش سودائڻ بڻائي ڇڏيو هو. پر منٺار سان پيار ٿيڻ کانپوءِ منهنجو ذهن روشنين سان ڀرجي ويو.

غريب هارين جو هڪڙو لسڙات ڇوڪرو، حويليءَ ۾ نوڪر ڪري رکيو ويو. حويليءَ جو هڪڙو مرد هن سان عشقبازي ڪندو هو. ڪيئي سال گذري ويا. جڏهن هو جوان ٿي ويو ته به هن کي حويليءَ مان نه ڪڍيو ويو. شايد انڪري جو هو پراڻو ٿي ويو هو ۽ حويليءَ اندر هر ڪنهن سان هري مري ويو هو ۽ مردن کي خيال ٿيو هوندو ته هن کي نمڪحرامي ڪرڻ جي همت نه ٿيندي. ان دوران ڪن "پاڪن" جا جنّ ۽ حساب جا دورا گهٽجي ويا هئا. هڪ رات، هڪڙي مرد، هن کي ڪنهن پاڪ سان پڪڙي ورتو ۽ چوري کي اچي ڦيهه ڪڍڻ لڳو ۽ هن کي ڪو هنڌائتو ڌڪ لڳي ويو. جنهن ۾ تڏي ئي ئي هن جا پساهه پورا ٿي ويا. صبح جو اهو چئي هنجو لاش هنجي مائٽن جي حوالي ڪيو ويو ته اوچتو نمونيا ٿيڻ ڪري، هنجو قدرتي موت ٿيو آهي. مائٽ بي ٻهج ۽ نهايت مسڪين ماڻهو هئا.

شروع ۾ عرفان مونکي گهر جو ڪم ڪرڻ نہ ڏيندو هو. چوندو هو تہ نوڪري بہ ڪريون ۽ گهر ۾ بہ اچي هڻ هٿان ڪريون. هو پرواري شهر ۾ زرعي کاتي ۾ ڪلارڪ هو. مان اسڪول مان ۽ هو آفيس مان موٽندا هئاسين تہ پنهنجي ڪمري ۾ ليٽيا پيا هوندا هئاسين. منهنجي سس ۽ نڻانون منهنجي سهري جا ڪن پرڻ لڳيون پر عرفان چوندو هو تہ پلي بابا کي منهنجي خلاف برغلائن ۽ پڙڪائن پر مان توکي نہ گهر جو ڪم ڪرڻ ڏيندس ۽ نہ گهمائڻ کان مڙندس. پوءِ پلي بابو مونکي ڏار ڪري ڇڏي.

حقيقت هيءَ هئي تہ گهر جي ڪم جو مونکي تجربو ئي ڪونہ هو. رڌپچاءُ تہ اصلي ڪونہ ايندو هوم. پوءِ جڏهن منهنجو مڙس گهر ۾ نہ هوندو هو تہ مائر ۽ ڏيئر ضعن ۽ ميهڻن سان منہ جو اندر ساڙڻ لڳيون. مان ڳالهہ وڏي وڃڻ جي انديشي کان عرفان کي اهو ڪونہ ٻڌائيندي هئس. پر هن کي چيم تہ مونکي رڌپچاءُ سيکاريو تہ مان بہ اهو ڪم ڪريان. انتي هو جواب ڏيندريون هيون تہ توکي جو سيکارڻ تي ويهي مٿو ماريون تنهن کان پاڻ چونہ پچايون. مان گهر جا سنها ٿلها ڪم ڪرڻ لڳس جهڙوڪ ٻهاري ڏيڻ، ٿانو ملڻ، بصر ڪٽڻ ۽ مصالحا پيهڻ. پر هن جون ٽوڪون جاري رهيون. مون ڏنو تہ اڪي ٿورو گهڻو هي مائٽ قرب ڏيندا هئا. هاڻي مونکي صفا نوڪرياڻي سمجهڻ لڳا آهن.

هڪ ڏينهن عرفان پنهنجي وڏي پيڻ کي اچي چيو تہ منهنجا مهمان آيا آهن. انهن جي ماني ڪري ونو. ان تي هن جواب ڏنس تہ بابي جا مهمان هجن ها تہ اسين ڪريون ها. هي توهانجا مهمان آهن، وڃي پاڻ بندوسبت ڪريو. ان تي عرفان کي اهڙي ڪاوڙ آئي جو هن کي ٺڦڙ وهائي ڪڍيائين. پوءِ تہ وڏو گوڙ ٿي ويو. چاچو سهرو بہ گهر ۾ موجود هو. مان پنهنجي ڪمري ۾ليٽي پئي هئس ۽ گوڙ ٻڌم مان ڏاڍو گهبرائجي ويس چو تہ جهيڙي کان ڏاڍو ڊڄندي آهيان. ٻاهر نڪتس تہ نڻانن توڙي سس مونکي ست سريون ٻڌايون. مان بيوسيءَ کان رئڻ لڳس. پوءِ بابو، جيجي ۽ ٻيا بہ اچي پهتا. بابي جهيڙي کي ناريو ۽ چيائين تہ هينئر تہ مهمانن لاءِ مان تو ڪاڏو تيار ڪرايان پر آئيندي تون نندي چاچي جي گهر وڃي روزانو رڌ پچاءُ سکندي ڪر ۽ پنهنجو ڪم پاڻ ڪندي ڪر.

هڪ پيري عرفان جو هڪ دوست مهمان ٿي آيو. عرفان مونکي چيو تہ مونکي هڪ سٺو بسترو بہ ڪڍي ڏي ۽ پوءِ جلدي م چانور بہ پچاءِ ۽ ٻہ ٽو بہ تري وٺ. مان اندران بسترو ڪڍڻ ويس. اجا بسترن واري صندوق کولي ونانو مس ڪڍيم تہ منهنجي نندي نڻان اندر آئي ۽ مونکي چيائين تہ هي مٿيون هند ڪر

خراب تہ نہ آهي. تنهنجي مڙس بسترا وٺي رکيا آهن ڇا جو ڳولڻ ويٺي آهين. مون چيو تہ ادي، عرفان تہ هيءَ چادر ۽ هي وهاڻو مون کان کڻي وٺندو. ان تي چيائين تہ پوءِ مهمان کي پاڻ وارو بسترو وجي موڪل. مان تہ ڏجي ويس ۽ سوچيم تہ عرفان ٻاهر اڱڻ ۾ ويٺو آهي جي مان بسترو نہ کڻي ويندس تہ مون سان بہ وڙهندو ۽ گهر جي ڀاتين جي بہ بي عزتي ڪندو ۽ وڏو جهيڙو مچي ويندو ۽ الزام وري بہ مون تي ايندو تہ فساد مون ئي ڪرايو. سو جيڪو بسترو نشان ڏنو، سو ئي ٻاهر کڻي آيس.

"بسترو سٺو آندو اٿئي نہ؟" عرفان پڇيو.

"سادو هوندو تہ ڪهڙي ڳالهہ آهي. تو وارو هي دوست ڪو پرائو تہ نہ آهي؟" مون ڳالهہ ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي.

"پوءِ تون انهن جي گهر هلنديئن تہ توکي بہ اهڙو سادو بسترو ئي وڇائي ڏيندا." عرفان کلي چيو.

"پلي ڪن. مان ڳالهہ ڪانہ ڪندس." مون جهيڙو ترندي ڏسي سامت جوساهہ کنيو.

وري چانور ۽ پٽالون تيار ڪري وجي وڏي ٿان جي آڏو رکيم. هوءَ ئي گهر جي ڀاتين ۾ ڪاڏو ونڊينڊي هئي. هن چيو تہ مان اوهانجي ماني نہ هلائينديس. اهو ٻڌي مونکي ڏاڍو ڏک ٿيو. وري وجي سس جي آڏو رکيم. هن طعنہ جو تير هڻائيندي چيو "چو. توکي چانور ۽ پٽاٽا ڪڏهن نہ ايندا آهن ڇا؟ تون ئي وجي ڪڍ ۽ کير بہ اٿو. مونکي مٽي ۾ سور پيو آهي، ماڻ تہ وجي ٿي سمهان."

عرفان ماني کڻڻ آيو تہ ٻين کي سمهيل ڏسي ڳالهہ سمجهي تہ ويو. پر هاڻي هر ڳالهہ ۾ مونکي ئي ڏوهہ ڏيڻ لڳو هو تہ مان سندس مائٽن سان نيڪ نموني نٿي هلان. پوءِ اهڙو وقت آيو جو هر معاملي ۾ هو پنهنجي ماءُ ۽ ڀينرن جو پاسو کڻڻ لڳو ۽ مونکي ڌمڪائڻ لڳو.

عرفان مون کان پري ٿيندو ويو. رڳو سوڍا وانگر هنجو ڀهريون جوش هو. انهن کي مان هنجو مون سان سچو لڳاءُ سمجهي ويٺي هئس سس ۽ نڻانن مونکي برداشت نہ ٿي ڪيو. هر ماڻهوءَ سان منهنجي ڳالهہ ڪرڻ لڳيون ۽ مون تي الزامن جو وسڪارو لڳائي ڏنائون. منهنجو مڙس بہ هنن کي ٻڌڻ لڳو هو. هن کي پڪ ٿيڻ لڳي تہ سندس ماءُ جا پڌايل بہ نہ مائٽ منهنجا يار هئا. هوءَ ٻين ماين کي چوندي هئي تہ مان پنهنجي پٽ جي ٻي شادي ڪرائينديس جو هو نئڊو نوجوان آهي ۽ گلزار عمر جي پڪي آهي. ڪم بہ ڪونہ ٿو اچيس ۽ چال بہ نيڪ نہ اٿس ۽

اسانجي ٻچڙي کي حويليءَ جي وڏن ڦاسائي ڇڏيو آهي. منهنجيون ڪي ڳالهيون ٻڌي هيون تہ عرفان ڳوٺ جي هڪ ٻن عورتن سان ڪريل آهي. هاڻي تہ هن منهنجي وڏي نٺان جي مڪڙي ساهيڙيءَ سان ياراڻي رکي. هوءَ اسانجي گهر پنهنجي ماءُ سان ايندي ويندي هئي ۽ عرفان منهنجو خيال بہ ڪونہ ڪندو هو ۽ منهنجي سامهون بہ هن سان گهرو پوندو هو. مان محسوس ڪندي هئس تہ عرفان جي وڏي ڀيڻ ان معاملي ۾ هن جي مدد ڪري رهي آهي، شايد مونکي جلائڻ ۽ ذليل ڪرڻ لاءِ.

انهن ئي ڏينهن ۾ منهنجي مڙس جو، منهنجي پيءُ سان زمين جي ٽڪري تان جهڳڙو ٿي پيو ۽ اهو جهڳڙو ايترو وڌي ويو جو هڪ ڏينهن هڪ ٻئي تي ڪهاڙيون ڪڍي اييون ڪيائون. منهنجو ان قصي ۾ ڪو دخل ڪونہ هو. پر عرفان بدلو مون کان وٺڻ ۽ مونکي گاريون ڏيڻ ۽ بدشد ڳالهائڻ لڳو ۽ طلاق جي ڌمڪي ڏيڻ لڳو ۽ ڏاڍو بڇڙو ڪرڻ لڳو.

رهي کهي ڪسر ويم پوري ڪري ڇڏي. مونکي ڌيءُ ڄائي. اها ڳالهہ هن کي ڪتي تي وٺي.منهنجو ويم جيجيءَ جي گهر ٿيو هو. ڌيءُ ڄمڻ جو ٻڌي، عرفان مبارڪ ڏيڻ تہ ٺهيو، خير خيريت جي خبر لهڻ بہ ڪونہ آيو ۽ نہ سندس گهر جو ڪو ٻيو ڀاتي مون ڏي لڙيو. جيتوڻيڪ ٻئي گهر لاڳيتا هئا. مونکي تنهائيءَ جي احساس جهوري ڇڏيو. ڄڻيءَ ۾ بہ هتي دلچسپي ڪانہ ورتي. ڄڻيءَ ۾رکو مان، جيجي. ننڍو چاچو ۽ حويليءَ جون ڪجهہ ٻيون عورتون آيون. مون زوريءَ ڳوٺ جون بہ ٽي ڳائيون گهرايون ۽ دل جي ڀاهہ ڪڍڻ لاءِ هتي سان ويهي لاڏا ڳايم. هوءَ منهنجي ڌيءُ هئي. مون هن لاءِ ڏهہ مهينا سور سٺا هئا. هن جي ڄمڻ تي مونکي سچ پچ خوشي ٿي هئي. هوءَ منهنجو آئيندو هئي. مان هن ۾ روشني پرينديس. مان پنهنجي آئيندي ۾ روشني پرينديس. هوءَ منهنجي "تلاش" هئي. منهنجي اندر ۾ بي آرامي رهندي هئي، جڏهن مان زندگيءَ ۾ڪنهن شيءِ جي تلاش ۾ هئس. اهڙي شيءِ جي تلاش جا سماج ۾ عورت کي انسانيت ۽ وقار سان رهڻ ڏئي، جا مان ماڻي نہ سگهي هئس، پر تمنا هئم تہ ڌيءُ ڄمندي تہ هن کي اهڙي نپائينديس جو هوءَ ان تلاش جو مجسمو ثابت ٿئي.... مون هن جو نالو ئي رکيو پرهہ ڦٽي.... روشني.... تلاش....

ٻار جو زور سان متو لڳڻ ڪري الاڪي ڇا جي ڪري منهنجي ڪڇي ٻڇي ۾ سور ٿي پيو. پهرين تہ مون خيال ڪونہ ڪيو. پوءِ ان ۾ سوڄ بہ ٿي. مون پنهنجي منهن ان جي ٿاڪور ڪئي. پر تڪليف وڌڻ لڳي. مون لڄ کان ڪنهن کي ڪونہ ٿي ٻڌايو يا ڏيکاريو. سوڄ ۽ سور وڌي ويو ۽ ان پاسي ڪچوراڻي بہ نڪري پئي ۽

ٿوري ڪٿس بہ محسوس پئي ڪريان. مجبور ٿي مڙس ۽ جيجيءَ جي ڪي ٻڌايم. جيجيءَ ڪي ستيون ڦڪيون پياريون ۽ لُڙيون ٻڌيون. پر قصو جئن پوءِ تئن اُڪتي هو. اينري قدر جو ان ٻبي مان کير ٻدران پونءِ اچڻ لڳي. ڪڪيءَ ڪي بہ هڪڙي ٻبي مان ٿج پياري پئي سکهان ۽ هن کي ڏوءُ ڪونہ پيو ٿئي. خير، هن کي مٿيون کير ٻڪريءَ جو ڏيڻ لڳس. مونکي وڏيڪ تپ رهڻ لڳو. ٻک گهٽجي وئي ۽ ڪمزوري ٿيڻ لڳي. تڪليف اهڙي هند تي هئي جو حويليءَ وارا ڪنهن مرد ڊاڪٽر کي ڏيکارڻ جو سوچي بہ نہ ٿي سگهيا. عرفان، چاچا ڊاڪٽر سانول سان مشورو ڪيو. هن ڪجهہ ٽڪيون ۽ ڪئپسول ڏنا. پر انهن پڻ فائدو ڪونہ ڏنو ۽ ٻيو توڙي ڪچ وارو ڳڙ وڏا ڦوڙا بنجي ويا. چاچا ڊاڪٽر ٻڌاين تہ آپريشن ڪانسواءِ ٻيو ڪو حيلو ڪارگر نہ ٿيندو. تڏهن هن مونکي شهر ڏانهن ڪٺائي وڃڻ جو سوچيو. دادوءَ سول اسپتال وٺي وڃڻ لاءِ منهنجو مڙس تيار نہ هو. اتي وڃجي ها تہ لازمي طور سياڻي شاهہ جي گهر ۾ رهڻو پوي ها ۽ هن کي شڪ هو تہ منهنجا هن سان ناتا آهن ۽ اهڙي الزام لڳائڻ ڪري هنن هڪ ٻئي سان بہ ٿي پيرا ڏند بہ ڏنا هئا. ٻيو شهر هو ميهڙ. مان ميهڙ وڃڻ ۾، دلاور جي موجودگي ۽ ناناڻن جي دلي قرب ملڻ ڪري، سرهائي محسوس ڪندي آهيان. هن پيري هڪڙو ٻيو سهڻو اتفاق بہ ٿيو. اتي جي اسپتال ۾ پهچڻ سان ڏٺم تہ ڊاڪٽر سانول ئي ميڊيڪل آفيسر هو. جو تازو ئي بدلي ٿي آيو هو.

منهنجن وارثن لاءِ هاڻي ٻيو رستو ئي ڪونہ هو تہ منهنجي حياتي بچائڻ واسطي مونکي مرد ڊاڪٽر جي حوالي ڪن. جيتوڻيڪ مان ڳري ڪندا ٿي وئي هئس. پر ڊاڪٽر سانول مونکي سڃاڻڻ ۾ دير نہ ڪئي ۽ مون ڏنو تہ چڪاس ڪندي هن جون اکيون آليون ٿي ويون هيون. نپاسڻ ڪانپوءِ منهنجي مڙس ۽ منهنجي سهري سان ڏاڍي جٺ ڪيائين، ۽ هنن کي شرمندو ڪندي چيائين: "توهان ماڻهن کي انسان جي حياتيءَ جو قدر ئي ڪونهي. توهان ڪتن ۽ سوئرن جو وڌيڪ خيال ڪندا آهيو ۽ هنن کي معمولي ڦٽ ڦرڙي ٿيندي آهي تہ بہ عڪدم انهن کي شهرن جي اسپتال ۾ پهچائي، هنن جو علاج ڪرائيندا آهيو. هاڻي هن ڇوڪريءَ جي حياتي خطري ۾ آهي. ڦوڙن جو زهر رت ۾ دلي ويو اٿس ۽ شايد پونءِ ڦڦڙن تائين ڦهلجي وئي آهي. هن جي فورن آپريشن ڪرڻي پوندي."

مونکي ان وقت بہ ياد اچي رهيو هو تہ ڳوٺ مان نڪرڻ وقت بہ منهنجي سس پنهنجي پٽ يعني منهنجي مڙس عرفان کي چئي رهي هئي ۽ اهڙي نموني چئي رهي هئي جئن مان بہ ٻڌي سگهان تہ "اهڙيون بيماريون تہ ضاعفن کي ٿينديون

رهنديون آهن ۽ هتي ئي چٽي ويندون آهن. تنهنجي زال کي هروڀرو ڊاڪٽرن کي ٻيا ڏيکارڻا آهن ته ٻلي وني وڃوس.“

سچ اهو آهي ته ڊاڪٽر سانول کي ڏسڻ سان پنهنجي اڌ پيڙا گهٽجي وئي هئي.

هن منهنجي آپريشن ڪئي ۽ دلوکن گند ۽ پونء جو نڪتو. جيستائين ڦٽ پريو ۽ چٽو، ڊاڪٽر سانول منهنجي ايڏي خدمت ڪئي، منهنجي ايڏي ٿهل ٽڪور ڪئي، منهنجو ايڏو خيال رکيو جو ماءُ پنهنجي سڳي ٻار جو به نه رکندي آهي. هن پنهنجو ڏينهن رات جو سک ڦٽائي ڇڏيو. دوا مونکي پنهنجي هٿ سان پياريندو هو. ملم پٽي پاڻ ڪندو هو، ڳالهيون ڪري مونکي وندرائيندو هو ۽ منهنجن وارثن جي ڪا پرواهه نه ڪري پنهنجي هٿ سان مونکي ڪاڌو کارائيندو هو. وارثن تي ته وقت بوقت ڦٽ لعنت وجهندو رهندو هو ۽ هو شرم ۾ ايڏو ٻڏل هئا جو ڊاڪٽر آڏو نه ڪنڌ کڻي سگهندا هئا ۽ نه ڪجهه ڪڇي سگهندا هئا. هن هنن کي اخلاقي طرح نيچو (Morally Down) بنائي ڇڏيو هو.

مونکي صحتمند ٿيڻ ۾ ڏيڍ مهينو لڳي ويو. پهرئين به هفتا مونکي اسپتال ۾ رهايو ويو، پوءِ ناناڻن جي گهر آيس. اتي به ڊاڪٽر ڏهاڙي مونکي ڏسڻ ايندو هو ۽ ملم پٽي ڪندو هو ۽جي مائٽ شڪايت ڪندا هئا ته هيءَ ماني نه ٿي کائي يا گهٽ ٿي کائي ته پاڻ گرهه ٻري منهنجي وات ۾ وجهندو هو. هو شادي ڪري چڪو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي بيگم کي هن گهر ۾ وٺي ايندو هو. هوءَ ڪيترو نه فئشنبل هئي ۽ ڪيڏي نه سهڻي لڳندي هئي! هو پنهنجي موٽر ۾ايندا هئا. هنن کي گڏ ڏسي مونکي حسرت ٿيندي هئي، پر خوشي به ٿيندي هئم ته دنيا ۾ ڪي انسان ته ايترو خوش آهن!

ميهڙ مان موٽياسين ته منهنجي مڙس کي ٻن ڏينهن لاءِ ڪنهن شهر وڃڻو پيو. مونکي ڪجهه به پئسا ڏئي ڪونه ويو. مون وٽ ڪي ضرورت جون شيون ڪونه هيون. گهر وارن جا منهن ڦريل ڏسي، انهن کان گهري نه پئي سگهان. جيجيءَ کان به نه پئي وٺان ته منان سس منهنجي مڙس سان نه شڪايت ڪري ته اسانکي خوار ڪيو اٿائين. سڄي ڪانيءَ تي گهڻو بار پوندو آهي. مان به جڻن گهڻو پئي ڏجان تئن گهڻو پئي ڦاسان. چاچو سهرو مهيني جي منڊ ۾ سودو آڻيندو هو ۽ ونڊبندي وري منهنجي وڏي نٽان هئي. اسانکي به حصو ملندو هو. هن مهيني جي شروع ۾ جو اسين گهر ۾ڪونه هئاسون سو اسانکي حصو ڪونه مليو. منهنجي ساري پگهار نه عرفان ڪٽندو هو. هاڻي مان سودو وٺان ته ڪٿان وٺان. نيٺ جيجيءَ چيو ته سس

ڪان گهري ڏس نہ تہ مان بندوبست ڪنديس. چاچيءَ کي وچي چيم تہ مونکي سودو صفا ڪونهي، سو ڪجهہ هجيو تہ مونکي ڏيو. ٽڻان بہ اتي ڪٽ تي ستي پئي هئي. چاچي تي ڪجي ڪانہ ۽ شايد ٽڻان جي مرضي هئي تہ مان هن ڪان گهران. سو مان ويچاري ٿي، بيهي بيهي، موٽي آيس. ڪنهن جواب ڪونہ ڏنو. ٿوري دير ڪانپوءِ چاچو سهرو آيو تہ هن کي ٻڌائيندي ٽڻان ڏاڍيان چيو. جڏهن مان بہ ٻڌي سگهان تہ "پنهنجيون پگهارون گهمڻ ۾ پوريون ڪن ۽ سودي جو وري اسان نيڪو ڪنيو آهي ڇا. امان ڪان سودو گهريائين، جي مون ڪان گهري ها تہ نيڪ ڪري ڇڏيانس ها!"

مونکي انديشو ٿيو تہ جيجي نہ اهي ڳالهيون ٻڌي ۽ جواب ڏئي ۽ پوءِ جهيڙو ٿي پوي ۽ مڙس طرفان نتيجو مونکي ڀوڳڻو پوي. جڏهن ڏينهن ڪري ڏينهن گذاريم.

عرفان شهر مان موٽيو. هن مون واسطي شفون جا بہ روا آندا هئا، ۽ ٻيو سامان بہ آندو هئائين. سندس ماءُ ۽ ڀيڻ اڃا مٿان ڪڏ ٿيس. مان تہ نوڪرياڻيءَ وانگر چانهہ ۽ ماني پچائڻ ۾ مشغول رهيس. هن ڳنڍيون کوليون ۽ شيون ڪٽ تي ٽيڙي ڇڏيائون. اندر ڪمري ۾ جيجي منهنجي ڪڪيءَ کي پينگهي ۾ لوڏي رهي هئي. مون هن کي آهستي وچي چيو تہ تون سودي جي باري ۾ ڪجهہ نہ چئجان. ٽڻان منائي ۽ ٻيون شيون ونڊي وراهي رهي هئي. انهن ٻن رون لاءِ ياءُ کي چيائين تہ هي اسان ٽيون ڪٽون. ان تي ماءُ هڪدم چيو تہ ياٽي آندا بہ ڀينرن لاءِ آهن. گلزار کي تہ اجان هيڪاندو ڏاج پيو آهي. مان تہ بي زبان جانور هئس. چپ چاپ پئي سڀ ڪجهہ ٻڌم ۽ ڏٺم. منائيءَ جو ذرو مونکي بہ ملبو باقي ٻيون شيون هو ڪٺي روانيون ٿيون.

"اديءَ جن کهڙيون نہ پڪيون آهن. ٻئي روا ڪٺي هليون ويون." عرفان ڪلندي چيو.

"رون تي ڇڙ کهڙي نہ سني ٿيل آهي، پر خير. هو بہ تنهنجيون ڀيٽيون آهن." مون ڦڪائي مان چيو.

"خدا جو قسم اهي ٻئي روا مون تو لاءِ آندا هئا." هن وراڻيو.

مان ماٺ رهيس.

"چڱو ٻلا هيءَ منائي تہ کاءُ." هن گهڙي رکي چيو.

"توهين کائو. مان پوءِ کائينديس."

"مون سان ڪاوڙي آهين؟"

"چو ڪاوڙبس!"

سس ڪا در ٻاهران اسانجي گفتگو ٻڌي رهي هئي. اندر گهڙي آئي ۽ ٻئي روا منهنجي ٻوٽ تي اڇلايائين.

"اسانکي ڪو تون سهندينءَ ڇا!" ۽ ٻيو الائي ڇا ٻڙٻڙ ڪندي هوءَ واپس هلي وئي.

"منهنجا مائٽ توسان اڊنگي هلت ڇو ٿا هلن؟" هن ڇيو. اڄ هو ڪنهن سٺي موڊ ۾ هو يا شايد مون تي پيار اچي رهيو هوس.

"توهانجو ڪڏهن مون سان ائين هلندا آهيو. انڪري ٻين جو من ٻه وڌي ٿو يا شايد منهنجي ڪمزوري آهي." هن کي موڊ ۾ڏسي مون ٻه پنهنجي دل جي ڳالهه ڇئي ڏني.

"ائين ته نه آهي ته اسين هن جي در تي پيا آهيون. انڪري اهڙي هلت تي هو پنهنجو حق ٿا سمجهن؟"

"اهو توهانجو ڏوهه آهي. توهان جڏهن منهنجي ۽ پنهنجي پگهار هر مهيني هن جي هٿ تي رکو ته پوءِ ڇو مهڻا ڏين."

"جيڪڏهن توکي ۽ مونکي نوڪري نه هجي ها ته ڇا پوءِ خرچ پکو ڪونه ڏين ها. هاڻي ٻه ائين ڪٿي سمجهن ته اسانکي نوڪري آهي ئي ڪانه." هن ڇيو ۽ ڪليائين.

"واهه. اسانکي پئسا ملندا رهن ۽ هو سمجهن ته اسانکي نوڪري آهي ئي ڪانه. ڀلا ٻڌو ڪو صابڻ يا صرف آندو اٿو ته مان ڪپڙا ڌئاريان؟" مون پڇيو.

"امان جن سودو ڪونه ڏنو آهي ڇا؟"

"اسان هٿ هٿاسين ئي ڪونه ته ڪنهن کي ڏين ها."

"هاڻي ته آيا آهيون."

"هاڻي اٿن الائي نه. هجين ها ته ڀاڻهي ڏين ها."

"تون امان کان گهري ته ڏس. جي نه ڏنائون ته مان وٺي ايندس."

"حالي ته مان ڪانه ٿي گهران. مهيني پوري ٿيڻ ۾ باقي ٻه ٽي ڏينهن آهن. پوءِ چاچو سودو آڻيندو ته اسانکي ٻه ملندو. پر هاڻي ان سودي مان پورت ڪانه ٿي پوي. هن کي شاباس آهي، جيڪو سودو ڏين ٿا سا سندن مهرباني. هاڻي ڪجهه پئسا ڏي ته مان ضرورت جون چيزون گهرايان."

"سودو مان بابا وارن کان وٺندس ۽ پگهارون پنهنجي گهرج ۾ کپائيندس. بابي جي ٻنيءَ ۾ منهنجو حصو نه آهي ڇا؟ ان لاءِ ئي ته منهنجي پيءُ سان ٻه لڙيو

هوس. تون ماٺ ڪري ويھ، مان پاڻهي هنن ڪان سودو ونندس."

"مهرباني ڪري جهڳڙو نہ ڪجان. مونکي جهڳڙن ڪان ڏاڍو ڊپ ٿو لڳي."
مون پانهون ٻڌي عرفان کي چيو.

"پاڻ جهڳڙو ڪندا تہ مان بہ ڪندس." هن کلي چيو.

"هو چوندا تہ گلزار توکي ڀڙڪايو آهي. جهڳڙو ڪرين تون ۽ بدنام ٿيان
مان ۽ طعنا ۽ ميهڻا بہ مان سهان."

"اسانجي گهرج پوري ڪندا رهن تہ پوءِ تون مونکي ڇو ڀڙڪائين."
کلي چيائين.

"ڇئبو تہ واقعي ٿي مان توهانکي توهانجي مائٽن خلاف ڀڙڪائيندي آهيان!"
مون احتجاج ڪيو.

"اهو تہ مان سمجهان ٿو تہ توکي جهڳڙي فساد کان ڏاڍو ڊپ ٿو ٿئي. ان
رات جڏهن مون پنهنجي دوست مهمان لاءِ سٺو بسترو گهريو هو تہ توکي منهنجي
پيءُ پنهنجي مرضيءَ سان جيڪو بسترو ڏنو، سوئي چپ چپ ۾ مونکي آڻي ڏنو
هو. مون تہ سڀ ڪجهہ ٻڌو هو ۽ چڙ بہ ڏاڍي هئم. پر جنهن بردباريءَ صبر سان
تو جهيڙي کي ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي، ان مان سمجهي ويو هوس تہ تون اجائي
جهيڙي کان ڊڄين ٿي." هن مجيو.

"مان جيترو گهٽو ڊڄان ٿي، اوترو توهان مون تي وڌيڪ سختيون
ٿا ڪريو!"

"گهرن ۾ ائين ٿيندو ئي رهندو آهي، تون ائين نہ سوچ."

ان ڏينهن جهڙو هنگامون هن حويليءَ ۾ ڪڏهن نہ ٿيو هو. منهنجو تہ سارو
وقت ساهہ مٺ ۾ رهيو. عرفان ٻاهر ويل هجي. شام جو منهنجو پيءُ پنهنجي پٽ
ساجن شاهہ جي شاديءَ لاءِ منهنجي سهري کان تاريخ وٺڻ آيو. هن سان گڏ
برادريءَ جا ٻيا بزرگ بہ هئا. مون جو هن کي ڏٺو تہ ڊڄي ويس. ڇو تہ منهنجي
مڙس منهنجي روبرو منهنجي نڱي پيءُ کي صاف چيو هو تہ مان پنهنجي پيءُ جو
ساجن شاهہ سان پرڻو ٿيڻ نہ ڏيندس. هڪ تہ اسان ائين نکي ڪونہ ڏنو هو ۽ ٻيو
تہ ساجن شاهہ جو پيءُ ۽ مان هڪ ٻئي جا جاني دشمن ٿي چڪا آهيون. منهنجي
نڱي ماءُ هن کي گهٽو ئي سمجهايو، پر هو پنهنجي ڳالهہ تي ڳت ڏئي ٻينو ۽ صفا
انڪار ڪري ڇڏيو هئائين. اهو سوچي مان گهبرائجي ويس.

منهنجو سهرو تہ ان رشتي ۾ راضي هو سو هن تڪ ڏني. پوءِ دعا پڙهي هڪ
ٻئي کي مبارڪون ڏئي هو گهر هليا ويا. منهنجي نڱي ماءُ منائي ورهائي ۽ اسان ڏي

پڻ موڪليائين. ڪلاڪ به گذريا ته منهنجو مڙس به اچي سهڙيو. ٻاهر ئي نوڪرن کان هن کي خبر پئي ته ساجن جي سندس ڀيڻ سان شاديءَ جي تاريخ ٻڌجي چڪي آهي. هو اندر ،ڌو مون وٽ آيو ۽ اچڻ سان پڇيائين ته تنهنجا مائٽ اچ تٽ ٻڌي ويا ڇا؟ مون آهستگيءَ سان ها ڪئي. ان تي جوش مان چيائين ته منهنجي غير موجودگيءَ ۾ بابي ڪين ناريخ ڇو ڏني. مان گهر جو ڀاتي نه آهيان ڇا؟ ائين اٿي ڪڙو ٿيو ۽ ڪبٽ مان بندوق ڪڍي وٺي ٻاهر نڪتو ۽ چوندو ويو ته مان ساجن شاهه کي ختم ڪندس. مون وٺي رڙيون ڪيون ته وارو ڪريو. هي ڪو نقصان نه ڪري وجهي. چاچو سهرو وٺي هن جي پٺيان نڪتو. سڄي ويڙهي ۾ ترٿلو پئجي ويو. چاچي ٻن ٽن چڻن سان گڏجي سن کي وڃي پڪڙيو. هن کان بندوق کسي ورتي ۽ قابو ڪري هن کي اوطاق ۾ وٺي ويا. جتي ٻيا چاچا ۽ گهر جا مرد ويٺا هئا. بابو ۽ ساجن پنهنجي گهر ۾ ويٺا هئا. هن کي جو اها خبر پئي سو بابو لٺ کڻي اوطاق ڏانهن نڪتو. ساجن گهڻو ئي جهليس ته توهين چپ ڪري وهو. پنهنجو پيءُ سمجهائيندس. پر بابو نه مڙيو. منهنجا چاچا منهنجي مڙس کي وٺيو پيا اچن. جڏهن بابي جي هن تي نظر پئي ته اچي هن تي لٺ سان وسڪارو ڪيائين. عرفان به ٻين کان پاڻ ڇڏائي اچي بابي تي ڪڙڪيو. هڪ ٻئي کي خوب ماريائون ۽ گاريون ڏنائون. بابي ته ايڏو لڙ ڪيو جو نڙي ويهي ويس. ٻاهر رستي تي تماشو بنجي ويو. سڄي ڳوٺ جا ماڻهو اچي مڙيا. اندر حويليءَ ۾ وري ٻيبيون ٻاهريون فساد ٻڌي ڏڪي رهيون هيون. منهنجي سس جهولي کنيو منهنجي مائٽن کي پٽي رهي هئي ۽ مونکي گاريون ڏيندي واڪا ڪري رهي هئي ته "بيڪار ڪتي! اسانکي تنهنجي ضرورت آهي ڇا؟ طلاق وٺي وڃي پيو مڙس ڪر ۽ پنهنجو پاءُ به پرڻاءِ. اسانکي پنهنجو پٽ مارائڻو ڪونه آهي....."

منهنجي سس کي سندس وڏي ڌيءُ روڪي رهي هئي ته چپ ڪر. پر هوءَ هن کي به گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳي ۽ چيائين "مار پوئي. منهنجو پٽ ماري ڇڏيائون الائي ڇا!"

سس مونکي هروڀرو گاريون ڏنيون هيون ۽ پٽي رهي هئي تڏهن به مونکي هن جو احساس هو. نيٺ به ته هو سندس پٽ هو ۽ گهر جا هڙئي ڀاتي هن معاملي ۾ هن جي خلاف هئا. مونکي به ڏادي اڻ تڻ هئي ته الائي ڇا ٿيو هوندو. منهنجو پيو نڳو پاءُ ٻاهران اندر آيو. هن ٻڌايو ته بابي به عرفان کي ماريو آهي ۽ سندس پيءُ به ۽ عرفان رڙيون ڪري چئي رهيو آهي ته نيٺ ته مونکي ڇڏيندؤ ۽ مان توکي (يعني منهنجي پيءُ کي) خون ڪندس. اهڙيون ڳالهيون ٻڌي اسان عورتن جو ساهه ويتر

سڪي ويو ۽ قرآن مٿن تي رکي خدا کي ٻاڏائيندي روئيندي رهيوسين.

ٻاهر جيڪي ڳالهيون ٻوليون هليون، تن جي اسانکي پوءِ خبر پئي:

"ڪهڙو سبب آهي جو پيڻ جو سنگ ڏيڻ نه ٿو گهرين؟ تون جو هتن وٽان شادي ڪيو ويٺو آهين؟ ان جوعيوضو ڪونه ڏيندؤ ڇا؟" گهرجي ڪنهن ڀاتيءَ عرفان کان پڇيو.

"نڪاح نامي ۾ اهڙو شرط يا واعدو ڪونه وڌو ويو هو ۽ تنهن ڪانسواءِ ساجن شاهه، منهنجي گهر واريءَ جو ڪو سڳو ڀاءُ نه آهي جو عيوض ڏيون." عرفان شاهه جواب ۾ چيو.

"اڙي احمق! عيوضي جو ڪير ٿو چئي. هي نه تنهنجي پيءُ خود ئي تنهنجي پيڻ جو سنگ اسان کي وٺڻ لاءِ چيو هو. هينئر به اسان زور ڪو نه ٿا ڪريون. مڱٿو ٿيل آهي، انڪري پيا گهرون. ورنه مان پنهنجو پٽ ٻئي هنڌان پرڻائي سگهان ٿو. مونکي نه ڀاءُ جو خيال ٿو ٿئي نه ٻيا ڪهڙا مائٽ اٿس. جن سان مٿي ڪندو، وڏي ڳالهه نه ڇوڪريءَ جو وارث پيءُ موجود آهي، پوءِ تون ڇو ٿو وچ ۾ ٽنگ اڙائين ۽ وڏو بنجين!" بابي چڙ مان چيو.

"عرفان! تو مونکي ڀاءُ نه پر پيءُ اڳيان شرمندو ڪيو آهي ۽ ڪجر جا پٽ! اڄ نه مان توکي پنهنجو فيصلو گهر هلي ٿو ٻڌايان." ائين چئي عرفان جي پيءُ پنهنجي پٽ کي ٻانهن کان جهلي، غضي مان تڪڙو تڪڙو گهر آيو ۽ پٽ سميت سڌو پنهنجي ڪمري ۾ گهڙي ويو ۽ قرآن هٿ ۾ کڻي هن کي چيائين ته "جيڪڏهن مونکي تون ڏيءُ جي هيءَ شادي ڪرڻ نه ٿو ڏين ته مان هينئر جو هينئر تنهنجي اڳيان روالور سان پاڻ کي شوٽ ٿو ڪريان. پوءِ نه مان هوندس ۽ نه پنهنجي هن ڏيءُ جو ڪو ٻيو مڙس ڏسندس......" ائين چئي، ڪٻٽ کولي، ان مان روالور ڪڍيائين ۽ پٽ کان پاڻ ڇڏائي قرآن ۽ روالور سميت وٺي ٻاهر ڀڳو.

سيني ۾ دانهون پئجي ويون. اوطاق وارا مرد به پنيان آيا. انهن وٽ پڪڙ ڪري چاچي سهري کان روالور کسي ورتو ۽ عرفان پنهنجي پيءُ جي پيرن تي ڪري پيو ته مون توبهه ڪئي مون کي معاف ڪريو. مون کان غلطي ٿي، ڀلي مونکي اها روالور هٿي ماري ڇڏيو. پوءِ پيءُ کان قرآن وٺي عرفان بابي جي قدمن تي وجهي ڪريو ۽ قرآن ميڙ وجهي پنهنجي غلطيءَ جي معافي وٺڻ لڳو.

پوءِ عرفان، منهنجو سهرو ۽ منهنجو پيءُ زالن وانگر سڏڪا ڀري رئڻ لڳا ۽ هڪ ٻئي کي ڀاڪر پاتائون ۽ پرچاءُ ٿيو.

مان هيسجي وڃي پنهنجي ڪمري ۾ ليٽيس. مونکي خبر هئي ته عرفان هاڻي

سجي ڪسر اچي مون مان ڪيندو ۽ ڪو هنڌائتو ڏڪ هڻي منهنجو انت آڻيندو.

مون هنجي اچڻ جي آهٽ ٻڌي. منهنجي دل زور زور سان ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي. هو پرسان اچي بيهي رهيو. مونکي هن ڏي نهارڻ جي همت نه پئي ٿئي، پر پوءِ نهاريم..... پنهنجا چيهون چيهون ٿيل ڪپڙا ۽ بدن تي ڏنا، رهڙون، رهنڊون، خزم ۽ رت ڏيکاريندي، مرڪي چيائين: "ڏس تنهنجي مائٽن منهنجو ڇا حشر ڪيو آهي!"

۽ منهنجي پيٽ ۾ تڏهن وڃي ساهه پيو. حويلين جي بيبين ۾ مردن جي اندرين توڙي ٻاهرين ڪرتوتن جي باري ۾ چؤپچؤ هلندي رهندي هئي. عورتن جي ته هنن کي پرواهه هوندي ڪانه هئي. گهرن ۾ به پنهنجي ڇڙواڳيءَ جو لڪ لڪاءُ ڪونه ڪندا هئا ۽ ان ڳالهه جو احساس به ڪونه هوندو هون ته انڪري عورتن ۾ بي ڌياڻي پئدا ٿيندي ۽ هنن جي ڪردار تي اثر پوندو. ڪن حالتن ۾ ته خود مائرون يا ڀينرون، مردن جي ڇڙواڳيءَ ۾مدد ڪنديون هيون ۽ ائين ڪي ٻاهريون عورتون، حويليءَ اندر مردن سان لڪ لاڪاپا پئدا ڪنديون هيون.

عرفان جي باري ۾ به مونکي خبرون پونديون رهنديون هيون. ڪن ڇوڪرين سان هن جا ناتا ڀيڻ ۽ ماءُ ذريعي وڌيا. مان اندر ئي اندر سڙندي ۽ ڪڙهندي رهندي هئس. البت جڏهن منهنجي سامهون ئي اهڙين رنن سان گهرائي ڪندو هو ته جوندي هئي مانس ته ڪهڙ ۾ ڪهڙ منهنجي آڏو ته ايئن ڪري منهنجي ڦٽن تي لوڻ نه ٻرڪ. ٻاهر جيڪي وڻئي سو وڃي ڪر. هو ڏاڍي بيحيائيءَ مان چوندو هو ته تون مونکي هنن کان وڌيڪ پياري آهين، مان توکان وڌيڪ ٻئي ڪنهن کي ڪيئن تو چاهي سگهان!

محرم جي هڪڙي مهيني ۾، حويليءَ اندر مجلس ڪوٺائي وئي. ٻاهران آيل ڪن ذاڪرياڻين اها مجلس پڙهي. ان ۾ حويليءَ جا مرد به هئا ۽ عورتون به. مان به ان ۾ شريڪ ٿيس. عرفان ڪونه هو. شايد پنهنجي دستور موجب نشو پتو ۽ ٻيا ڪارناما ڪرڻ لاءِ ٻاهر ويو هو. يارهين ٻجي مجلس پوري ٿي ته مان پنهنجي گهر اچي سمهيس ۽ گهري ننڊ وٺي ويم. ڪنهن ويل اوچتو عرفان اچي مونکي ڌونڌاڙيو.

"ٻڌاءِ مان ڪير آهيان؟" هو مون کان پڇي رهيو هو.

مونکي ته ننڊ جا ڪيپ هئا ۽ منهنجي اهڙي نموني ۽ اوچتو ننڊ ڦٽائي وئي هئي سو مان ڏاڍي ڊڄي وئي هئس ۽ اوسان خطا ٿي ويا هئا.

"ٻڌاءِ بي غيرت، مان ڪير آهيان؟" وري وڌيڪ زور سان ڌونڌاڙي پڇيائين.

مان هاڻي اکيون ڦاڙي هن ڏي نهارڻ لڳس. هاڻي هن جو سوال ڪجهه ڪجهه سمجهه ۾ اچي رهيو هو. مون ڏنو ته هو شرابين ۽ چرين وانگر ٿي لڳو.

"ڇا مطلب آهي توهانجو؟" مون پنهنجو هوش سنڀاليندي چيو.

"ڏاڍي چالاڪ ٿي بڻجين. ٻڌاءِ ڪنهن سان ملاقات ڪري آئي آهين؟"

مونکي هن جون ڳاڙهيون اکيون خوني نظر اچڻ لڳيون.

"مان ته مجلس ٻڌڻ وئي هئس." مون جواب ڏنو.

"ڪوڙ ٿي ڳالهائين. مان تنهنجي فلاڻي سوٽ يار جي در وٽ تنهنجا ۽ هن جا پيرا ڏسي آيو آهيان!" هن رڙ ڪري چيو.

"اهو صفا ڪوڙو الزام آهي." مون وراڻيو. ۽ رئڻ لڳس.

"تون ائين سڌي ڪونه ٿيندينءَ!" هن چيو ۽ ڪبٽ مان بندوق ڪڍڻ لڳو.

خطرو ڏسي، مون ستل پرهه ڦٽيءَ کي ڪچ ۾ ڪنيو ۽ ٻاهر ڊوڙيس. رات جا ڏيڍ ٻه ٿيا هئا. هرڪو ننڊ ۾ هو. مان سڌو بابي جي گهر ۾ گهڙي ويس ۽ ڏيءَ سوڌو پنهنجي ستل پيءُ مٿان وڃي ڪريس ۽ رئندي رڙ ڪري چيم:

"بابا، مونکي بچايو!..... بابا، مونکي بچايو!...."

بابو ڇرڪ ڀري اٿيو ۽ ٻيا ڀاتي به جاڳي پيا. مون بابي جي ڇاتيءَ سان چنبڙي دانهون ڪيون: "بابا! توهان مونکي ڇو پرڻايو. ڇو مونکي مصيبت ۾ وڌو!"

هاڻي پرهه ڦٽي به رڙيون ڪرڻ لڳي هئي. بابي کي اڃا ننڊ جا گهيرٽ هئا. هن کي اڃا سمجهه ۾ ڪونه آيو هو.

مجلس ٻڌڻ لاءِ گهٽائي مهمان اسان وٽ تڪيل هئا ۽ هر گهر ۾ ڪجهه نه ڪجهه سمهيل هئا. منهنجو مڙس منهنجي پويان پڄندي پنهنجي گهر جي اڱڻ مان لنگهيو. وري جيجيءَ جو در اچي کڙڪايائين ۽ پوءِ بابي کي گهر ٻاهران اچي سڏ ڪيائين. انڪري سڀ مائٽ ۽ مهمان جاڳي پيا هئا. جيجي جو جاڳي پئي ته هن کان پڇيائين ته گلزار جو هيڏانهن آئي، سا ڪٿي آ؟ جيجي وائڙي ٿي وئي ته هن مهل گلزار هيڏي ڇو ايندي ۽ هتي ته آئي ڪانه آهي ۽ مان ته ننڊ ۾ هئس. مائٽ به سڀ پريشان ٿي ويا ته گلزار ڪيڏانهن وئي هوندي جو مڙس ڳولڻ نڪتو اٿس.

عرفان وري تڪڙو تڪڙو بابي جي گهر ڏانهن آيو ۽ سڏن مٿان سڏ لڳائي ڏنائين ته گلزار اتي آئي آهي ڇا؟ بابي اندران ئي جواب ڏنس ته آئي آهي. عرفان چيو ته ٻاهر موڪليوس. بابو جواب ڏئي ئي ڏئي ان کان اڳ منهنجي نڳي ياءُ جواب ڏنو ته ڪانه ايندي ۽ بي غيرت توکي شرم نه ٿو اچي ههڙي وقت منهنجي ڀيڻ لاءِ

محشر مچائي ڏنو اٿئي، ماڻهو ڇا چوندا. مائٽن ۽ مهمانن ۾ به هن کي بدنام ٿو ڪرين. ان تي عرفان رڙ ڪري چيو ته زال مڙس جي معاملي ۾ تنهنجو ڪهڙو واسطو. اهو ٻڌي، بابي چيو ايتري خلق ڪلائي اٿئي اڃا پيٽ نه ڀريو اٿئي ڇا. هن وقت گلزار توڏي ڪانه ايندي. عرفان جا پيءُ ماءُ ۽ ٻيائر ڀينرون به اچي ويا هئا. هن به ڪجهه نه ڪيو ۽ نه عرفان جي حمايت ڪئي.

عرفان. ڪنهن به طرفان پنهنجي پنيرائي نه ڏسي، چرين جيان اگهاڙين پيرين وٺي ٻاهر ڀڳو. اهو ڏسي سندس پيءُ به هن پٺيان ڊوڙيو. عرفان ڳوٺ جي پير واري مقام ۾ پهچي، ان جي پير جي قبر مٿان وڃي ڪريو ۽ رئڻ لڳو ۽ قبر مٿان پيل ڳاڙهي رنگ جي پڙ مان اگڙيون ڦاڙي ڪٽي پنهنجي گيدي ۾ وڌائين. پيءُ به وڃي پهتس ۽ ٻاڪر پائي گهر وٺي آيس. هن پٽ کان پڇيو ته تو آخر ڇا ڏنو جو ڪل تڙي وئي اٿئي. عرفان روئي رهيو هو ۽ هٽ ٻڌي پيءُ کي چيائين ته مون ڪجهه ڪونه ڏٺو. مونکي گلزار کان معافي وٺي ڏيو. هن کي هيڏي وٺي اچو.

صبح جو جيجي هن ڏي وئي ۽ هن کان منهنجو قصور پڇيائين. وري به هو رئندو ئي رهيو ۽ چيائين ته گلزار جو ڪو قصور ڪونه هو. منهنجو دماغ خراب ٿي ويو هو ۽ هن کي پيرن تي ڪري منٿ ڪيائين ته مونکي گلزار آڻي ڏيو. جيجي مون ڏي آئي. بابو به وينو هو. جيجيءَ مونکي هلڻ لاءِ چيو پر مان ڊپ کان انڪار ڪيو ته هو مونکي ماريندو. جيجيءَ چيو ته هو پڇتائي رهيو آهي، تون هل. بابي به چيو ته توکي نباهڻو آهي، وڃي نباهه. پوءِ مون ۾ به بهادري اچي وئي ۽ مان ويس. ڪمري ۾ گهڙيس ته عرفان هڪدم ڪٽي مونکي ٻاڪر پاتو ۽ چرين وانگر چمڻ لڳو... مونکي هن شخص کان اڄ جهڙي نفرت ڪڏهن نه ٿي هئي.

مان اهو ڪونه ٻڌايو آهي ته هو پرهه ڦٽيءَ کي ڏاڍو چاهڻ لڳو هو. پهرين ته هن جي چمڻ تي هن کي ڏسڻ به ڪونه آيو ۽ نه هن جي ڇنيءَ ۾ شامل ٿيو. پوءِ گڏ رهڻ سان ۽ جئن هوءَ وڏي ٿيڻ لڳي ته هن جي ٻاراڻين ٻولين، ٻاراڻي حرڪتن ۽ ٻاراڻين مرڪن هن کي موهي وڌو. هو هن کي هنج ۾ کڻي گهمائيندو هو ۽ هن کي ڪيڏائيندو هو. گهر ۾ هاڻي هوءَ هن لاءِ وڏي وندر بنجي پئي هئي. هن واسطي ڏاڍيون شيون، رانديڪا، ٽول آڻڻ لڳو هو.

گهر ۾ هڪ نئون بکيڙو شروع ٿيو ۽ اهو به اهڙي ڳالهه تان جا نئين نه هئي. هتي اڳين ٿيندو رهندو آهي. مرد سريتيون آڻيندا رهندا آهن ۽ پڻ پڻ، ٽي ٽي، چار چار زالون رکندا رهندا آهن. ڪا عورت شڪايت نه ڪندي آهي. ڪنهن به عورت ڪڏهن احتجاج جو سوچيو به نه آهي. مان ئي پهرين عورت هئس، جنهن احتجاج

ڪيو هو. پر مون کان اڳ گهر جي بڻي مرد احتجاج ڪيو. ان وقت تہ مونکي ڳالهہ سمجهہ نہ آئي هئي، پر حقيقتن جي ڄاڻ پوءِ پئي هئي. مان انهن حقيقتن سميت ڪهاڻيءَ جو هي حصو لکان ٿي.

هيءَ ان وقت جي ڳالهہ آهي، جڏهن پرهہ ڦٽي ٻن سالن جي هئي. هڪ ڏينهن عرفان هڪ ننڍي نيٽي ۽ سهٽي ڇوڪري ساڻ ڪري گهر ۾ آيو.

"گلي! هاڻي هيءَ ڇوڪري اسان سان گڏ رهندي. بس ائين سمجهہ تہ تنهنجي نوڪرياڻي ٿي رهندي!" هن مونکي پنهنجي منهن چيو.

مونکي ڏاڍي منيان لڳي ۽ صدمو پهتو.

"اهڙي نوڪرياڻي ڪپير ئي ڪانہ جا منهنجي بربادي جو سبب بنجي!" مون چيو.

اجائي ڊيگهہ نہ ڪر!" هن وراڻيو.

"مون توهان کي چيو آهي تہ ٻاهر جيڪي وٽيو سو ڪريو باقي گهر ۾ منهنجي سامهون ائين نہ ڪريو." مون چيو.

"ڳالهہ سمجهڻ جي ڪوشش ڪر. چڱو، چانهہ تيار ڪري هن کي پيار." هن حڪم ڏيڻ جي انداز ۾ چيو.

مان هن کي ڪو جواب ڪونہ ڏنو ۽ مانٽ ڪري اندر وڃي سٽس. منهنجي اکين مان ڳوڙهن جو درياهہ جاري ٿي ويو. هن جي جاءِ ۽ ڀينرن نازان کي چانهہ پياري. اهوئي ان ڇوڪريءَ جو نالو هو.

منهنجو سهرو گهر ۾ آيو تہ هن کي اها خبر ٻڌائي وئي. هن جڏهن نازان کي ڏٺو ۽ سڃاتائين تہ هو بگڙي پيو ۽ عرفان کي گاريون ۽ ڌمڪيون ڏيڻ لڳو ۽ پٽ کي تنبيهہ ڪيائين تہ هينئر جو هينئر هن ڇوڪريءَ کي گهر مان ڪڍ، تو هڪ نيچ ذات واريءَ کي گهر ۾ رکڻ لاءِ آندو آهي. هن جي ان روش تي نہ رڳو مونکي ۽ عرفان کي، پر سندس گهر واريءَ ۽ ڏين کي بہ حيراني ٿي. حويليءَ ۾ تہ ائين ٿيندو رهندو هو. مرد سريتيون اچي رهائيندا هئا. ڪي سريتيون ان ساڳي ذات واريون بہ هونديون هيون. ڪن مردن تہ دل ۽ حالتن کان مجبور ٿي، ان ذات وارين سان شادي بہ ڪئي هئي. پوءِ هن دفعي ايڏو ڪوڙ ڇو؟

اصل ۾ منهنجي سهري جو بہ نازان سان رستو هو. نازان مهاڻي هئي ۽ هن جو ڳوٺ، اسان واري ڳوٺ کان ڪوهہ کن تي هو. هڪ ڀيري چاچي سهري جي نظر هن تي پئجي وئي. هو غريب مهاڻا هئا ۽ مهڙي ڏاڍي مڙس سان انڪار ڪري نہ سگهيا. هو هن جي گهر اچڻ وڃڻ لڳو. عرفان بہ ڪنهن نموني ان گهر ۾ پهچي

ويو ۽ نازان سان ناتو ڳنڍيائين. نہ منهنجي سهري کي خبر پئي ۽ نہ منهنجي مڙس کي پتو پيو تہ هو هڪ ئي ساڳي ڇوڪريءَ سان عشقبازي ڪري رهيا آهن. ڇوڪريءَ جي مائٽن توڙي خود ڇوڪريءَ بہ پيءُ ۽ پٽ کي ان حقيقت کان آگاهہ نہ ڪيو. شايد هو ٻنهي مان ڪنهن کي انڪار ڪري نہ ٿي سگهيا. چاچو سهرو نازان تي مست ٿي پيو ۽ هن کي سريت بنائي حويليءَ ۾ وهارڻ جو سوچي رهيو هو. مون واري مڙس بہ ساڳيو فيصلو ڪيو. ڇوڪري عرفان سان ٻڌل هئي. هن خيال ڪيو هوندو تہ جي ان ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسڻو آهي تہ پوءِ پوڙهي کان جوان بهتر آهي. ان ڏاڪي تي بہ پيءُ يا پٽ کي حقيقت نہ ٻڌائي وئي. شايد هو ڊڄي رهيا هئا. يا شايد پيءُ ۽ پٽ کي پاڻ ۾ ويڙهائي وير وٺڻ تي چاهيائين.

سو نازان کي پنهنجي گهر ۾ پنهنجي پٽ جي حوالي سان ڏسي، مون واري سهري جا تِرا نڪري ويا ۽ پٽ تي ڏندا ڪٽي بيٺو. عرفان ٻي ڪا واهہ نہ ڏسي، نازان کي وٺي گهر مان نڪري ويو.

ٻن ڏينهن ڪانپوءِ هو وري نازان سان گهر ۾ داخل ٿيو. نازان کي ڏاڍا سٺا ڪپڙا پهريل هئا. صفا ڪنوار ٿي لڳي. عرفان اچڻ سان چيو تہ مان نازان سان شادي ڪري آيو آهيان. هيءَ منهنجي نڪاح ٻڌل زال آهي، هاڻي تہ ڪنهن کي اعتراض نہ ٿيندو. مون ڏٺو تہ منهنجي سس ڪانسواءِ، ٻين جا منهن ڦري ويا. مونکي تہ ائين لڳو ڄڻ مان رنڙ ٿي وئي آهيان. مان پرهہ ڦٽيءَ کي سيني سان لڳائي اندر گهڙي ويس ۽ هنجون هارڻ لڳس. اهو اندر اچي منهنجي خوشامد ڪرڻ لڳو.

"هاڻي تہ مان هن سان نڪاح وجهي آيو آهيان. هاڻي توکي ڪهڙو اعتراض آهي؟" عرفان مونکي چيو.

"مون کان اهو برداشت نہ ٿيندو. جي هوءَ هن گهر ۾ رهندي تہ مان نہ رهنديس." مون وراڻيو.

"هت نہ رهندي تہ ٻيو ڪاڏي ويندي. مونکي ڪو ٻيو گهر آهي ڇا؟ ۽ برداشت ڇونہ ڪندينءَ. حويليءَ ۾ ٻيون ٻيبيون ڪونہ آهن ڇا. جن جي مڙسن کي ٻہ ٻہ، ٽي ٽي زالون آهن!" هن چيو.

"ٻيون برداشت ڪن ٿيون. مان نہ ڪندس."

"ڏس ڇري نہ ٿيءُ. پنهنجي سڪ سان گڏ منهنجو سڪ بہ نہ ڦٽاءِ."

"تنهنجي مرضي، مان جيجيءَ جن سان وڃي رهنديس."

منهنجي سهري بہ پنهنجي پٽ جي اچڻ ۽ نازان سان نڪاح ڪرڻ جي ڳالهہ ٻاهر ئي ٻڌي. هن اتان عرفان کي ڇورائي موڪليو تہ منهنجي گهر مان نڪري وڃي

نہ تہ توکي بہ بيعزتو ڪندس ۽ نازان کي بہ چوٽيءَ کان وٺي ٻاهر ڌڪي ڇڏيندس. منهنجو سهرو منهنجي نندي چاچي وٽ بہ ويو ۽ هن کي چيائين تہ عرفان هڪ گهٽ ذات واري ڇوڪريءَ کي زال بنائي وٺي آيو آهي. تون هن کي تنبيهہ ڪر تہ اسانجي گهر مان نڪري وڃن. مان توسان ٻڌل آهيان ۽ توکي اختيار ٿو ڏيان تہ جيئن وڻئي تئين ان ڇوڪريءَ جي اسان مان جند ڇڏاءِ. نندي چاچي هن کي چيو تہ مان هن کي سڏو ڪندس، پر تون وري بہ سوچ. آخر هو تنهنجو پٽ آهي. منان مان هن کي ماريان ۽ تون وري هن جي پٺڀرائي ڪرين. منهنجي سهري جواب ڏنس تہ انهيءَ کان منهنجو پٽ مئو ڀلو آهي. مان توکي کلي اجازت ٿو ڏيان تہ انهيءَ ڪميٽي مهاٽيءَ مان جان ڇڏاءِ.

منهنجو سهرو ٻاهران آيو ۽ پٽ کي چيائين تہ بيغيرت نڪر منهنجي گهر مان. پوءِ هنن جي وچ ۾ ڏاڍو جهيڙو مچي ويو. نيٺ عرفان چيو تہ مونکي رات جا چار پهر رهڻ ڏيو، مان صبح جو هليو ويندس. ايتري ۾ نندي چاچي هن ڏي چوائي مڪو تہ هڪدم گهر مان هليو وڃ نہ تہ منهنجي خبر اٿئي. منتون ڪري، هن وٽان بہ رات جي مهلت ورتائين. اسانجي حوالي هڪڙو ئي ڪمرو هو. سياري جي مند هئي. نازان اچي پلنگ تي ليٽي. مان پرهہ ڦٽيءَ سميت، ٻي ڪنڊ ۾ رکيل کٽ تي وڃي ليٽيس. پرهہ ڦٽي پيءُ ڏي وڃڻ لاءِ ڏاڍو رني ٿي. پر اڄ هن کيس ڪٽڻ تہ نهيو نهاريو بہ ڪونہ ٿي ۽ هوءَ روئي روئي سمهي پئي. اڃا وڻا ئي هئاسين تہ منهنجي سس آئي ۽ روئي پنهنجي پٽ کي چيائين تہ تنهنجي خلاف هيءَ ٻاهہ گلزار ٻاري اٿئي. مون چيومانس تہ مون ڇا ڪيو آهي. منهنجو گهر تہ برباد ٿي ويو. اڃا ڇا ٿي چاهين جو وري سوٽ جا جا ڪن پرڻ آئي آهين؟ ان تي مڙس مونکي ڏاڍو ڇينڀيو ۽ ڇڙٻون ڏنيون. مان ڳوڙها ڳاڙيندي ڌيءُ جي پاسي ٻرليٽي پيس.

مون سوچيو تہ عرفان منهنجي موجودگيءَ ۾ نازان سان گڏ نہ سمهندو. پر ائين ڪونہ ٿيو. هو هن سان گڏ نہ رڳو ستو پر بيحد پيار بہ ڪرڻ لڳو. هن پنهنجي بندوق پلنگ سان اپي ڪري رکي هئي. اها رات منهنجي لاءِ قيامت کان گهٽ نہ هئي. مان سڄي رات، پٽ ڏانهن مهڙ ڪري، هڪڙي پاسي تي ليٽي، جاڳندي ۽ رئندي گذاري. پلا مان اهو ڏيک ڪيئن ٿي ڏسي سگهيس.

صبح جو وري ممڻ متو. عرفان قرآن ڪڍي وچي پيءُ جي جهول ۾ وڌو ۽ چيائين تہ نازان منهنجي زال آهي، مون هن سان نڪاح ڪيو آهي. سو هاڻي مونکي معافي ڏيو ۽ گهر ۾ رهڻ ڏيو. ان تي سندس وڏي ڀيڻ ۽ پيءُ کيس چيو تہ جنهن نڪاح ۾ اسين موجود نہ هئاسين، اهو نڪاح ئي نہ آهي ۽ نہ اسين تنهنجي ڪا ڳالهہ

بڌڻ گهرون ٿا. ڪوڙ هليو پئي تہ ننڍو چاچو بہ اچي پهتو ۽ جهڳڙو وڌي ويو. اوچتو عرفان ڊوڙي ڪمري ۾ گهڙي ويو ۽ در ڏيئي اندران بند ڪيائين. نازان تہ اول ئي اتي هئي. اندران چوڻ لڳو تہ مان پنهنجي ڪمري ۾ ۽ پنهنجي گهر ۾ وينو آهيان، چو نڪران! ننڍي چاچي کي تئن وڌيڪ چڙ آئي. منهنجو سهرو بہ هن کي پڙڪائي رهيو هو تہ ڪيئن بہ ڪري عرفان کي گهر مان ڪڍ. چاچو ڪٽ تي چڙهي وينو ۽ عرفان کي چيائين تہ نيٺ تہ نڪرندي، پوءِ ڏسجان پنهنجو حشر. عرفان پورو ڏينهن وائڙيل رهيو، نہ ماني نہ پاڻي. باقي روالور ۾ گوليون وجهيون وينو هو. نازان کي پيو چوي تہ مائٽن مون سان ناحق ڪيو آهي، پهرين توکي ٿو ماريان پوءِ پاڻ کي ٿو ختم ڪريان.

مان تہ ٻن باهين جي وچ ۾ هئس. سارو وقت انديشي کان دل پئي ڌڙڪي ۽ سُڏڪو پئي پريم. سس مونکي پئي پٽيو ۽ پاراتا ڏنا. اهي منهنجي ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ برابر هئا.

ننڍو چاچو ويهي ويهي هليو ويو. ۽ ويندي ويندي عرفان کي چوندو ويو تہ هن ڳوٺ ۾ يا تو گهمندين يا مان. رات ٿي تہ چاچو وري آيو. ان وقت منهنجي سس پنهنجي پٽ ۽ نازان کي چانهہ پياري رهي هئي ۽ پاڻ ۾ الائي ڪهڙيون ڳالهيون ڪري رهيا هئا. ننڍي چاچي، منهنجي سس کي چيو تہ پنهنجي پٽ کي سمجهاءِ تہ شرافت سان هتان هليو وڃي نہ تہ مان ڏاڍو خراب ڪندو سانس ۽ تون ماءُ آهين. هن جي بيعزتي برداشت ڪري نہ سگهندينءَ. سس تہ جواب ڪونہ ڏنو، پر عرفان روالور چاچي ڏي سڌو ڪري چيو تہ موٽي وڃ نہ تہ گوليءَ جو نشانو بنائيندو سانءَ. چاچو ڪمري ۾ گهڙي هن جي سامهون وڃي بيٺو ۽ چيو تہ هجئي همت تہ هلاءِ گولي.

عرفان هشيار پلنگ تي ڪٽي رکيو ۽ چاچي کان پڇيائين تہ توهان ڇا ٿا چاهيو مون کان؟ ان تي عرفان جي پيءُ جواب ڏنو نہ اسان بہ ڳالهيون چاهيون ٿا: هڪ اها رن ڪڍ ۽ تون پلي هن گهر ۾ رهہ. يا ان رن جي پويان لڳ ۽ هي تہ ڇا، هن ڳوٺ ۾ بہ پير نہ پاءِ. عرفان چيو تہ اجوڪي رات ڇڏيو. صبح جو اسان هليا ويندا سين. سندس پيءُ چيو تہ اهو موقعو اسان اڳئي توکي ڏئي چڪا آهيون، اڄ اهڙي مهلت ڏيڻ لاءِ تيار نہ آهيون ۽ هينئر نڪري وڃو.

عرفان چپ چاپ اٿي ڪڙو ٿيو ۽ نازان سميت بہ ٻڪون ڪٽي گهر کان ٻاهر نڪتو. ويندي ويندي مون ڏي مهڙ ڪري چوندو ويو: "گلزار! مونکي تہ ڪڍرائين ٿي، پر تنهنجو حشر بہ برو ٿيندو."

نازان جن جو گهر ڪچو ڪڪائون هو ۽ نہ ان ۾ اينري گنجائش هئي جو عرفان اِتي رهي سگهي. هو هڪ ٻئي ڳوٺ ۾ پنهنجي هڪ دوست وٽ وڃي رهيو. اتان مونکي چٺيون لکڻ لڳو. انهن ۾ ڪڏهن قرب جو اظهار ڪندو هو ۽ ڪڏهن ڌمڪيون ڏيندو هو تہ مان توکي ننڊ ۾ ننڊ ڏئي. پرهہ ڦٽيءَ کي ڪٽي ايندس. هن جي مونکي ڏاڍي سڪ ٿي لڳي. انڪري جيجيءَ کي مون پاڻ وٽ اچي رهايو.

هڪ ڏينهن عرفان چوريءَ پنهنجي ماءُ سان ملڻ آيو. گهر جي در وٽ اچي بيٺو ۽ ماڻس اتي وڃي مليس. پرهہ ڦٽيءَ الائي ڪيئن پيءُ جو آواز ٻڌو. سو هوءَ بہ در تي ويئي. هن جو پيءُ کي ڏٺو تہ هن ۾ ساهہ پئجي ويو. عرفان بہ ڪٽي هنج ۾ ڪنيس ۽ ماءُ کي چيائين تہ مان هن کي ٿورو ٻاهر وڃي ٿو گهمايان ۽ پوءِ اوطاق ۾ نوڪرن کي ڏئي ويندس. گهڻي دير ڪان جو مون پرهہ ڦٽيءَ کي نہ ڏٺو ۽ اوندهہ بہ ٿيڻ لڳي هئي، سو مان هن کي سڏڻ ۽ ڳولڻ لڳس. حويليءَ جي ٻين گهرن مان بہ جاچ ڪرايم. پر ڪٿان پتو ڪونہ پيو. پوءِ منهنجي ننڍڙي نڱي پاءُ ٻڌايو تہ مون گهٽيءَ ۾ ڏٺو تہ عرفان، پرهہ ڦٽيءَ کي ڪلهي تي کنيو ٿي ويو. منهنجا تہ ڇهہ ئي ڇڄي پيا ۽ ڦان ٿي ڪريس ۽ بيهوش ٿي ويس. سڄي ويڙهي ۾ خبر پکڙجي وئي. منهنجا چاچا، عرفان تي ڏاڍو ڪاوڙيا ۽ منهنجا سوٽ ان ڳوٺ ڏانهن ڀڄايائون جتي عرفان وڃي ٽڪيو هو. مونکي بہ هوش ۾ آندو ويو. دلداري تہ گهڻئي پيا ڏين پر مونکي ڪٿي ٿو سک اچي. ساري رات سڏڪا پريندي رهيس. نيٺ صبح جو پنج ٿيا تہ منهنجا سوٽ منهنجي ڌيءُ کٽي پهتا.

ان صدمي ڪري مان ڏاڍو بيمار ٿي پيس. چاچا ڊاڪٽر منهنجو علاج ڪندو هو. هڪ ڏينهن هو سيوهڻ مان منهنجي لاءِ دوائون وٺڻ ويو تہ اتي عرفان مليس. هن کي منهنجي بيماريءَ جو ٻڌايائين. ٻئي ڏينهن خيريت پڇڻ لاءِ هو حويليءَ ۾ آيو. اچي گهر جو بہ در کڙڪايائين. ٻاهر ڇوڪرو نڪتو ۽ منهنجي سس کي اچي ٻڌايائين تہ در تي عرفان بيٺو آهي. هوءَ اچا وئي ڪانہ تہ مون وارو سهرو مينهون ڌهرايو ڪير ڪنيو ٿي آيو. هن جو عرفان کي در وٽ بيٺل ڏٺو تہ پاڻيءَ مان نڪري ويو ۽ تيزيءَ مان چيائينس تہ ذليل وري ڇو آيو آهين؟ عرفان نرميءَ سان جواب ڏنو تہ مان گلزار جي بيماريءَ جو ٻڌي آيو آهيان ۽ رڳو هن جي چڱيلائي جي خبر ڏيو تہ مان واپس هليو وڃان. منهنجو سهرو تمام چيڙاڪ ماڻهو آهي، هو ڪير گهر ۾ ڇڏي تڪڙو وٺي ٻاهر ڀڳو ۽ پٽ کي چنبڙن کان جهلي وٺي زمين تي ڪيرايائين ۽ لتن مڪن جو وسڪارو ڪري، پَٽَ تي گهلي گهلي، هن کي اڌ مئو ڪري ڇڏيائين. منهنجي پيءُ کي خبر پئي تنهن ڊوڙي اچي ڇڏايس. هن کي ڪو هنڌائتو ڌڪ لڳي

ويو هو. سو سَڌو ئي بيهي نہ ٿي سگهيو. بابو هن کي سهارو ڏئي اوطاق ۾ وٺي ويو ۽ پاڻي ڏاڍي پيار ڪري ٿي ڪٽ تي سمهاريائينس. پنيان منهنجو سهرو بہ اتي پهتو ۽ منهنجي پيءُ کي چيائين تہ هن ذليل کي چوءِ تہ هن ڳوٺ ۾ نہ ايندو ڪري ورنہ مان جئرو نہ ڇڏيندوسانس. ان ڏانهن بہ چوريءَ ڪڪيءَ کي ڪٽي ويو ۽ اسان وري رات پريشانيءَ ۾ گذاري. هاڻي وري گلزار جي خوشامد ڪرڻ آيو آهي. هن جو نہ گلزار سان واسطو آهي ۽ نہ پرھہ ڦٽيءَ سان. هي لوفر منهنجو پٽ ئي نہ آهي ۽ نہ هيڏي اچي. ان وقت بابي سمجهائي بجهائي منهنجي سهري کي گهر موڪلي ڇڏيو.

بابي پنهنجي گهران عرفان لاءِ ماني گهرائي پر هن نہ کاڌي ۽ رڳو ڪير پيتائين. پوءِ بابي هن کي چيو تہ هاڻي رات ٿي وئي آهي. تنهنجي حالت بہ نيڪ نہ آهي، هتي ئي رهي پئو. صبح جو ويجان. هن چيو تہ مان رهندس ڪونہ باقي مان پرھہ ڦٽيءَ سان ملي وڃڻ ٿو چاهيان. پوءِ بابو مون وٽان پرھہ ڦٽي ڪٽي وجي پيءُ سان ملائي آيو. وڃڻ وقت بابي کي چيائين تہ اڄ مان پرھہ ڦٽيءَ کان موڪلائي ٿو وڃان. وري هيڏي ڪونہ لڙندس.

مهيني کانپوءِ پرھہ ڦٽي ڏاڍي بيمار ٿي پئي. عرفان تائين بہ خبر پهتي. هن کي ٿي ڪٺي ڪٺي جو زال سميت اچي حويليءَ ۾ پهتو. پيءُ جي ڊپ کان پهرين بابي سان مليو ۽ هن کي چيائين تہ مٿان مونکي منهنجو پيءُ موچڙا هڻي تہ توهان بچاءُ ڪجو. بابي هن کي چيو تہ وڏو ڪو نود آهين. هيترو بي عزتو ٿيو آهين تہ بہ نہ ٿو مڙين. چيائين تہ پرھہ ڦٽيءَ جي بيماريءَ جو ٻڌي مان بيوس ٿي پيس. هو پيءُ جي گهرجي در وٽ آيو ۽ بيمار ڌيءُ کي ٻاهر گهرائي ڏٺائين. پرھہ ڦٽيءَ کي تہ ان وقت ڏاڍو تپ هو ۽ هوءَ غشيءَ جي حالت ۾ هئي.

ان وقت منهنجو سهرو ٻنيءَ تان موٽيو ۽ نازان ۽ عرفان کي ڏٺائين. هو نندي چاچي کي وٺي آيو ۽ پوءِ ٻنهي گڏجي هنن جي اها حالت ڪئي جو اڄ بہ سوچي منهنجا لڱ ٿا ڪانڊارجن. ايڏو هنگامون ٿيو جو مان بہ بيمار ڌيءُ کي ڇڏي وٺي ٻاهر پڳس ۽ هڪدم پوتي لاهي وجي نندي چاچي جئ پيرن تي اڇلايم ۽ چيم تہ خدا جي واسطي منهنجي ڪري سوٽ کي نہ ماريو. ان وقت عرفان جي اها حالت هئي جو هن جو پهراڻ ڇيهاڙون ڇيهاڙون ٿيل هو. سڄو مٿيءَ ۾ ليٽڙيل هو ۽ وات مان رت وهي رهيو هوس. نازان جو مون کي ڏنو تہ دانهون ڪري چوڻ لڳي تہ اڄ اسانکي بچاءِ وري هيڏي منهن ڪونہ ڪنداسين. ان وچ ۾ منهنجي سهري وري بہ ٻہ ٽي زوردار ڌڪ پٽ کي هنيا ۽ هو ساڻو ٿي زمين تي ويهي رهيو. نندو چاچو مونکي دڙڪا ڏيڻ لڳو تہ تون اندر هل. مون رئندي چيو تہ مان ويندس تہ توهان سوٽ

ڪي ماري ڇڏيندا. هن چيو ته هاڻي ڪونه ماريندا سونس. باقي هن ڪي جيل ۾ ٽا وجهرايون ۽ ان ڪي رات جي پيٽ ۾ مان گم ڪرائي ڇڏيان. اهو ٻڌي نازان گيسيون ڪرڻ لڳي ته هي پيرو معاف ڪيو وري هيڏي نه ايندا سين. ان تي منهنجي سهري ۽ نندي چاچي وري هن کي مارڻ شروع ڪيو ۽ هن کي بچائڻ لاءِ مون به ٻه ٽي چنبا ڪاڏا. سهرو وري عرفان ڏانهن وريو. پر مان وچي پنهنجي مڙس مٿان ڪريس. انڪري ڌڪ مونکي لڳا. سهرو مونکي به گاريون ڏيڻ لڳو. نندو چاچو ٻاڪر ۾ وٺي مونکي گهر ڏانهن گهلڻ لڳو. مون هن کي چيو ته پهرين عرفان جن کي ڇڏيو ته هو وڃن ته پوءِ مان اندر ويندس. تڏهن مس مس هنن کي وڃڻ ڏنائون ۽ ڌمڪي ڏنائون ته وري جي هتي آئين ته وڏيڪ برا حال ٿيندءِ.

مرد اوطاق ڏي هليا ويا. مان گهر ۾ گهڙيس ته پرهه ڦٽي ڪَڏَ ڪري رهي هئي. مون واري سس اچي مون تي مٺي ۽ ڪچيون گاريون ڏيڻ لڳي. مان رڳو ايترو چيو ته مان نه تنهنجي پٽ کي بچائي رهي هئس. منهنجي نڻان به هن کي سمجهايو. تڏهن وڃي ماٺ ڪيائين.

ٻه ٽي مهينا گذري ويا.

هڪ ڏينهن گهر جا ڀاتي وينا هئا ته نندو چاچو آيو ۽ منهنجي سهري کي چيائين ته عرفان آيو آهي ۽ منٿ ڪري چيو اٿس ته مونکي گلزار سان ٿورو ڳالهائڻ ڏيو. سو تون ڪيس ڪجهه نه چئجان. مان هن کي هيڏي موڪليان ٿو. ڏسون ته گلزار کي چا ٿو چئي. منهنجي سهري چيو ته تون چوين ٿو ته مان مڃان ٿو. پر هن کي هدايت ڪجو ته مون سان ڳالهائڻ جي ڪوشش نه ڪري.

عرفان اندر آيو. مائٽن سان روئي مليو پيءُ جي پيرن تي هٿ رکيائين ته هن دڙڪو ڏئي چيس ته بيغيرت منهنجي ويجهو نه اچ. تون منهنجو پٽ ئي نه آهين. هو پوءِ مون وٽ آيو ۽ چيائين ته ڏس ته جو شخص پنهنجي پٽ کي پٽ تسليم نه ٿو ڪري، سو تو ئنهن کي ڪيئن سکيو رکندو. بهتر اٿئي ته مون سان هل. مون هن کي چيو ته مونکي بحث ڪرڻو ڪونهي، مون ته تو مان ان ڏينهن ئي آسرو پلي ڇڏيو. جنهن ڏينهن تو پهرين نازان کي منهنجي سامهون آندو هو. مان هاڻي بڪ مرنديس ته به توسان نه هلنديس. چيائين ته اهو تنهنجو آخري فيصلو آهي. مون وراڻيو ائين ئي سمجهه. هن چيو ته وري به سوچ. مون جواب ڏنو ته گهڻئي سوچيو اٿم. مون محسوس ڪيو ته منهنجي ڳالهائڻ ۾ سختي ۽ پختگي اچي وئي هئي. چيائين ته پوءِ پنو پينسل ڪٽي آ ته طلاق نامو لکي ڏيانءِ. مون چيو ته مونکي ٻي شادي ته ڪرڻي ڪانهي، طلاق مان ڪهڙو فرق پوندو.

مائٽ سمورا اڇي ورانديءَ ۾ ڪٺا ٿيا هئا ۽ اسانجي گفتگو ٻڌي رهيا هئا.
گفتگو ايستائين پهتي ته سندس وڏي پيڻ اندر ڪمري ۾ گهڙي آئي ۽ هن جي پيرن تي پوتي رکي چيو ته خدا جي واسطي طلاق نه ڏي. ان وقت هو جوش ۾ هو ۽ وڏي واڪي چيائين: "مان خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي توکي طلاق ڏيان ٿو. طلاق ڏيان ٿو، طلاق ڏيان ٿو، طلاق ڏيان ٿو. هاڻي تون منهنجي ماءُ ڀيڻ آهين ۽ پلي وڃي پڙهين وٺ ويهه!"
گفتگو دوران هو قرآن ڪڻ مان ڪڍي آيو هو ۽ اڇي منهنجي مٿي تي رکي ساڻس گڏ هلڻ لاءِ چيو هئائين. پوءِ اهو پنهنجي هٿ ۾ جهلي بيٺو هو.
هينئر قرآن رکي، سٽ هڻي منهنجي گود مان پرهه ڦٽي کسيائين ۽ ٽڪرو ٽڪرو باهر ڀڳو. وڏو شور مچي ويو. چاچو سهرو هن جي پٺيان ڀيو. وڃي حويليءَ کان ٻاهر رستي تي هن کي ڳچيءَ کان پڪڙيائين. عرفان ڇا ڪيو جو پرهه ڦٽي کي هيٺ لاهي، پيءُ تي حملو ڪيائين ۽ هن کي گهسڪو ڏئي پٽ تي ڪيرايائين. لڙ تي اوطاق مان نوڪر ڀڄندا آيا ۽ چيائونس ته "شاهه جريو ٿيو آهين ڇا. پيءُ کي ٿو مارين!" ۽ ٿبليها ڏئي هن کي پري ڌڪيائون. پيءُ ايستاهيءَ ۾ پڇي ويو ۽ هن جو ساهه منجهڻ لڳو. نوڪرن هن کي کٽ تي ليٽايو ۽ هن مٿان پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻڻ لڳا. عرفان جو پيءُ کي بيهوش ٿيندي ڏٺو. سو ڊپ مان پرهه ڦٽيءَ کي ڇڏي، جهنگ منهن ڪري وٺي ڀڳو. اسانکي تڏهن خبر پئي جڏهن نوڪر پرهه ڦٽيءَ کي در وٽ ڪٺي آيو ۽ منهنجي ڏير جي حوالي ڪندي، ساري وارتا ٻڌايائين. ڏير اڌو ڳابري خبر ٻڌي ۽ پرهه ڦٽي منهنجي گود ۾ ڏئي، ٽڪرو ٽڪرو پيءُ جي پرگهور لهڻ لاءِ اوطاق ڏانهن ڊوڙيو.
مان ٻلافيل بنجي وئي هئس.
سيوهڻ ۾ ماسترياڻين جي هڪڙي ميٽنگ ڪوٺائي وئي. مونکي به سرڪاري سڏ آيو. اڳي اهڙو موقعو ڪڏهن نه ٿيو هو. منهنجا وڏا مونکي وڃڻ جي اجازت نه پيا ڏين. نيٺ ننڍو چاچي مونکي پنهنجي جيپ تي وٺي هليو. اسڪول جي پٽيوالي، منهنجو هڪ نڳو پاءُ ۽ پرهه ڦٽي به مون سان گڏ هليا. اتي اسانجي گرلس اسڪولن جي سپروائيزر منار راجڙ، مونکي ڏاڍي عزت ڏني ۽ پنهنجائي ڏيکاري. مون لڪي لڪي پنهنجي اسڪول ۾ اڳ به هن کي ڏٺو هو، پر هتي ڏسڻ جو پورو موقعو مليم. مان هن جي شخصيت کان ڏاڍي متاثر ٿيس. هن ته مونکي پهريون پيرو ڏٺو هو. مان اهو مڃڻ ۾ عار محسوس نه ٿي ڪريان ته مان نه رڳو هن کان متاثر ٿيس، پر سندس لاءِ منهنجي دل ۾ ڪتڪتائي پيدا ٿيڻ لڳي ۽ مان هنجي باري ۾ ڏاڍو سوچڻ

لڳس ۽ نون سپنن جي سمنڊ ۾ غرق ٿيڻ لڳس. مان هن جو پاڻ ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ چاهيو ڪنهن نموني هن سان لهه وچڙ پيدا ڪرڻ جو رستو ڳولڻ لڳس.

عرفان کي نازان سميت پنهنجي دوست وٽ رهندي ڏيڍ سال کان وڌيڪ عرصو ٿي ويو هو. ان دوران هو ان دوست جي ڀيڻ سان ڪري پيو. هڪڙي ڀيري گهر جي ڪنهن پاتيءَ ڏسي ورتن. انڪري هن کي گهر مان ڪڍڻ ۽ جند ڇڏائڻ جو ويچار ڪين. سو هو هن جي پيءُ سان وڃي مليا. هنن کي چيائون ته "عرفان کهڙو به آهي، آهي ته توهانجو اولاد ڪٿي به رهندو. سڌبو توهانجو پٽ ۽ پاڻثيو. اسان کان جيترو وقت پڳو. هنن کي اکين ۾ جاءِ ڏنيسين. هاڻي اسان وٽ ڪونه ٿو نهي. بهتر آهي ته توهان هن کي وٺي اچو."

عرفان جو پيءُ ڏاڍو چيڙاڪ هو سو هنن کي گاريون ڏئي چيائين "جڏهن مون شرافت سان توهانکي چيو هو ته عرفان کي پاڻ وٽ نه رهايو ته توهان پنهنجي دوستي نباهڻ جي شوق ۾ مونکي نه مڃيو. هاڻي جڏهن عزت، ۾ هٿ پيا اٿو. تڏهن پڳا آهيو."

پر بابي هنن کي چيو ته اسين پاڻ ۾ صلاح ڪنداسين ۽ چوڪري کي توهان وٽان وٺي ايندا سين. هو هليا ويا ته هن پاءُ کي چيو بهتر آهي ته هن کي حويليءَ اندر الڳ جاءِ نهرائي ڏي، گهٽئي جڳهه پئي آهي. پر چاچو سهرو ضدي هو ۽ چيائين ته مان ههڙي نافرمان لاءِ ڪجهه نه ڪندس. پوءِ بابي، جيجيءَ کي چيو ته سمجهائينس. جيجيءَ هن کي وڃي چيو ته دنيا پئي کلي ته شاهن جو بار پراون درن تي پيو ڌڪا کائي. ڏاڍي مشڪل سان جيجيءَ جو چوڻ مڃيائين.

ان وقت عرفان کي سندس ماءُ نياپو موڪليو ته موقعو اٿئي. جيجيءَ جي اڇي چٽَ بڌ ته جاءِ سان گڏ توکي گهر جي سامان مان به حصو ملي ويندو، چو ته هن ئي توکي پلاٽ ونرائي ڏنو آهي.

عرفان ڳوٺ ۾ آيو ۽ جيجيءَ کي چوائي موڪليائين مان توهانکي پيرين پوڻ آيو آهيان. توهانجي ڏاڍي سڪ لڳي اٿم. اجازت ڏيو ته توهانجي در تي اچان. جيجيءَ جواب موڪليس ته پلي اچ. هو آيو ۽ جيجي اندر گهر ۾ وٺي ويس. ڳالهين ڪندي عرفان هن کي چيو ته گليءَ کي چئو ته خدا واسطي مونکي منهن ڏيکاري. مان بابي جي گهر وئي هئس. جيجي اتي آئي ۽ مونکي چيائين ته عرفان تو سان ملڻ ٿو چاهي. پر مون انڪار ڪيو. خبر ناهي جيجيءَ هن کي ڇا وڃي چيو.

چوٿين پنجين ڏينهن هو وري اوچتو جيجيءَ جي گهر ۾ گهڙي آيو. مان به وٽي هئس. منهنجي نڳي ماءُ به اتي موجود هئي. مون جو هن کي ايترن ڏينهن

ڪانپوءِ ائين اوچتو ڏنو تہ منهنجي دل زور سان ڌڙڪڻ لڳي ۽ هن لاءِ نفرت جا جيڪي جذبا هئا، سي غائب ٿيندا محسوس ٿيا. خبر ناهي ائين ڇو ٿيو. مونکي ڏسي هن جي چهري تي رونق اچي رئي. ڀهرين جيجي ۽ منهنجي نڪي ماءُ کي پيرين پئي مليو. پوءِ منهنجا هٿ اچي پنهنجي هٿن ۾ ورتائين. گلو پرجي آيس ۽ گهگهي آواز ۾ مونکي چيائين: ”گلي! هڪ ڀيرو مونکي سوٽ ڪري سڏ. مان اهو لفظ ٻڌڻ لاءِ پيو سڪان!“

پوءِ هن چيو تہ پاڻ هلي اڪيلائيءَ ۾ ڳالهايون. اسين ٻئي ڪمري ۾ وڃي ويناسون. هن جي ڊگهي تقرير جو تت هي هو تہ مان اڳتي توکي ڪنهن بہ قسم جو ڏک نہ ڏيندس، توکي نازان کان وڌيڪ عزت ۽ پيار ڏيندس. گهر جي مالڪياڻي تون هوندينءَ، تون مون سان گڏ اچي نئين گهر ۾ رهجان.

حقيقت هيءَ هئي تہ عرفان جي وڃڻ کانپوءِ مان پاڻ کي ڏاڍو اڪيلو ۽ لاوارث سمجهندي هئس. وڏي ڳالهہ تہ پرهہ ڦٽيءَ جي ڳڻتي هئم. هوءَ ڏاڍو اٻاڻڪي رهڻ لڳي هئي.

هن جي جاءِ تيزيءَ سان جڙندي رهي. هو بہ چار ڀيرا وري بہ مون سان مليو ۽ پنهنجي اٿاهہ پيار جو يقين ڏياريندو ۽ منهنجي خوشامد ڪندو رهيو.

هن جو گهر تيار ٿي ويو تہ مون بابي ۽ چاچي سهري کي چيو تہ مان عرفان سان وڃي ٿي رهان. چاچي سهري رڪائيءَ سان چيو تہ تنهنجي مرضي. پر بابي چيو تہ عرفان توکي بيوقوف بنائي رهيو آهي ۽ هن تي اعتبار نہ ڪر. بابي هڪ ڏاڍو مزيدار مثال ٻڌايو. هن چيو تہ عرفان ان ماڻهوءَ جهڙو آهي جنهن پنيان هڪ ڇتو ڪتو پيو تہ ڊپ ۾ جان بچائڻ لاءِ ڪجيءَ جي وڻ تي چڙهي ويو. جڏهن ڪتو هليو ويو ۽ پاڻ کي محفوظ سمجهائين تہ ڪجيءَ تان لهڻ جي ڪوشش ڪيائين تہ احساس ٿيس تہ ڏهڪاءَ جي ڪري چڙهي تہ الائي ڪيئن آيو هوس، پر هاڻي لهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. سو اتي باس باسيائين تہ هيٺ سلامت لهي وبندس تہ ديگ پٽ جي خيرات ڪندس، جڏهن زمين تي پهتو تہ چيائين تہ جيڪي ڪجيءَ تي چڙهن، سي خيرات ڪن، مان نہ وري ڪجيءَ تي چڙهان ۽ نہ خيرات ڪريان.

مان پنهنجي ڌيءُ سميت وڃي عرفان ۽ ڀهاڄ سان گڏ رهيس. منهنجو جيڪو ڏاج وارو ۽ ٻيو ذاتي سامان ۽ فرنيچر هو، سو بہ کڻائي ويس. ان ۾ ٻين ٽيڙن سان گڏ پلنگ، ڪوچن جو سيٽ، چينيءَ جو ڊبل ڊنر سيٽ، ڊريسنگ ٽيبل، وارڊ روب ۽ بسترا شامل هئا. عرفان کي پڻس بہ مال متاع ۽ گهر جي سامان مان حصو ورهائي ڏنو. هن جو گهر نهي نڪي ۽ سينگارجي ويو.

اجا چار مهينا ئي ڪونہ گذريا تہ هن جي رويي ۾ ڦيرو اچڻ لڳو. هو مونکي تڪليفون ڏيڻ ۽ سختيون ڪرڻ لڳو. مونکي جيجي ۽ منهنجي پيءُ وٽ وڃڻ کان جهلي ڇڏيائين ۽ جيجيءَ کي پنهنجي گهر اچڻ کان روڪيائين. مون تي وري پراڻا الزام مڙهڻ لڳو. اڳي گهر جي جن سوٽن ماساتن جا مونکي ميهڻا ڏيندو هو تہ منهنجا هنن سان ناجائز ناتا آهن، سي وري ڏيڻ لڳو ۽ انهن مائٽن کي گهر ۾ اچڻ کان روڪي ڇڏيائين. هن کي منهنجو سامان ڦٽائڻو هو سو پنهنجي چال سان پنهنجي گهر آڻي چڪو هو.

مون پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هنيو هو.

مو بابي وٽ وڃي پشيماني ظاهر ڪئي ۽ معافي ورتم ۽ وري جيجيءَ سان رهڻ لڳس.

اهو هو عرفان سان منهنجي رشتي جو سدائين لاءِ خاتمو. منهنجي حياتيءَ جا اهي چار سال هنگامن ۽ طوفانن سان ڀريل گذريا.

تازو اسانجي ذات وارن سان ڳنڍيل، اسانجي ڳوٺ ۾ بہ واقعا ٿيا آهن:

هڪ واقعي ۾ جوابدار اسانجي حويليءَ جو هڪ مرد هو. جهنگل ۾ لڪل هن جي هڪ شراب جي ڀٺي هئي. هو ديسي شراب ٺهرائي، لڪ چڇ ۾ آسپاس وارن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ وڪڻندو هو. ڪو نئون صوبيدار بدلي تي آيو هو ۽ شروعاتي رعب رکڻ خاطر ۽ پنهنجي حد جو واءُ سواءُ لهڻ لاءِ پڪڙ پڇاڙ ڪري رهيو هو. هڪ رات هو ڀٺيءَ تي ڇاپو هڻڻ وڃي رهيو. ان وقت اسانجو اهو مائٽ، پنهنجي استعمال لاءِ، ڀٺيءَ تان ڪجهہ شراب جون بوتلون کنيو موٽر سائيڪل تي اچي رهيو هو. جنهن هنڌ صوبيدار جي موٽر تي نظر پئي، اهو هنڌ ڀٺيءَ کي ويجهو هو ۽ هو اچي بہ ڀٺيءَ جي طرف کان رهيو هو. صوبيدار جيپ بيهاري هن کي روڪايو ۽ هن کان آڏي پڇا شروع ڪيائين تہ تون ڪير آهن ۽ ڪٿان پيو اچين ۽ انهيءَ ٿيلهي ۾ ڇا اٿئي؟..... جي اسان وارو مائٽ سنئون سڌو جواب ڏئي ها ۽ پنهنجي سڃاڻپ ٻڌائي ها تہ شايد قصو ڪونہ وڌي ها. پر هو پنهنجي سيدڪي ۽ وڏيرڪي تيزيءَ ۾ صوبيدار کي آڏا ابنا جواب ڏئي چوڻ لڳو تہ تون ڪير هوندو آهين اهي سوال پڇڻ وارو. صوبيدار کي لڳا خار. سو هن جي ٿيلهي جي تلاشي ورتائين تہ ان مان شراب نڪتو، سو هن کي ناهوڪي مار بہ ڪڍيائين ۽ گرفتار ڪري وڃي ٿاڻي تي لاڪپ ۾ وڌائينس.

سو واقعو بہ سيد گهراڻي وارن طرفان ٿيو. اهو غريب گراڻو هو ۽ اسانجي حويليءَ وارن سان رت جو رشتو ڪونہ هو. ان گهراڻي جي ٻن نوجوانن، هڪ

ٻوناٿي معصوم ڇوڪري سان زوريءَ بدفعلي ڪئي ۽ هن کي اڌ مئو ڇڏي ڀڄي ويا. هنجي مائٽن وڃي فرياد ڪيو ۽ پوليس انهن ٻنهي سيدن کي پڪڙي جيل ۾ وڃي وڌو.

سيد هجڻ ڪري ننڍپڻ ۾ مان پاڻ کي مٿاهين مخلوق سمجهندي هئس. جئن شعوري عمر کي پهتس ته سيد هجڻ جي ڦونڊ گهٽجي وئي ۽ وقت گذرڻ سان پاڻ احساس ابتڙ ٿي ويو ۽ اها حقيقت سامهون آئي ته سيد عورت هجڻ عذاب آهي، ذلت آهي، زهر آهي. طبقاتي سماج ۾ عورتون غلام هونديون آهن. مالڪ ۽ پرمار طبقي جون عورتون وڌيڪ غلام هونديون آهن. عام عورتن کان، حويلين ۽ ڪوٺن ۾ جاگيردارن، زميندارن، وڏيرن، سيدن ۽ پيرن جون عورتون وڌيڪ پابند، غلام، زنجيرن ۾ جڪڙيل، جاهل، محتاج ۽ مظلوم هونديون آهن.

نه رڳو عورت لاءِ پر مرد لاءِ به سيدپڻو مٺو زهر آهي. سيدپٽي جو واءُ، جيڪو هن جي دماغ ۾ وهي ٿو، اهو هن جو ڪردار بگاڙيو ڇڏي. سيد هجڻ ڪري ماڻهو هن کي جيڪا عزت ڏين ٿا ۽ عقيدتمندي ڏيکارين ٿا ۽ ذات جي پاڪائيءَ جو جيڪو احساس هن ۾ پيدا ڪن ٿا، سو هن جي ذهنيت کي اڻ ٺهڪندڙ بڻايو ڇڏي ۽ ڪيترين ئي سماجي برايون اوچي انگ تي پيدا ڪيو ڇڏي.

پاڪ اهو آهي جنهن وٽ علم هجي، جو پورهيو ڪري، جنهن ۾ انقلابي جذبو هجي، جو هنرمند هجي، جو جسماني طرح ۽ ذهني طرح صحتمند هجي. هتي جهالت کي پاڪائي سمجهيو ٿو وڃي. ڪاهليءَ ۽ بيڪاريءَ کي پاڪائي سمجهيو وڃي ٿو، ڪوڙين ڪرامتن ۽ ڳپوڙن کي پاڪائي سمجهيو وڃي ٿو، صحتمند ۽ سياويڪ جذبن ۽ خواهشن کي دٻائڻ ۽ اندر ۾ پاڻ کي جلائڻ کي پاڪائي سمجهيو وڃي ٿو. ذهني مريضن ۽ خراب، دماغ وارن کي مست سڏي، ڪرامتي ۽ پاڪ سمجهيو ٿو وڃي.

اسانجي نه زمينداري آکهي آهي، پر هن ڳوٺ ۾ ٻيون به ننڍيون وڏيون سيدن جون حويليون آهن، جن ۾ سچا سيد رهن ٿا. نه اٿن ملڪيت، نه ڪو هنر اچين ۽ نه تعليم پرائين. رڳو پنَ ۽ مريدن کان ڦر تي گذر سفر ڪن.

سيد ڪهڙو به هجي، يعني ڪورو ڄٽ هجي، ٻيجو هجي، ڪوجهو هجي، چور بدمعاش هجي، لوفر هجي، بي لڄڻ هجي پر ماڻهو هن کي پيرين پئي ملندا، هن کي ڪٽ تي وهاريندا ۽ پاڻ پٽ تي وهندا، نياز نذرانا ڏيندا ۽ دعائون تعويذ وٺندا. اهڙي طرح عورتون حويلين ۾ اچي ٻيبين جا هٿ پير چمنديون، ٻانهيون ٿي مفت ۾ خدمت چاڪري ڪنديون، من جون مرادون پوريون ٿيڻ لاءِ پنهنجي حق ۾ هنن کان

دعائون گهرائيندا يون. پيو تہ نهيو، حق بخشايل ببين کي روحانيت جو سرچشمو سمجهي پنهنجي مراد جي حق ۾ تعويذ وٺنديون ۽ دعائون پڙهائينديون. هو اهو ڪونہ سوچينديون تہ هو پاڻ ڪيڏيون نہ بيوس ۽ مجبور آهن. هو هنن پاڪن جي جذبن، خواهشن ۽ اُمنگن جي زخمن، جي ناسور ٿي ويا هوندا آهن. تن جو ڏونڊ ڏسي نہ ٿيون سگهن. ڦقرن ۽ آنڊن جو ايڪس ري تہ ڪري سگهجي ٿو، پر خواهش، منگن ۽ جذبن جو ايڪس ري ٿي نہ ٿو سگهي، جو ڏسي سگهجي.

ٻئي طرف ڏسبو تہ سماجي برايون سيدن ۾ ٻين کان سرس هونديون. هو بيڪار ۽ ڪاهل هوندا. نہ ڪو پورهيو ڪندا ۽ نہ ڪو هنر ايندن. نہ تعليم پرايل هوندن ۽ نہ ٻارن کي اسڪول موڪليندا. سارو وقت پيا رلندا ۽ لوفرپايون ڪندا. رنڍي بازي ۽ لونڊي بازي ڪندا. نشي بازي ۾ مست هوندا. مڪان ۽ اوتارا هنن سان آباد هوندا. ڀنگ، چرس، شراب ۽ هاڻي هيروئن سان هنن جو هر وقت شغل هوندو. ڏَنُ ۽ ڀِنَ هنن جي گذران جو ذريعو هوندو. چوريون هو ڪندا.

هي حقيقتون ان زماني جون آهن جڏهن مان ننڍي هئس ۽ اهي حقيقتون ڳوٺن جي پنهنجي ذات وارن جون ڪيون اٿم. شهرن ۾ وري بہ پئسو ٽڪو اسانجي ذات وارا سڌريل هئا. هاڻي ڀهراڙيءَ ۾ بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ حالتون بهتر آهن. ٻارن کي هو پڙهائن ٿا ۽ اتي ڀرلوڻ برابر ڇوڪرين کي تعليم ڏيارن ٿا. ڪن حالتن ۾ امتين ۾ بہ ببين جو سنگ ڏنو ويو آهي. تبديليءَ جو ڪارڻ اهو آهي تہ ماڻهن ۾ علم وڌڻ ڪري، اڳين عقيدتمندي ڪانہ رهي آهي.

مان گهڻي وقت کان وٺي سوچڻ لڳي هئس تہ اها ڪهڙي تعليم آهي، اها ڪهڙي ذهنيت آهي، اهو ڪهڙو اصول آهي، اها ڪهڙي عقيدتمندي آهي جو هر سيد کي روحاني ۽ سڳوري چيز سمجهيو ٿو وڃي؟

اڳئين زماني ۾ جڏهن سامراج ڪو ملڪ فتح ڪندو هو تہ پاڻ کي فتح ڪيل ملڪ جي قوم کي برتر سمجهندو هو ۽ برتري پيدا ڪرڻ واسطي اپاءُ وٺندو هو. هو پنهنجي اصل ۽ نسل کي اوچو سمجهندو هو. يا اهو اثر وهارڻ جو ڪوشش ڪندو هو ۽ حڪومت جو جوڙجڪ ۽ انتظام اهڙي نموني هلائيندو هو، جو هن جي پنهنجي قوم جي نسل جي برتري ظاهر ٿئي ۽ ثابت ٿئي. هو جئن تہ پاڻ حاڪم هوندا هئا ۽ رڳو حڪم ڏئي ٻين کان ڪم ۽ پورهيو ڪرائيندا هئا. انڪري پورهئي کي نيچ ثابت ڪندا هئا ۽ پورهيتن کي گهٽ ذات.

عرب سامراج سنڌ ۾ فاتح ٿي آيا تہ هنن هتي پنهنجي ماڻهن ۽ قبيلن جي مٿاهون هجڻ جو تاثر پيدا ڪيو. پنهنجي نسل جي اوچي هجڻ جي دعوا ڪئي. ان

ڪان اڳي سامراج، فتح ڪيل ملڪ ۾ پنهنجي مذهب کي وچ ۾ ڪونہ آڻيندا هئا. تاريخ ۾ عرب ئي پهريان سامراج هئا، جي پنهنجي فتح ڪيل ملڪ ۾ فتح جو بنياد پنهنجو مذهب ظاهر ڪندا هئا ۽ غلام ملڪ ۾ پنهنجي مذهب وڌائڻ تي خاص ڌيان ڏيندا هئا. اهڙي طرح ماڻهو نہ رڳو سياسي طرح، پر ذهني طرح بہ غلام بنجي ويندو آهي ۽ اها غلامي ڏاڍي پڪي ۽ پائدار هوندي آهي. انڪري جيڪي بہ ٻاهريان سامراج سنڌ جا حاڪم بنيا، انهن مان ڪنهن جو بہ اثر ايترو نہ رهيو، جيترو عربن جو رهيو آهي.

ماڻهو حاڪمن وارو مذهب اختيار ڪرڻ کي سياسي ۽ معاشي فائدن ۽ اثر رسوخ ڪرڻ جو ذريعو سمجهندا هئا. هتي جا هندو پڻ مسلمان ٿيڻ لڳا. ماڻهو مذهب تہ سولائيءَ سان ڦٽو مٽائي، پر پنهجي تهذيب ترڪ ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي. تهذيب انسان جي رڳ رڳ ۾ سمايل هوندي آهي ۽ لاشعور ۾ گهر ڪري ويندي آهي. سو مذهب مٽائڻ ڪانپوءِ بہ هو پنهنجي تهذيب نئين ڍڪ ۽ نئين روپ ۾اختيار ڪندو آهي. هندن جي تهذيب ۾ نسلي مت ڀيد ۽ ذات پات جو اوچ نيچ هو. برهمڻن کي اوچي نسل وارو، اوچي ذات وارو، پاڪ، آسماني طاقتن جو مالڪ ۽ ڀڳوان جي خاص مخلوق سمجهيو ويندو هو. مسلمان ٿيڻ ڪانپوءِ بہ هنن پنهنجي روايت نہ ڇڏي ۽ سيدن کي برهمڻن وارو درجو بخشيو ويو. حاڪم هجڻ ڪري عربن جي اڳي ئي اها ذهنيت هئي ۽ ان روايت کي وڏي ڦونڊ ۽ سرهائيءَ سان قبول ڪيائون.

طبقاتي سماج ۾ پئداواري ذريعن ۽ جائداد وانگر "ذات" بہ ذاتي ملڪيت بنجي ويندي آهي. ڪن ماڻهن جي "ذات" پرماريت جو ذريعو هوندي آهي. جيڪڏهن ڪنهن هڪڙي شخص وٽ اهي ٻئي ملڪيتون يعني پئداواري ذريعي جي ۽ پرمار ذات جي، هونديون آهن تہ هو ظلم جي انتها ڪري ڇڏيندو آهي.

طبقاتي سماج ۾ ڪي مذهبي ادارا (Institutions) پئدا ڪيا ويندا آهن ۽ انهن کي قائم بہ رکيو ويندو آهي ۽ انهن ذريعي پرمار طبقو پنهنجي پرماريت جي پنيرائي ۽ سهڪار حاصل ڪندو آهي. اهي ادارا آهن پيري مريدي ۽ ملائيت.

منٺار چوندو آهي تہ سيدپٽو، خاص ڪري پيري مريديءَ جي حوالي سان، سنڌي سماج جو هڪڙو ڪئنسر آهي. حقيقت ۾ سيدپٽي جي باري ۾ مٿيان ويچار مون منٺار واتان ئي ٻڌا هئا. پهرين مونکي اهي نہ وڻندا هئا، پر پوءِ انهن جي سچائي مونکي پاڻ ڏانهن ڇڪي وئي.

"واٽيو ڀڄي ڪامي ڪان، پر وري بہ اچيس ڪلمو سامهون" واري چوڻي، هن

وقت انڪري ٿي ذهن تي ايري اڇيم. جو سوچيو هوم تہ مرد سان ويجهائي نہ رکبي. پر وري بہ مرد جي ويجهو ويس. هن سماج ۾ اهڙيون پابنديون آهن جو شاديءَ کانسواءِ مرد جي ويجهو وڃ تہ بدنامي، زندگيءَ جي تباهي يا ڪارو ڪاريءَ جي موت جو خطرو ۽ جيئڻ مونکي تجربو ٿيو. جي مرد سان شاديءَ جي ناتي ۾ ڳنڍجُ تہ جيئري ئي موت.

هن پيري مرد سان منهنجو "وقتي واسطو" نہ هو. پر هي ناتو منهنجي پوري زندگيءَ تي ڇانئجي ويو. زندگيءَ تي ڇانئجندڙ جذبا. منهنجيون خواهشون. منهنجو ذهن. منهنجا امنگ بدلي ڇڏيا. مونکي هڪ منزل جو ڏس ڏنو ۽ ان منزل ڏانهن وڌڻ جي سگهہ پيدا ڪئي.

منٺار منڊ ۾ ئي منهنجي ذهن ۾ اها ڳالهہ وهاري تہ انسان جي آجپي لاءِ. مرد توڙي عورت لاءِ گذراني طرح پاڻ پيرو ٿيڻ ضروري آهي. ان واسطي هن مونکي تعليمي معيار وڌائڻ لاءِ همٿايو. اهو هن جي پيار جو روح ڦوڪيل هو جو مون مڊل، مئٽرڪ، فرسٽ ييئر، انٽر، ڪاتي جي سکيا جا ننڍا ننڍا ڪورس ۽ پي. ٽي .سي جا امتحان پاس ڪيا.

انهن امتحانن لاءِ منٺار ڪي منهنجي مائٽن، مالي مسئلن، امتحان جي مرڪزن وارن شهرن ۾ منهنجي رهائش جو سوال ۽ ٻين ڪيترين رڪاوٽن کي منهن ڏيڻو پيو. پنهنجي هڙان خرچ ڪرڻ کانسواءِ، اها هن جي ذهانت ۽ شخصيت جو اثر هو جو هو منهنجي پراڻ پسند مائٽن کي مڃائي سگهيو. هن مونکي خوش رکڻ، منهنجي عزت وڌائڻ ۽ منهنجي پريشانين کي دور ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. منهنجي اڪيلائپ جو احساس ويندو رهيو. مان ائين پائڻ لڳس تہ نہ رڳو منٺار پر سماجي ساڃهہ رکندڙ سڄي خلق مون سان آهي.

مونکي ياد ٿو اچي تہ پهرين منٺار جي اکرن مونکي متاثر ڪيو. هو جڏهن پهريون ڀيرو سپروائزر جي حيثيت ۾ منهنجي اسڪول جي شاگرياڻين جو امتحان وٺڻ آيو تہ هن اسڪول جي رجسٽر تي رپورٽ لکي هئي. هن جا اکر ڏاڍا سهڻا. موتيءَ جا داڻا هئا. مونکي ريس آئي تہ منهنجا بہ اهڙا اکر هجن ها. الائي ڇو سندس تحرير ڏسڻ سان ئي مون هن جي باري ۾ سوچڻ شروع ڪيو. جيتوڻيڪ ڪيس اچا ڏنو بہ ڪونہ هوم. جڏهن هو ڪلاس ۾ امتحان وٺي رهيو هو تہ مان ڪلاس کان ٻاهر ويٺي هئس. ڇو تہ مان هن کان پردو ڪندي هئس. امتحان وٺندي هو ڇوڪرين سان مذاقي نموني ڳالهائي. ڇوڪرين کي کلائي رهيو هو. منهنجي دل نہ رهي ۽ دريءَ جي چيرن مان جهاتيون پائي، هن کي ڏسڻ لڳس. هن

ڪي ڏسي، منهنجي اندر ۾ ڪتڪائي پيدا ٿي ۽ دل ڌڙڪڻ لڳي.

پوءِ ڪنهن نموني هن سان خط لکڻ جو رستو قائم ٿيو. ان لاءِ مونکي خاص خوشي اها ٿي جو هن جا سهڻا اکر ڏسڻ جا وڌيڪ موقعا مليم. هڪ اکر سهڻا ٻيو پيار پريا. اصل سون تي سهاڳو. نيٺ اهڙا موقعا به آيا جو هن به مونکي ڏنو ۽ هڪ ٻئي جي صفا ويجهو ٿي وياسين. جلد ئي هو مون تي اهڙو مست ٿي ويو جو الماس سان پنهنجي پهرين ۽ "آزاد پيار" تان هٿ ڪڻي ڇڏيائين. آزاد پيار ان ڪري ٿي چوان جو الماس سان هو گهڻي آزاديءَ سان ملي ٿي سگهيو ۽ مان سٽن ڪوٺن ۾ بند ٻيبي هئس. مون سان تڏهن ملي سگهندو هو. يا ائين چوان ته اسين تڏهن ملي سگهندا هئاسين، جڏهن مان پنهنجي ڳوٺ مان نڪري، ڪنهن شهر ۾ وڃي رهندي هئس. مثال طور امتحان ڏيڻ لاءِ ڪاني طرفان سکيا وٺڻ لاءِ، پي. ٽي. سي. ڪورس ڪرڻ لاءِ. ان لاءِ هو ئي ڪوشش ڪري مونکي چونڊرائيندو هو، يا سرڪاري ڪم يا ميٽنگ لاءِ شهر ۾ وڃڻ جا جڙتو ليٽر موڪليندو هو.

جڏهن پهريون ڀيرو هن سان آمهون سامهون گفتگو ٿي ته مان ايڏو خوشيءَ ۾ پرجي ويس جو نه ماني ياد رهي ۽ نه ننڊ آئي. ڪيپل رات تصورن جي پولار ۾ اڏامندي رهيس ۽ هن جا ڳالهايل گفتا دل ئي دل ۾ ورجائيندي رهيس ۽ مرڪندي رهيس ۽ هن جي ٻيهڻ جو ڍنگ ۽ هن جي هر چرپر ياد ڪندي رهيس. وري جو هن پڇيو ته "مون تي ڪاوڙيا آهيو ڇا؟" اهو ياد ڪري مان پاڻ ڪي ڪجهه سمجهان پئي ته ايتري قدر منهنجي محبت ۾ گرفتار ٿي ويو آهي، جو منهنجي ڪاوڙ جي پرواهه ٿو ڪري. منهنجي پيار خاطر هو منهنجن مائٽن سان به سٺي نموني هلي رهيو هو.

جڏهن نائين ڪلاس جو امتحان ڏيڻ لاءِ مان سيوهڻ ويس ته انتي شهر ۾ رهڻ لاءِ بندوبست منٺار ئي ڪيو هو. ان گهر ۾ جيتوڻيڪ جيجي ۽ هڪ ننڍو نوڪر ساڻ هئا. پر مون پنهنجي لاءِ هڪ الڳ ڪمرو رکيو هو جئن رات جو اڪيلائي ۾ امتحان جي تياري ڪري سگهان. اتي ئي منٺار سان منهنجيون رات جون خلاصيون ملاقاتون شروع ٿيون. ٻه ٽي راتيون ته ملاقات رات جو ٻارهين بجي شروع ٿي ۽ صبح جو مُلي جي ٻانگ تائين جاري رهي.

امتحان هال ۾ ڪاپي ته گهڻي چوڪريون ڪري رهيون هيون. پر پناهگير سپروائيزرياڻي، مون ڪانسواءِ رڳو ٻين سنڌياڻين کي ڇينيي، ڏڪائي ۽ گهٽ وڌ ڳالهائي رهي هئي ۽ پناهگير چوڪرين کي ڪجهه نه ٿي چيائين. مونکي انڪري ڪجهه نه ٿي چيائين جو منٺار منهنجي لاءِ چيو هوس. خير. سنڌي چوڪرين کي

جو بي شرم ۽ ذليل ٿي چيائين تہ مونکي ڏاڍي باهہ لڳي وئي. ان وقت تہ ڪجهہ ڪونہ ڪڇيم. جڏهن پيپر پورو ٿيو ۽ سپروائيزرياڻي باهر ورانڊي ۾ بيٺي هئي تہ مان وڃي چيومانس تہ توهانکي ڪهڙو حق آهي جو ڇوڪرين کي گاريون ٿا ڏيو ۽ هڪڙن کي ڪاپيءَ کان روڪيو ٿا ۽ ٻين کي نہ ٿا روڪيو ۽ مان توهانجي مٿي شڪايت ڪنديس. جنهن همت سان مون ڳالهايو ۽ اها بہ خبر هئس تہ مان منٺار راڄڙ صاحب جي سفارشڻ آهيان. سو هوءَ گهبرائجي وئي ۽ منهن جو پنو لهي ويس. مونکي پاڻ تي حيراني ٿي. مان تہ پنهنجي آفيسرن کان ڏاڍي ڊڄندي هئس، هيءَ بہ تہ منهنجي آفيسرياڻي هئي، پوءِ اڄ اها جرئت ڪيئن پيدا ٿي. شايد منٺار جي پيار ڪري. بهرحال ٻن پيپرن ۾ ان سپروائيزرياڻيءَ وري ڪا حرڪت نہ ڪئي ۽ مون "احتجاج" جي سگهہ محسوس ڪئي.

منٺار جي اڳين محبوبياڻيءَ الماس تي پهرين تہ مونکي قياس ايندو هو. پر پوءِ الائي ڇو اوچتو ئي اوچتو هن سان ساڙ ٿيڻ لڳم. جئن مونکي آزمائڻ خاطر منٺار، الماس جي واکاڻ ڪري، تئن مونکي چوچڙي لڳي. هن جي دل تہ الائي ڇو هن ڏانهن ڦٽي وئي، پر مونکي چوندو رهيو تہ تنهنجي قرب ئي مون کان الماس وسارائي ڇڏي. هن جون ڏنل سڀ جون سوکڙيون: فوٽو، سوني منڊي، رومال ۽ ٻيون شيون مونکي ڏيکاريائين. الماس جو فوٽو تہ ٽڪر ٽڪر ڪري، منٺار کي واپس ڪيم تہ تعويذ ڪري ٻڌي ڇڏ. منڊيءَ لاءِ دل ۾ آيو تہ پيرن هيٺان چيپاتي چپوڙي ڇڏيان، ڇو تہ منهنجي دل ۾ ان وقت جو تصور اڀريو جڏهن الماس اها منڊي پيار مان هن جي ڇيچ ۾ پارائي هوندي.

مونکي محبت جي آڏو نسل، خاندان، حويليءَ جا ڪوٽ، واريءَ جا ڪوٽ نظر آيا. پيار جي پنهنجائي ۽ سات حاصل ٿيڻ کانپوءِ ائين ٿي ڀانيان تہ واريءَ جا ڪوٽ تہ ڇا، لوهي ڪوٽ بہ لتاڙي ڇڏيان.

مونکي تہ ائين محسوس ٿيندو آهي تہ منٺار ئي منهنجو والي وارث آهي. هو منهنجي صحت ۽ صحبت جو ڏاڍو خيال رکندو آهي. مونکي ڪن عورتن ۽ ماستريائين سان ملڻ کان منع ڪندو آهي. وقتي منهنجيون مالي ضرورتون هو ئي پوريون ڪندو آهي. باقي منهنجا مائٽ؟ طلاق کان اڳ تہ تنخواهہ وڃي هنن جي ترڻ تي رکندي هئس. جڏهن مون پي. ٽي. سي پاس ڪئي تہ مونکي تنخواهہ جي تفاوت ۽ اضافن جا هڪ ئي وقت ساڍا ڇهہ هزار رپيا مليا. تہ مائٽن ائين چئي اهي پئسا مون کان ورتا تہ اسانکي هن وقت ضرورت آهي، پوءِ توکي موٽائينداسين. منهنجي نوڪريءَ جا معاملا بہ منٺار ئي سنڀاليندو آهي، پگهارون، بل، بدلي سدلي،

سکيا لاءِ چوندو. ترقي، اضافا، ايتري قدر جو منهنجو سروس بک ئي وٽس پيو هوندو آهي. وڏي ڳالهہ تہ منهنجي ڪکيءَ جي مستقبل جو مون کان وڌيک اونو هوندو اٿس. اهي ڳالهيون ڏسي مان سوچيندي آهيان، آخر هن شخص مون ۾ ڏٺو ڇا آهي؟

هڪڙي ڳالهہ کان مان ڏاڍي گهبرائيندي آهيان. ٿوري گهٽي ڳالهہ تي مونکي چڙڻ جون ڌمڪيون ٿو ڏئي ۽ اهڙي ڌمڪي ٻڌي، منهنجو اڌ ساهہ نڪري ويندو آهي. هن جي طبيعت بہ ڏاڍي شڪي آهي. جيتوڻيڪ ان معاملي ۾ مان پاڻ بہ گهٽ ڪانہ آهيان. چاهيندو آهي تہ مان ڪنهن ٻئي مرد جي ڳالهہ ئي زبان تي نہ آڻيان...... هڪ رات ڪٽ تي گڏ سمہل هئاسين ۽ ڏاڍي رومانوي موڊ ۾ هئاسين. ڳالهين ڪندي مون پنهنجي هڪ سوٽ جي ساراهہ ڪئي. ان تي هو پاڻيءَ مان نڪري ويو ۽ هڪدم چڙ مان چيائين: اٿي وڃ مون وٽان! مونکي ڏڌڪو رسيو ۽ ڪاوڙ اچي ويم. مان اٿي وينس ۽ هن کي چيم تہ مون ۾ شڪ ڪندي توکي ڦڪائي نہ ٿي ٿئي. پوءِ ڪيس پني ڏئي ليٽي پيس. هن کي شايد احساس ٿيو تہ مون تي الزام هنيو اٿائين ۽ منهنجي دل دکائي اٿائين. سو ڪيچل ڪري مونکي پرچائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. هٿ ڇڏائڻ بدران چيائين: اچا زور سان چڪ پاءِ! مون بہ ڪيس وڌيک زور سان چڪ پاتو ۽ پوءِ چڪ ڇڏي هن کي چنبڙي ويس ۽ رئڻ لڳس ۽ هن مونکي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀڪوڙي ڇڏيو ۽ پيار جي جذبن جون نيون بلنديون محسوس ڪيونسين.

هن منهنجي ذهني تربيت طرف بہ توجهہ ڏنو. هو وهمن، تنگ خيالي ۽ پراڻ پسند خلاف مون سان گفتگو ڪندو رهندو هو. هو مونکي ڪيترائي ڪتاب ڏيندو رهندو هو ۽ انهن کي پوري ڌيان سان پڙهڻ جو تاڪيد ڪندو هو ۽ مان بہ هن جي خواهش جو خيال ڪري پوري شوق سان پڙهندي هئس.

هو منهنجي جيون جو اٽوٽ حصو بنجي ويو آهي. منهنجي زندگي پريل آهي، منهنجي دنيا پريل آهي. پيار منهنجي جياپي ۽ آجپي جو اتساهہ آهي.



# ڪاليج جي هاسٽل ۾

هاڻي مان ڪاليج جي هاسٽل جي ڇوڪرين ۽ استاديائڻين جي مستين ۽ من مستين جي باري ۾ ٻڌائيندي‌س. ڪاليج تائين مان منار جي سهائتا سان پهتي هئس. ورنہ مونکي جيترو تعليم پرائڻ جو شوق هو. منهنجا مائٽ اوترو‌ئي ان جي خلاف هئا. مون مڊل پاس ڪئي. پوءِ مئٽرڪ پاس ڪيم. پوءِ انٽر پاس ڪيم ۽ هاڻي پي. ٽي. سي ڪاليج ۾ داخل ٿي هئس.

مان حويليءَ ۾ پڃري جو پکي هئس. هتي هاسٽل ۾ مونکي کلي فضا ملي وئي ۽ مان خوب اڏامڻ لڳس. منهنجو ذهن کلي پيو. منهنجي دل کلي پئي. منهنجو دماغ کلي پيو. منهنجي زبان کلي پئي. منهنجا ٽهڪ کلي پيا. مون آزاديءَ جو مزو چکي ورتو هو. ائين هاسٽل بہ هڪڙو پڃرو هئي ۽ اسانجي آزاديءَ جي حد هاسٽل جيَ چوديواريءَ تائين هئي. پر حويليءَ جي گهٽ، ٻوسٽ ۽ دٻاءَ جي مقابلي ۾ هيءَ آزادي وڏي نعمت هئي. هتي جدا جدا شهرن جون سوڪن ماستريائڻيون ۽ استاديائڻيون هيون. جي پڙهيل ڳڙهيل ۽ روشن خيال هيون. ڪل يوڳ تي پابندي ڪانہ هئي. علمي بحث مباحثا ٿيندا هئا. هڪ ٻئي جون حال ٻائي هيونسين. پيار ۽ الفت جا قصا هئا. پڙهڻ ۾ مزو ايندو هو تہ پورهيو ڪرڻ ۾ بہ.



منار ۽ سائڻ مسز ميمڻ جي ڪوشش سان مونکي پي. ٽي. سي ڪورس لاءِ چونڊيو ويو. مسز ميمڻ اسانجي ضلعي جي تعليمي آفيسرياڻي هئي. بابي اعتراض ڪيو تہ سڄي سال لاءِ ڪيئن ڇوڪريءَ کي اڪيلو پري شهر ۾ ڇڏيون. هن کي سمجهايو ويو تہ جي اهو امتحان پاس نہ ڪندي تہ شايد نوڪريءَ تان هٿ ڌوئڻا پوندس ۽ جي اهو ڪورس ڪري ايندي تہ هن جي پگهار وڌنديءَ اضافا بہ ملندس. وڏي ڳالهہ تہ هيئنر هوءَ پنهنجي پگهار مان پاڻ کي ۽ پنهنجي ڪڪيءَ کي پئي ٿي پالي. جي ڪمائيءَ جو هي ذريعو ويس تہ توهان تي بار ٿيندي. بابي مس مس مڃيو. انهيءَ شرط تي تہ ڇوڪري هاسٽل ۾ نہ رهندي ۽ شهر ۾ رهندي.

مون دادوءَ جي ماستريائڻين جي ڪاليج ۾ وڃي داخلا ورتي. ائين تہ اتي

اسانجي مائٽن سياڻي شاهہ وارن جو گهر رهڻ لاءِ هو. پر اهو شاهہ آباد ۾ هو. جو ڪاليج کان ڪجه دور آهي. انڪري روزانو اچڻ وڃڻ جو مسئلو ٿئي ها. بابي ڪاليج جي پرسان مسواڙ تي هڪ جڳهہ ورتي. ان ۾ مان، جيجي ۽ پرهہ ڦتي تہ رهڻ لڳاسين. پر صنهن مرد جو هجڻ لازمي هو. پوءِ واري ڦيري سان منهنجو پيءُ ۽ منهنجو هڪ نڪو ڀاءُ رهڻ لڳا. هڪڙو مرد جو اسان سان پيو رهي تہ پويان ٻنيءَ جي سارسنڀال جو ڪم تي ڪوني ٿيو. مهيني ڪانپوءِ بابا ئي فيصلو ڪيو تہ گلزار وڃي هاسٽل ۾ رهي. جيجيءَ ۽ پرهہ ڦتيءَ کي سياڻي شاهہ جن وٽ ڇڏيو ويو. جئن مان موڪل وارن ڏينهن تي ڪڪيءَ کي ڏسي سگهان.

هاسٽل جي سپرنٽينڊنٽ سائنڻ زرينا هئي. هن کي منهنجي پارٽ ڪري ڇڏي هئي، جئن هاسٽل ۾ مونکي رهڻ جون سهوليتون ڏئي. هن کي اهو بہ چيائين تہ گلزار پاڻ سان ڪوارٽر ۾ رهائجان. مان ڪاليج ۾ اول ئي هن جي پياري شخصيت ڏانهن ڇڪجي وئي هئس ۽ جڏهن بہ وجهہ ملندو هو تہ لڪي لڪي هن کي گهوري ڏسندي هئس. ڪواٽر ۾ هن سان گڏ هڪڙي ڇوڪري لالي رهندي هئي. هن کي سائنڻ سان گڏ ايندي ويندي ڏسندي هئس تہ مونکي الائي ڇو ساڙ ٿيندو هو ۽ ريس ايندي هئي.

هاسٽل ۾ ٽي وڏا هال هئا. جن ۾ ڪيترين ئي ڇوڪرين (ماسترياڻيون) رهنديون هيون. ڪجه ڪمرا هئا. جن ۾ ٻہ ٻہ ڇوڪريون رهنديون هيون. ڪجهہ ڪوارٽر هئا. جن ۾ ڪي استادياڻيون رهنديون هيون. پرنسيپالڻ لاءِ الڳ بنگلو هو.

منهنجي شهر واري مسواڙي گهر جي بوريت کان جان ڇٽي. پر جيجي ۽ ڪڪيءَ جي جدائيءَ جو سوچي اکيون آليون ٿي ويون. اڳي مان پرهہ ڦتيءَ کان ڪڏهن بہ پري نہ ٿي هئس.

مان سامان کڻائي وڃي پهتس. سامان ورانڊي ۾ رکي مان پرنسيپالڻ سان سندس آفيس ۾ ملڻ ويس. اجازت گهري اندر گهڙيس. اتي سائنڻ زرينا کي ڏسي، منهنجي دل ڌڙڪڻ لڳي. هن جي اکڙين جا تير، مون تي وسي رهيا هئا.

"مان سامان کڻي هاسٽل ۾ رهڻ آئي آهيان. پر رهنديس سائنڻ زرينا سان!" مون حجت سان چيو. مونکي سفارش جي ٽيڪ هئي.

پرنسيپالڻ ڪجهہ جواب ڏئي ئي ڏئي ان کان اڳ ئي سائنڻ زرينا چيو "مان تہ توکي پاڻ سان گڏ نہ رهائينديس."

منهنجي اميدن جا قلعا ڪري اچي پٽ تي پيا.

"پٽ! ادي تہ توکي پاڻ سان گڏ نہ ٿي رکي. باقي جي وڏي هال ۾ ٻين ڇوڪرين سان رهڻ تہ پيلي اچ." پرنسيپالڻ چيو.

"سائڻ! مان تہ سامان کڻي آئي آهيان، سو جتي چئو اتي وڃي رهنديس" مون منهن پيلو ڪري چيو.

سامان پٽيوالو کڻائي هليو ۽ هال ۾ مونکي هڪ کٽ ڏني وئي.

مان تعليم وٺندي رهيس. هڪڙي دفعي ٿي ڏينهن لاڳيتو منهنجا مائٽ پرهہ ڦٽيءَ کي مون سان ملائڻ لا نہ وني آيا. مان بيقرار ٿي ويس، سو سائڻ زرينا کي وڃي عرض ڪيم تہ مونکي موڪل ڏيو تہ مان ٻيئي پير وڃي پنهنجي ڪکيءَ سان ملي اچان. هوءَ پنهنجي ڪمري جي دروازي وٽ ڏاڍي موهيندڙ انداز ۾ بيٺي هئي ۽ فوراً جواب ڏنائين تہ مان اجازت ڪانہ ڏينديس. مان مايوس ٿي موٽي آيس ۽ پنهنجي کٽ تي اچي ڪيترو وقت لڇندي ڦٿڪندي رهيس. مون هن مان سڀ اميدون لاهي ڇڏيون ۽ پڪو پهہ ڪيم تہ وري ڪڏهن هن وٽ ڪنهن بہ ڪم لاءِ نہ وينديس..... پر ڇا مان انهيءَ ارادي تي قائم رهي سگهيس؟

سکيا لاءِ ڇوڪرين کي ٻن ڪلاسن ۾ ورهايو ويو هو. اي (A) ڪلاس، جنهن ۾ اردو پڙهندڙ هيون ۽ ٻيو بي (B) ڪلاس، جنهن ۾ سنڌي ڇوڪريون هيون.



هڪڙي رات، سومهڻيءَ جو، سائڻ زرينا ۽ ٻي هڪ استاديائي چڪر هڻڻ لاءِ، هاسٽل جي دروازي مان داخل ٿيون. ان پاسي کان اسان سنڌين جون کٽون رکيل هيون. کين ڏسندي ئي اسان سنڌي ڇوڪريون اٿي بيٺيونسين. پر هن اسانکي ڪنگهيوئي ڪونہ. اسان ڏي نهارڻ بنا، تيزيءَ سان پناهگير ڇوڪرين ڏانهن رخ ڪيائون. هو ڏاڍيون چالاڪ هيون ۽ جهڪي جهڪي لکنوي سلام ڪيائون. ڏند ڪڍي کلڻ لڳيون. عاشقي نظرن سان هنن ڏي نهاريائون ۽ خوشامد ڀريا اردوءَ ۾ شعر ٻڌايائون. مان تہ اهو ناٽڪ ڏسي ٻٽ ٻنجي ويس. انهن ڇوڪرين، استاديائڻين کي چانهہ پياري ۽ هنن سان ويهي ڪچهري ڪرڻ لڳيون.

مون ساڙ کان پنهنجين ڇوڪرين کي چيو "اڳتي توهان استاديائڻين کي ڏسي اصل پنهنجي پوري ٻٽيهيءَ جو نمائش ڪجو. هو شعر ٻڌائن ٿيون پر توهان اصلي ڪو سنڌي ڪلام يا لاڏو ڳائجو ۽ نماڻيون نظرون کڻي سندن ڏانهن عشق سان ڏسجو!"

ان تي سيني ڪنيو. پوءِ اسان به ويهي ڪچهري ڪئي ۽ هنن جي چرپر جي اهل ڪري، ڪلنديون رهيوسين.

پوءِ مان وري چيو "هي استادياڻيون اسانجي سلام جو به جواب نه ٿيون ڏين ته پوءِ اسان واري پاسي ڪان هال ۾ ڇو گهڙيون؟ هنن ڇوڪرين جي پاسي ڪان ڇونه آيون؟ هاڻي اسين هن دروازي تي تختي هڻي ٿا ڇڏيون ته: اسين سنڌي ڇوڪريون جهنگ جا جانور آهيون، سو جن به مهربانن کي اسان جانورن ڏانهن اچڻو نه هجي، سي مهرباني ڪري هال ۾ هن دروازي ڪان داخل نه ٿين."

وري به ٽهڪڙو مچي ويو.

هن ڪان اڳ به هنن استادياڻين جي روش ساڳي رهي هئي. منهنجي اچوڪي گفتن ۽ مذاق جا به نتيجا نڪتا. هڪ ته سنڌي ڇوڪرين کي ساڻن اڻبرابريءَ جي هلت جو احساس ٿيو. ٻيو ته هنن مونکي پنهنجو ان چونڊيل اڳواڻ تسليم ڪيو. انڪري مان اڳتي هنن کي "منهنجيون ڇوڪريون" چوندس.



هڪ ڏينهن ڪي سنڌي ڇوڪريون، نيرن جي مانيءَ تان لڙ ڪنديون آيون ته اسان به پئسا ڏيون. ڪو مفت ۾ ٿوروئي ٿيون کائون جو پروين اسانکي گهٽ وڌ ٿي ڳالهائي. ان وقت هاسٽل وارين لاءِ ڪاڌي پيتي جو انتظام پنجابي ڇوڪرين پروين جي حوالي هو. هال وارين ڪان وڏيڪ ڪمرن وارين سنڌي ڇوڪرين شور مچايو ته اسين ماني ئي ڪونه ٿيون کائون. مون هنن کي سمجهايو ته هينئر ماني کائو، باقي جي همت اٿو ته ايندڙ مهيني کان پنهنجي ڪاڌي پيتي جو بندوبست الڳ ڪجو. پنجابي ڇوڪريون سائڻ جو لاڏليون آهن، سو هوءَ وري به توهانکي دٻائيندي. ٿيو به ائين ئي. سنڌي ڇوڪرين منهنجو چوڻ ته مڃيو ۽ ماني نه ورتائون. پروين وڃي سائڻ زرينا وٽ پهتي ۽ هن کي الائي ڇا وڃي چيائين. ٿوري دير ڪانپوءِ سائڻ کي ڪاوڙ مان تڪڙو ايندو ڏٺوسين. هن جي پٺيان پروين به هئي. هن اچڻ سان پڇيو ته اهي ڪهڙيون ڇوڪريون آهن، جن ماني نه ورتي آهي. مان ته مات ۾ رهيس، باقي ٻين ڇوڪرين چيو ته اسان نه ورتي آهي. سائڻ زرينا کي ڪاوڙ ۾لعل ڏسي مونکي مزو اچي رهيو هو. ان وقت هوءَ ڏاڍي سهڻي لڳي رهي هئي. هن ڇوڪرين ڪان اهو به نه پڇيو ته ڪهڙي سبب بک هڙتال ڪئي اٿو. ۽ دڙڪو ڏئي چيائين ته هڪدم وڃي ماني وٺو. ڏسان ته ڪير نه ٿي وٺي! ڇوڪرين مات ڪري وڃي ماني ورتي.

ان تي مونکي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ سوچيم تہ سنڌين سان ٿيندڙ بي انصافيءَ کي دور ڪبو، پر ان لاءِ اتڪل ۽ ٻڌيءَ جي ضرورت آهي.

پروين سان وچي واقفيت وڌايم ۽ هڪ ڏينهن هن کي چيم تہ ڪاڏي پيتي جي انتظام لاءِ توکي اڪيلي سر گهڻو ڪم ٿو ڪرڻو پوي، مان توسان هٿ ونڊائڻ ٿي چاهيان. هن ڏنو تہ مفت ۾ ٿي نوڪرياڻي ملي، سو هڪدم منهنجي اها ڳالهہ قبول ڪيائين. مان سچ پچ تہ هن جي نوڪرياڻي بنجي ويس. سامان تورڻ، سامان لکي ڏيڻ، ماني ورهائڻ ۽ ٻيا اهڙا ڪم منهنجي حوالي ڪيائين. باقي چابيون وٽس هيون. حقيقت ۾ منهنجي اها هڪڙي اتڪل هئي، هڪ غير سنڌيءَ جي چنبي کان ڇوٽڪارو پائڻ لاءِ.

مان صبح جو سوير اٿندي هئس ۽ اٿڻ سان پروين کي جاڳائي ڪانئس چابيون وٺي، بورچيخاني ڏي هلي ويندي هئس. اسٽور مان اٽو، گيهہ، پتالون ۽ ٻيو سيڌو توري ٻاهر ڪڍندي هئس. پوءِ ٻاهہ ٻاري ان تي چانهہ جي ڪتلي رکندي هئس. ٻئي چلهي تي اٽو ڳوهڻ لاءِ پاڻي گرم ڪندي هئس. هنن ڪمن لاءِ پچائڻ واري "ماسي" ۽ ٻئي پٽيوالي جنهن تي مون "ڪوجڪ" جو نالو رکيو هو، تن جو انتظار نہ ڪندي هئس. ڪير ۽ کنڊ تيار ڪري مان پنهنجي هڪ سنڌي ڇوڪريءَ کي اٿاري ايندي هئس. هوءَ چانهہ پچائيندي هئي ۽ مان اٽو ڳوهڻ لڳندي هئس. اٽو ڳوهجي وڃڻ کانپوءِ بہ جي ماسي نہ پهچندي هئي تہ مان ماني پچائڻ شروع ڪري ڏيندي هئس. ماسي ۽ ڪوجڪ ايندا هئا تہ هو ماني پچائڻ ۽ پتالون ترڻ ۾ لڳي ويندا هئا. مان چانهہ تيار ڪري پنهنجي ڇوڪريءَ کي ڏيندي هئس تہ ڪوارٽر ۾ رهندڙ استادياڻين کي پياري اچ. ان کانپوءِ مان پاڻ چانهہ پيئندي هئس. پوءِ وڃي صاحبياڻي (پروين) کي وٺي ايندي هئس. ڇوڪريون بہ اچي وينديون هيون. مان ڇوڪرين ۾ ماني ورهائيندي هئس ۽ پروين منهنجي مٿان بيٺي هوندي هئي.

ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ، هوءَ صبح جو چابيون ڏيڻ وقت مونکي حڪم ڪندي هئي تہ پهرين منهنجي لاءِ اوڦراٽو تون پاڻ پچائي کڻي اچ تہ مان گرم گرم چانهہ سان کائيندي آهيان. مان ائين بہ ڪندي هيس ۽ نيرن وچي هن کي بستري تي پهچائيندي هئس.

جڏهن مان صبح جو چانهہ استادياڻين ڏانهن موڪليندي هئس تہ ان ڇوڪريءَ کي اهو بہ چوندي هئس تہ جيستائين هو چانهہ پين، تيستائين تون ڪمرن جي صفائي ڪري ونجان. شاباس هجي انهن ڇوڪرين کي بہ جو منهنجو چوڻ مڃينديون هيون.

مون اهو بہ ثابت ڪرڻ پئي چاهيو تہ اسين سنڌي سست ۽ ڪاهل نہ آهيون ۽ بين ڪان وڌيڪ انتظامي صلاحيت رکون ٿا. اصل ۾ مونکي ڪم ڪرڻ مان ڏاڍو مزو اچڻ لڳو هو ۽ مصروف رهڻ مان مونکي خاص خوشي محسوس ٿيڻ لڳي هئي.

سياڻو چوندو آهي تہ "جو ڪم نہ ٿو ڪري، تنهن کي ڪاڏو ملڻ نہ کپي. جي هرڪو ڪم ڪري تہ دنيا ڏاڍي حسين بنجي پوي ۽ هر ماڻهو سکي ٿي پوي. اسين سيد ۽ پير سماجي جورون آهيان. اسين پاڻ ڪوبہ پئداواري ڪم ڪونہ ڪيون ۽ پورهيتن جي ڪمائيءَ جو رت پيون ٿا. اسين عورتن کي پردي ۽ حويليءَ ۾ رکي، انسان جي پئداواري قوت جو اڌ گهٽائي ٿا ڇڏيون."

هڪڙي موڪل ڏينهن مان گهر ويس. اتي پرهہ ڦٽيءَ سان ڪجهہ وقت گذاريم ۽ سياڻي سان بحث مباحثو ڪيم. هاسٽل ۾ پهتس تہ ملاقاتين واري ڪمري ۾ منار راڄڙ منهنجو انتظار ڪري رهيو هو. هن سان وڃي ڪچهري ڪيم. انڪري مان ڏاڍي سٺي موڊ ۾ هئس. ان وقت منجهند هئي. گهڻيون ڇوڪريون ٻاهر اُس ۾ ڇپر تي ويٺيون هيون. ڪي ڳالهيون ڪري رهيون هيون، ڪي ڊائجيسٽون يا پيا ڪتاب پڙهي رهيون هيون، ڪي وار سڪائي هڪ ٻئي جي ڦٽي ڦوڪارو ڪري رهيون هيون. مان بہ ڪچهري ڪندڙ هڪڙي ٽوليءَ ۾ شامل ٿي ويس. دل پئي چيو تہ ڪم ويهي ڪريان. اوچتو خيال آيم تہ اسان وارو هال گندو لڳو پيو آهي. ڇو نہ اهو وڃي صاف ڪريان. خيال اچڻ جي دير هئي. مان هڪڙي ڇوڪريءَ کي ساٿي بنائي وڃي هال جي ڇت ۽ پنکن جي ڄنڊ ڦوڪ ڪيم ۽ فرش تي ٻهاري ڏنم.

سانجهيءَ جو سائڻ پنهنجي ڪوارٽر تي سڏايو. مونکي عجب لڳو تہ ڇو گهرايو اٿائين. اڳ ڪڏهن ڪونہ گهرايو هئائين. ويس تہ هوءَ ورانڊي ۾ ٻينيءَ ڇوڪرين سان ڳالهائي رهي هئي.

"اچو ادي اچو!" مونکي ڏسندي ئي ڪلي چيائين.

"توهان مونکي سڏايو آ." مون آهستگيءَ سان پڇيو.

"ها. تو هال ڇو صفا ڪيو؟ هڪ تہ ان ڪم واسطي پٽيواليون آهن ۽ ٻيو تہ اهو تہ اتي رهندڙ سيني ڇوڪرين جو فرض آهي." هن چيو.

"اهي تہ سيئي هڪ ٻئي سان ريس ڪن ٿيون. مان بہ اتي رهان ٿي ۽ مونکي گندگي نہ ٿي وڻي. سو ٻي هڪ ڇوڪري مدد لاءِ وٺي وڃي هال جي صفائي ڪيم. ائين ڪرڻ سان ڪو لهي ٿوروئي ويس." مون ورندي ڏني.

هن ڪلي ڏنو. اڄ هنجي رويي ۾ تبديلي هئي. هوءَ نرميءَ سان ۽ دوستاڻي نموني ڳالهائي رهي هئي. هن ٻين ڇوڪرين کي رخصت ڏنائين ۽ مونکي اندر مري ۾

هلي وهاريائين. مون ڪان منهنجي گهربار جون خبرون پڇيائين ۽ مان جنهن نموني هاسٽل جي ڪاڌي پيتي جو بندوبست ڪري رهي هئس، تنهن جي واکاڻ ڪيائين.
ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ ڍاڪو ڪن ڇوڪريون حيدرآباد ڪاليج روانيون ٿيون، هنن پاڻ ئي پنهنجي بدلي اوڏانهن ڪرائي هئي. انهن ۾ سائڻ زرينا سان گڏ رهندڙ ڇوڪري لالي بہ هئي. مونکي تہ خدا ڪارڻ هن سان ساڙ ٿي پيو هو. هن جي وڃڻ ڪري الائي ڇو خوشي ٿيم.



هڪ رات ٻئي استاديائڻيون دستوري چڪر تي آيون. اسان وٽان لنگهي سڌو پناهگيرياڻين وٽ وڃي ويٺيون. اسان سندن عزت خاطر اٿي بيٺيونسين. موٽيون تہ اسان سنڌي ڇوڪريون وري بہ اٿي بيٺيونسين.
"ادي، خوش ويٺي آهين نہ؟" سائڻ منهنجي ڪٽ وٽ بيهندي مون ڪان پڇيو. منهنجيون اکيون هيٺ هيون، ڇو تہ ساڙ ڪان مان هن ڏانهن نہ ڏسندي هئس.
"ها، سائڻ." سندس رعبدار آواز تي مون ٿورو ڪنڌ مٿي کڻي چيو.
"ڪابہ ضرورت محسوس ڪرين تہ هڪدم مون ڏانهن هلي اچجان. يلا ٻيون ڇوڪريون مون ڏانهن ايندڀون رهن ٿيون، تون ڪچهري ڪرڻ ڇونہ ٿي اچين؟" هن پڇيو.
"خبر ناهي ڪيڏي مهل اوهان ڏانهن ايندڀون آهن." مون ٿورو کلندي چيو.
"واهہ، هوءَ تنهنجي ذات واري ڇوڪري ڇئي پئي تہ مون گلزار کي چيو تہ هل تہ سائڻ وٽان گهڙي کن ڪچهري ڪري اچون نہ جواب ڏنائين تہ مان ڪچهريون ڪونہ ڪندي آهيان، باقي ڪم ڪو پوندو تہ ويندس." هن چيو.
"تنهنجو تہ مون ۾ ڪم پوندو ئي ڪونہ. ان جو مطلب تہ تون مون ڏي اصل ڪونہ ايندينءَ؟" هن پڇيو.
"اهڙي تہ ڪا ڳالهہ نہ آهي، ڪم ڪيئن نہ پوندو، ضرور پوندو." مون چيو.
"يلا ناراض تہ نہ آهيان؟" هن پڇيو.
"سائڻ، مونکي ڪهڙي طاقت آهي جو اوهان استادن تي ناراض ٿيندس."
"پوءِ مون ڏانهن اچ نہ!" کلي چيائين.
"ها، ضرور ايندس." مون وراڻيو.
مون هنجي گفتگوءَ جي طرز ۾ ايڏي تہ ڪشش محسوس ڪئي، جو پوري

رات منهنجي ڪنن ۾ سندس لفظ گونجندا رهيا. ننڊ مان اک پئي کلي ته دل پئي چاهي ته مان سائنڻ زرينا سان کلي طرح ڳالهايان ها ۽ کين پنهنجي جذبن جو احساس ڏياريان ها. صبح جو ڪلاس ۾ وڃڻ لاءِ تيار ٿيس. تڏهن به ائين پئي محسوس ٿيم ڄڻ ڪا ڳالهه وسري وئي اٿم ۽ مان ان کي ياد ڪرڻ لاءِ فڪرمند هجان.



هڪ ڏينهن منجهند جي مانيءَ ڪانپوءِ. اسين ٽوليون ٽوليون ٿاهيو تڙڪي ۾ چبر تي ويٺيون هيونسين ته پري کان سائنڻ زرينا کي ايندو ڏٺوسين. هڪ سنڌي ڇوڪري نصيبان مونکي چيو ته ادي مونکي ڪٽ کانه آهي. سائنڻ کي چئو ته مونکي ڏئي. مان سائنڻ زرينا کي ڪو ڪم چوڻ کان لهرائيندي هئس. پر جئن ته هي ڪو منهنجو ذاتي ڪم نه هو. انڪري هن سان ڳالهائڻ لاءِ تيار ٿي ويس.

هوءَ ويجهو آئي ته مان اٿي بيٺس.

"ڪو ڪم اٿئي ڇا؟" هن مون کي بيهندي ڏسي، مون کان پڇيو.

"ها، سائنڻ." مون چيو ۽ نصيبان ۽ مان وڌي وڃي هن جي سامهون بيناسين.

"سائنڻ نصيبان کي ڪٽ کانه آهي، سو هوءَ گهري ٿي." مون چيو.

"هينئر ڇا تي سمهندي آهي؟" هن پڇيو.

"جيڪا ڇوڪري بيماريءَ سبب گهر ويل هئي، هن جي ڪٽ تي سمهندي هئي. پر اها اڄ اچي وئي آهي." مون وراڻيو.

"ادي، پوءِ هن ٻيبيءَ سان گڏ سمهندي ڪر." هن شرارت سان کلي، نصيبان ڏي مهڙ ڪري چيو.

"مان ڪنهن کي پاڻ سان سمهڻ چو ٿي ڏيان!" مون شوخيءَ مان چيو.

"ادي، مون ته مذاق پئي ڪئي. بنگلي ۾ ڪتون پيون آهن. تون ڪنهن پٽيوالي کي وني وڃي ڪا سٽي ڪٽ ڪٽائي اچ." سائنڻ چيو.

"پٽيوالي کي توهان چئو ها، منهنجي چوڻ سان هلندو؟"

"تنهنجو چوڻ نه ڪندو ته پوءِ نوڪري ڪٿي ڪندو!" سائنڻ مرڪي وراڻيو.

بهرحال ان ڏينهن ئي هال ۾ هڪ سٺي ڪٽ پهچي وئي.

هڪ پيري چبر تي اسين ڇوڪريون پنهنجي ڳالهين ۾ رڌل هيونسين ۽ مان سگريٽ پي رهي هئس ته اوچتو سائنڻ زرينا اچي مٿان بيٺي. منهنجو نه ساهه ئي

نڪري ويو. سگريٽ هڪدم ڪٽي پري اڇلايم ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهيس.

"سگريٽ پيئندي آهين ڇا؟" هن پڇيو.

"عادت ڪان مجبور آهيان." مون ورندي ڏني.

"پوءِ ڇو اڇلائي؟"

"اهڙي بي حيا به نه آهيان جو اوهانجي سامهون پيان."

پوءِ هوءَ ڏاڍي خوش مزاجيءَ سان مون سان ڪچهري ڪندي رهي. وڃڻ وقت چوندي وئي ته رات جو مون وٽ ايندي ڪر. اهو به ٻڌايائين ته هن وٽ مسز ميمڻ يعني ضلعي جي تعليمي آفيسرياڻي ۽ مننار راڄڙ. گرلس اسڪولن جي سپروائيزر وٽان منهنجي لاءِ پيار جا خط ۽ نياپا ايندا رهندا آهن.



هي ڏينهن به ٻين ڏينهن جهڙو ڏينهن هو. پر اڄ ڪجهه نيون ڳالهيون ٿيون. مان پنهنجي دستور موجب سوير پنيرڪي جو اٿيس ۽ پروين ڪان ڪنجيون ورتم. اڄ به هن فرمائش ڪئي ته مان سندس لاءِ پاڻ اوڦراتو پچايان ۽ گرم گرم چانهه سان سندس بستري تي ڪٽي اچان. مون اسٽور روم مان توري ۽ ماپي وجي سامان ڪڍيو. مان چانهه جو پاڻي چلهه تي رکيو ۽ اٽو ڳوهڻ ويٺس. اتي ماسي به اچي پهتي. هن چيو ته امڙ توکي شاباس هجي جو ڪم ۾ اينرو هٿ ٿي ونڊائين. نه ته هن پنجابڻ کي ته مان اچي اٿاريندي هئس ۽ سڏي سڏي ڳڙهه نڪري ويندي هئي تڏهن مس وڃي نند مان اٿندي هئي ۽ پوءِ ماني ڪرڻ ۾ به دير ٿي ويندي هئي ۽ ڇوڪريون وري مون تي ڪاوڙبيون هيون ۽ مونکي دڙڪا ڏينديون هيون. منهنجي هڪ سنڌي ڇوڪري به اچي پهتي. مون چانهه تيار ڪري هن کي ڏني ته وڃي استادياڻين کي پياري اچي ۽ هن جي ڪواٽرن جي ڄنڊ ڦوڪ به ڪري اچي.

هاڻي پنجابي توڙي پناهگير ڇوڪريون ڇوڻ لڳيون هيون ۽ استادياڻين ۽ پرنسپالڻ کي به ٻڌائڻ لڳيون هيون ته هاڻي اسانکي ساڳين پئسن ۾ ماني به وقت تي ملي ٿي، سٺي به ملي ٿي گهڻي به ملي ٿي ۽ عزت سان به ملي ٿي. هاڻي هو اڳي وانگر ڪونه چونديون هيون ته سنڌياڻيون سست يا ڪم چور آهن. پاڻ مان ڏسندي هئس ته اسانجي مقابلي ۾ هنن ۾ ڪمتريءَ جو احساس پيدا ٿي ويو هو ۽ اسان سان اکيون ملائي نه سگهنديون هيون ۽ اڳي وانگر هرويرو پنهنجي پنهنجي قوم جي وڏائيءَ جي لباڙ ڪونه هڻنديون هيون. اسين سنڌي ڇوڪريون پنهنجي پرائي ڪم ڪرڻ تي ڏاڍو هري ويون هيون سين. مونکي ڪاڏي پيتي جو بندوبست

ڪندي ۽ پروين جو نائب رهندي ٿي مهينا ٿي ويا هئا.

جيتوڻيڪ اڳي بہ ڪڏهن پروين ڪي سنڌس فرمائش تي اوڦراٿو پاڻ پچائي وجي ڪارائيندي هئس. پر اڄ جڏهن هن لاءِ هال ۾ ڪٽي ويس تہ ٿن ڇئن سنڌي ڇوڪرين رڙ ڪئي تہ "ادي گلزار! تون هن جي نوڪرياڻي ٿوروئي آهي. جو هنجا اهڙا انگل ٿي ڪٽين! پاڻ لولي لنگڙي آهي ڇا؟ اهڙي آهي تہ وڃي پنهنجي ملڪ ۾ راڄ ڪري!" .... مونکي حيرت بہ لڳي ۽ ڪکي بہ ٿي ويس.

جلد ئي گوڙ ٿي ويو. پنجابي ڇوڪريون بہ اچي مڙيون ۽ سنڌي ڇوڪريون بہ. پنجابي ڇوڻ لڳيون تہ تميز سان ڳالهايو. سنڌي ڇوڪرين تيزيءَ سان سنڌيءَ ۾ جواب ڏنو تہ هيءَ سنڌ آهي، سنڌي ڳالهايو. اسين توهان سان آئيندي فقط سنڌيءَ ۾ ڳالهائينديون سين ۽ توهان ڪي بہ اسان سان سنڌيءَ ۾ ڳالهائڻو پوندو نہ تہ اسين جواب نہ ڏينديوسين.

مان هڪڙي ڳالهہ ٻڌائي ڇڏيان تہ خاص ڪري ٻهراڙيءَ ۾ هر غير سنڌيءَ ڪي پنجابي چيو ويندو آهي، جيئن بنگال ۾ هر غير بنگاليءَ ڪي بهاري سڏيو ويندو آهي.

سو ڳالهہ ٿي ڪيم تہ هال ۾ سنڌي ۽ غير سنڌي ڇوڪرين هڪ ٻئي سان ڏند ڏنا. ان وقت مان صفا اڻڄاڻ هئس. پوءِ حقيقت کان واقف ٿيس. نوابشاهہ جي ميڊيڪل ڪاليج ۾ هڪ فوجيءَ هڪ سنڌي ڇوڪرين شيرين جي بيحرمتي ڪئي هئي. ان تي گڏريل ڏينهن، حيدرآباد ۾ سنڌي شاگردن احتجاجي جلوس ڪڍيو هو. جنهن تي گوليبازي ڪئي وئي هئي. اسانجي ڇوڪرين تائين اهي خبرون پهتيون هيون ۽ هنن جو اڄوڪو رويو، ان جو موٽ عمل هو.

ان ڏينهن ئي پروين، پرنسيپالڻ وٽ وئي ۽ ڪنجيون واپس ڪري، ميس مئنيجريءَ تان استعيفا ڏئي آئي. مونکي خبر ناهي تہ ان جو سبب ڪهڙو ٻڌايائين. ڪلاڪ ڪانپوءِ ئي، پرنسيپالڻ مونکي گهرايو ۽ اهي ڪنجيون منهنجي سپرد ڪيائين. مونکي ائين محسوس ٿيو تہ ڄڻ پيا جو زوريءَ اسانجي سرزمين تي ان داتا بنجي ويٺا هئا. سو اسان پنهنجو حق پورهئي سان واپس ورتو آهي.

سنڌي ڇوڪرين جيڪو غير سنڌين کي چتاءُ ڏنو هو. ان تي مون سيني کان وڌيڪ سختيءَ سان عمل ڪيو. ڪير بہ مون سان سنڌيءَ ۾ نہ ڳالهائيندي هئي تہ هن کي جواب نہ ڏيندي هئس ۽ هنن سان ڳالهائڻو پوندو هو تہ سنڌيءَ ۾ ڳالهائيندي هئس.

هاسٽل ۾ رهندڙ ڇوڪريون هڪ ٻئي ڪي پنهنجا راز ٻڌائينديون هيون. هنن

سان جيڪي ملندڙ ايندا هئا. انهن مان به ڪاٿو تي ويندو هو. مون محسوس ڪيو ته سنڌي ڇوڪرين جا به دوست آهن. پر غير سنڌي ڇوڪرين جا اهڙ ناتا ججهي تعداد ۾ آهن ۽ بيو ته هنن جا ناتا خاص ڪري زميندارن. وڏيرن ۽ سنڌي وڏن ڪامورن سان آهن.

منشار مون سان انين انين ڏينهن ملاقات ڪرڻ ايندو هو. هاسٽل ۾ منهنجي حياتي تسلي بخش گذري رهي هئي. فقط پرهه ڦٽيءَ جي جدائي گران گذرندي هئي ۽ لڪي لڪي ڳوڙها ڳاڙيندي هئس.



هن پيري جو سائنڻ زرينا ۽ ٻي هڪ استادياڻي رات جو چڪر تي آيون ته پناهگير ڇوڪرين وٽ وڃي وهڻ بدران. سڌو اسان وٽ آيون ۽ منهنجي کٽ تي اچي ويٺيون ۽ ڏاڍي بي تڪلفيءَ سان ڇوڻ لڳيون ته اسانکي چانهه پياريو. پوءِ اسان سان ڪچهري ڪنديون رهيون.

"گلزار! پرنسيپالڻ جو به چوڻ آهي ۽ مان به چاهيان ٿي ته تون منهنجي ڪوارٽر ۾ هلي رهه. سياڻي ئي پنهنجو سامان ڪٺائي مون وٽ پهچي وڃ!" ڳالهين ڪندي زرينا مونکي چيو.

"پهرين ته مونکي رکو ڪونه پيا ۽ هاڻي وري اينري تڪڙ پيا ڪريو. پر هاڻي مونکي ضرورت نه آهي. مان هتي ڇوڪرين سان هري مري وئي آهيان ۽ ڏاڍي خوش آهيان." مون چيو.

"نه. هاڻي تنهنجي لاءِ فيصلو تي ويو آهي ته مون وٽ رهندينءَ." هن چيو.

"چگو نيڪ آهي. پر منهنجو هڪ عرض آهي."

"ڪهڙو شرط وجهڻ تي چاهين؟"

"مان اهڙي بدتميز ڪانه آهيان جو شرط وجهان!"

"نه. تون بدتميز نه آهين. پر جادوگرڻ آهين!" هن مرڪي چيو. ان تي سڀ ڇوڪريون کلڻ لڳيون.

"منهنجو عرض آهي ته جيڪڏهن مونکي پاڻ وٽ ٿا جڳهه ڏيو ته منهنجين فلاڻين ڇوڪرين کي به ڪمرا ڏيو." مون چيو.

"نيڪ آهي. ان باري ۾ مان پرنسيپالڻ سان ڳالهائيندس." هن وراڻيو.

هوءَ ٿورو ماٺ تي وئي ۽ وري چوڻ لڳي:

"مان پٽيوالي کي سڏائي ٿي ونان. تون هينئر ئي پنهنجو سامان ڪٽائي.

منهنجي ڪوارٽر ۾ پهچ."

اهڙي تڪڙ تي مونکي ڏاڍي حيرت لڳي. ڪن ڇوڪرين جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا.

ان وقت ئي مان سامان سميت ڪوارٽر ۾ پهچي ويس. ڪوارٽر ۾ ٻه ڪمرا ۽ ورانڊو هو. هڪڙي ڪمري ۾ ٽي ڇوڪريون رهنديون هيون ۽ مونکي سائڻ واري ڪمري ۾ هن سان گڏ رهڻو هو. لالي به اتي رهندي هئي. مونکي ڏاڍي گهبراهٽ محسوس ٿي ۽ ڇوڪرين کي چيم ته مونکي به پنهنجي ڪمري ۾ رهايو، ڇو ته مان رات جو ڏاڍا سگريٽ پيئندي آهيان ۽ لائيٽ ٻاري ڏاڍي دير تائين ڪتاب پڙهڻ جي عادت اٿم. سو اهي ڳالهيون سائڻ زرينا جي سامهون ڪيئن ڪري سگهنديس ۽ هن جو آرام به خراب ٿيندو. اهي ڳالهيون سائڻ به ٻڌي ورتيون ۽ اچي چيائين ته توکي جيڪي وڻي سو ڪجانءِ، مونکي ڪا تڪليف ڪانه ٿيندي. هن جي اکين ۾ ڏاڍي ڪشش هئي. مان وڃي هن جي ڪمري ۾ رهيس.

سمهڻ کان اڳ هوءَ اچي منهنجي کٽ تي منهنجي پاسي ۾ ويٺي ۽ منهنجي چيلهه جي چوڏاري ٻانهن وجهي اوچتو منهنجي ڳل تي چپ ڏنائين. هن جي انِ چپيءَ ۾ اها گرمائش هئي، اهو ڏڪڏڪو (Current) هو جو مان ته منڊجي ويس. الائي ڪهڙي دنيا ۾ پهچي ويس.

پوءِ ڪجهه پيون ڇوڪريون اسان جي ڪمري ۾ آيون. مونکي خبر ئي ڪانه هئي ته سائڻ زرينا ڳائيندي به آهي. ڇوڪرين هن کي فرمائش ڪئي ۽ هوءَ ڳائڻ لڳي:

"واڳ پرين، تو وس الا!"

مون ان وقت ان تي غور ئي ڪونه ڪيو ته هوءَ "واڳ ڏٺي!" بدران "واڳ پرين!" چئي رهي هئي. مان ته هن خوبصورت وات مان نڪرندڙ مٺڙي ۽ سريلي آواز ۾ گم ٿي ويس.

جڏهن سڀ هليون ويون ته سائڻ منهنجي وهاڻي پرسان رکيل پاڪيٽ ۽ ماچيس کنيو. هڪ سگريٽ دکايائين ۽ ٻه ٽي ڪش هڻي، مونکي ڏيندي چيائين "هي جلدي پي آرام ڪر. صبح جو سوير ٿي اٿين!"

منهنجو ڪم ۽ پورهيو ڪرڻ وارو شوق جاري رهيو. هڪ ڀيري هڪ استاديائي جي ڪوارٽر ۾ ويس ته هوءَ پنهنجا ڪپڙا ڌوئي رهي هئي. ڪجهه ڌوئي ڇڏيا هئائين ۽ ڪجهه ايجا رهيل هئس. مون هن جي هزار انڪار ڪرڻ تي به هن کي ان ڪم تان اٿڻ تي مجبور ڪيو ۽ هن جا باقي لٽا ڌوئي رسيءَ تي سڪائڻ رکيم.

هاسٽل ۾ سلائيءَ جو ڪم بہ جاري رکيم. فقط هڪ ڏينهن جي ڪارگذاري ٿي ٻڌايان. جنهن ڏينهن سائنڻ زرينا جي ڪوارٽر ۾ لڏي آيس. ان جي ٻئي ڏينهن جي ڳالهہ آهي: ڪاليج ۾ پهتس تہ پريڊ شروع ٿيڻ کان اڳ ڪلاس ٽيچر سڏائي چيو تہ منهنجو هي چولو پنهنجي ڪمري ۾ رکي آءِ ٻن ٽن ڏينهن ۾ انهيءَ نان زريءَ جو پرت ادبڙي ڏجان. اهو ڪٽي اڳيرو ٿيس تہ هڪ ٻي استاديائيءَ اشاري سان سڏيو ۽ هڪ مرداني قميض ڏني تہ ان جا ڪاج ڪري ڏي. اهي ڪپڙا پنهنجي ڪمري ۾ هٽيڪا رکي موٽيس تہ پٽيوالي نياپو ڏنو تہ پرنسيپالڻ پئي سڏئي. هن وٽ ويس تہ هن ويڙهيل ڪپڙو منهنجي حوالي ڪندي چيو تہ هي بہ سلوارون سبي ڏجان.

اسانجي ڪاليج وارن پڪنڪ ملهايو. هڪڙي بس پاڙي تي ڪئي هئيسين ۽ موهن جي دڙي ڏانهن پئي وياسين. واٽ تي مون واري مرحيات ماسات " ٿوهن واري پير" جو مقبرو هو. اتي اڄ ميلو هو. هاڻي اتي هر سال وڏو ميلو لڳندو آهي. ان جي مجاور مائٽ لکين ڪروڙين رپيا ڪمايا آهن ۽ آسپاس جي سموري زمين خريد ڪئي اٿائين. جنهن مان زبردست ڪمائي اٿس. جيڪو ميلو اڳندو آهي، ان ۾ وڏيون بزاريون لڳنديون آهن. ملاڪڙو ٿيندو آهي جنهن ۾سڄي سنڌ جا ملهہ شريڪ ٿيندا آهن.... ڇوڪرين بس پرسان جهلرائي. ڪن ڇوڪرين جو خيال هو تہ لهي ٿورو ميلو بہ ڏسجي ۽ پير جي قبر جي زيارت بہ ڪجي ۽ دعا بہ گهرجي. مون انين ڪرڻ جي سخت مخالفت ڪئي. ڪن ٻين ترقي پسند ۽ روشن خيال ڇوڪرين بہ منهنجو ساٿ ڏنو. ٿورو گهڻو بحث هليو. مون هنن کي اهو ڪونہ ٻڌايو تہ اهو پهتل پير منهنجو سڳو ماسات هو ۽ ٽيهہ سال اڳ هن جو موت انگري ٿيو هو جو هن تمام گهڻو شراب ۽ ڀنگ پيتي هئي ۽ هڪڙي لونڊي سان ملاقات جي شوق ۾ سخت گرميءَ ۾ ڏينهن ٽتي جو ٻرين پنڌ وٺي نڪتو هو. بهرحال بس اڳتي وڌي ۽ پير جي زيارت لاءِ ڪابہ هيڻ ڪانہ لٿي.

سياڻو شاهہ چوندو آهي تہ سيدپڻو. پيري مريدي، روحانيت ۽ نسلي ٽيڪڙ سنڌي سماج لاءِ ڪئنسر آهي. هاڻي سياڻي سان ڏاڍيون ملاقاتون ٿينديون هيون. جيجي ۽ پرهہ ڦٽي هنن جي گهر رهنديون هيون. مان هنن کي ڏسڻ وينديءَ هئس. هن سان بحث مباحثا ٿيندا هئا. هو هاڻي ڏاڍو چاٺو ۽ ڏاهو شخص بنجي پيو هو. سنڌ جي تاريخ جي ڏاڍي ڄاڻ هئس ۽ انهن تي ڏاڍو سوچيندو هو. سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي مسئلن جي مارڪسزم جي روشنيءَ ۾ ڇنڊڇاڻ ڪندو هو ۽ اهڙي نموني جو مون جهڙي اڌ پڙهيل کي بہ ڳالهہ سمجهہ ۾ ايندي هئي يا ڳالهہ

سمجهڻ جو شوق جاڳندو هو. مون هن کان گهڻو ڪجهه پرايو. هن کي دولت ڪٺي ڪرڻ جو حرص نہ هو ۽ هاڻي سرنديءَ وارو ٿي ويو هو. پر مون هڪڙي ڳالهہ ڏٺي تہ مسجدن ۽ مدرسن جي چندائن کي تہ چڙٻون ڏئي ڪيندو هو. پر قومي تنظيمن جي دل کولي سهائتا ڪندو هو. جيتوڻيڪ هاڻي سياسي ۽ قومي تحريڪن ۾ عملي حصو نہ وٺندو هو. هن شادي ڪري ڇڏي هئي ۽ ٻي ٻار هئس. ڪڏهن ڪڏهن منهنجي سامهون ئي مذاق ۾ پنهنجي ٻيبيءَ کي چوندو هو تہ جي اڄ بہ گلزار مون سان شادي ڪرڻ جي هام ڀري تہ مان توکي طلاق ڏيڻ لاءِ تيار آهيان.

سياڻي شاهہ جي جاڻ ۽ مننار جي جاڻ ۽ پيار منهنجي ذهن ۽ من کي مالا مال ڪريو ڇڏيو هو. منهنجو ذهن شاهوڪار ٿي ويو هو. منهنجو من آباد ٿي ويو هو.



وارث شاهہ پنهنجي پنجابي شاعريءَ ۾ "هير رانجهي" کي ڳايو آهي. هڪ پنجابي ليکڪ شفقت تنوير مرزا، موجوده دور جي تقاضائن ۽ موجوده سماج جي روپ ۾، وارث شاهہ جي انهن پنجابي شعرن جو ترجمو ۽ انهن تي تبصرو انگريزيءَ ۾ لکيو آهي. هاسٽل ۾ رهندڙ هڪڙي پنجابي ڇوڪريءَ، ان جو اردوءَ ۾ ترجمو ڪري اسانکي ٻڌايو. مون تي ان جو ڏاڍو اثر ٿيو ۽ دل چاهيو تہ لطيف سائينءَ جي سنڌي سورمين کي پنهنجي رسالي ۾ ڳايو آهي. انهن قصن کي بہ انهيءَ طرز تي لکي پيش ڪيو وڃي. شفقت تنوير مرزا جو اهو مضمون رسالي View Point ۾ ڇپيو هو. اسانجي هڪڙي سنڌي ڪهاڻيڪار ڇوڪري "سوسن سنڌياڻي" منهنجي چوڻ تي ان مضمون جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو جو هيٺ ڏيان ٿي. وارث شاهہ جي پنجابي شعرن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڏنگين ۾ ڏنو اٿم ۽ باقي انهن شعرن جي چٽائي ۽ سمجهاڻي آهي.....

ڦٽڪا هڻڻ يا ڦٽڪن هڻڻ جو دڙڪو، اسلامي قانون جو هڪ نرالو پهلو آهي. رومانوي داستانن ۽ لوڪ ڪهاڻين ۾ شايد هير ئي هڪ اهڙي سورمي آهي، جنهن کي شريعت ڪورٽ کي منهن ڏيڻو پيو ۽ قاضي (جج) کان ٻڌڻو پيو:

> "مان شريعت مطابق انصاف ڪندس. اهو انصاف جيڪو خليفي عمر خطاب جي روايت هو ۽ جو ائين آهي تہ توکي سختيءَ سان ڦٽڪا لڳايا ويندا.)

ڪورٽ، جنهن ۾ لوڏي ۽ مغل حاڪمن جو قاضي (جج) مقرر ڪيل هو. اتي

جهنگ سيالن جي ڇوڪري هير جو بچاءُ ڪرڻ وارو ڪو ڪونہ هو.

هير. جيڪا جهنگ جي سيال راجا جي صاحبزادي هئي، تنهن پنهنجي بنيادي حق تان هٿ کڻڻ کان انڪار ڪيو. اهو حق تہ هوءَ پنهنجي پسند جي مرد سان پرڻجي سگهي ٿي، جنهن حق کي اسلام بہ چٽيءَ طرح تسليم ڪيو آهي. هن اهڙو ڪوبہ پاپ نہ ڪيو هو جو ان دور جي حدود آرڊيننس جي گرفت ۾ اچي سگهي. هن جو ڏوهہ فقط اهو هو تہ هن رانجهي سان لائون لهڻ ٿي چاهيون. اهو رانجهو، جو هن ماڻهن جي خيال موجب سيالن جي ذات کان گهٽ ذات وارو هو ۽ جنهن چناب درياهہ جي هن پار واري پنهنجي ڳوٺ ۽ پنهنجي گهر ۽ پنهنجي ڪٽنب کي ڇڏي ڏنو هو. هن جي پيءُ جي لاڏاٽي ڪانپوءِ، هن جي وڏن ڀائرن، رانجهي کي زرخيز زمين کان محروم ڪري، هن کي غيرآباد زمين جو ٽڪرو حصي ۾ ڏنو هو. جوشيلي نوجوان جي حيثيت ۾ هو اها جُوءِ ڇڏي جهنگ هليو آيو. هتي هن جي ملاقات هير سان ٿي. هير هن کي پنهنجي پيءُ چوچَڪ سان ملايو. چوچڪ سيال راجپوتن جو سردار هو. هن رانجهي کي پنهنجي چوپاين جو ڌنار ڪري رکيو.

رانجهو جهنگ پهچڻ کان اڳ پنهنجن ڀائرن ۽ ڀاڄاين سان جهيڙو ڪري گهران نڪتو هو. ٻيڙيءَ ۾ چناب درياهہ پار ڪرائيندڙ ملاح سان ڏند ڏنائين. بيت العتيق مسجد جي پيش امام سان تون ڇا تون ڇا ڪئي هئائين ڇوتہ هن رانجهي کي مسجد ۾ رات رهڻ کان روڪيو هو. اهو چئي تہ:

"مسجد خدا جو گهر آهي. جيڪي شريعت جا پابند تہ آهن. انهن کي اتي گهڙڻ جي اجازت ڪانهي. اسانکي حق آهي تہ ڪتن ۽ گندن فقيرن کي ٻڌي، ڦٽڪا لڳايون.)

ان کان اڳ رانجهي الزام هنيو هو تہ مولوي پنهنجن ڪتابن سان بدفعلي ڪن ٿا ۽ نذرانا وٺي دولتمندن جي سماجي ۽ مجرمانہ ٻچڙاين ۾ هن جي مذهبي پنيرائي ڪن ٿا:

(تنهنجي چهري تي پاڪباز ماڻهوءَ واري ڏاڙهي آهي. پر تنهنجا ڪم شيطان وارا آهن. تون منبر تي ويهي، قرآن کولين ٿو ۽ اهڙين طرح پنهنجيون گنديون ڪارروايون ڪرين ٿو.)

رانجهي تپيدار سان بہ جهڳڙو ڪيو هو. اهڙي ريت هن مولوي ۽ تپيدار سان هٿ اٽڪايو هو، جي حڪومت جا بہ مکيہ ٿنڀا هئا.

تخت هزارا جي هن جوشيلي جوان کي هير پنهنجو هٿٺهار مڙس ڪري چوندو هو. پر هنجي چاچي قادو، هن جي پيءُ، ماءُ، هن جي ڀائرن ۽ وڏي ڳالهہ تہ شريعت

ڪورٽ جي جج (قاضي) هن کي ائين ڪرڻ جي موڪل ته ڏني. هر ترقي پسند ڇوڪريءَ وانگر هن کي هرهڪ جو مقابلو ڪرڻو پيو. پهرين مخالفت سندس چاچي وٽان ظاهر ٿي. قادو هير ۽ رانجهي کي ڏٺن جي وٿاڻ ۾ هڪ ٻئي سان پيار ڪندڙن وانگر ڳالهائيندي ڏٺو هو. هن جي خيال موجب هيءَ انتهائيءَ اعتراض جوڳي ڳالهه هئي ته سردار جي ڌيءُ هڪ نيچ نوڪر سان قرب جي ڪچهري ڪري، انڪري تر ۾ اسانجي اوچي ۽ حاڪم خاندان جي بدنامي ٿيڻ جو انديشو آهي. هير گهر جي پيدڻ هئي. هن کي چاچي جي ڇوڪرن ۽ عورتن سان عشقبازين جي ڪرتوتن جي ڄاڻ هئي. خاندان جي وڏڙن جي ميڙ ۾ هير پنهنجي چاچي قادو جا اهي وڪا پڌرا ڪيا. ان مامري ۾ ته هوءَ چاچي کي مات ڪري وئي. پر خاندان جا پريا مڙس، قادو سان ٻين ڳالهين ۾ يڪراءِ هئا ته (١) رانجهو جاٽ، نسلي طرح هير سيال جو جوڙ جو ٿي نه ٿي سگهيو. (٢) رانجهو، هير جي پيءُ جو محض معمولي گهرو ٻيلي هو ۽ مالڪ پنهنجي ٻانهي کي پنهنجي ڌيءُ جي ٻانهن ڪيئن ٿي ڏئي سگهيو؟

هاڻي پيءُ، ماءُ ۽ پاڻرن هير سيال کي حڪم ڪيو ته گهر جي سچي غلام سان شادي ڪرڻ جي خيال کان باز اچي. پر هير انڪار ڪيو ۽ زور پريو ته هن کي پنهنجو ساٿي پاڻ چوندڻ جو پورو حق آهي ۽ ڇا به ٿي پوي هوءَ رانجهي نوڪر سان پرڻو ڪندي.

هير جو ارادو پهاڙ وانگر اٽل هو ۽ اها ڳالهه سيال قبيلي جي سردار واسطي للڪار هئي. هير جي پاءُ جي خيال هو ته جي هير کي اها شادي ڪرڻ ڏني وئي ۽ رانجهو هن جو مڙس بنجي ويو ته اها سندس خاندان جي بدنامي ٿيندي ۽ سيال ڪٿي ڪند مٿي ڪڻ جهڙا نه رهندا ۽ سندن خانداني وڏائيءَ جو خاتمو ٿي ويندو. هن مشورو ڏنو ته هير کي قتل ڪري جناب ۾ اڇلايو وڃي. ان تي پيءُ ماءُ پڇيو ته جي اها ڳالهه کلي پئي ته اسانجي وڏيڪ خواري ٿيندي. پوءِ سيال قبيلي جي سردار، هير جي پيءُ، شريعت ڪورٽ جي جج (قاضي شمس الدين)، جو هير جو استاد به هو، تنهنجي مدد حاصل ڪئي. هير کي ان قاضيءَ آڏو پيش ڪيو ويو، جنهن هن کي صلاح ڏني:

(هير! منهنجي ٻچڙي، هن نيچ نوڪرن سان هرگز نه ڳالهائيندي ڪر، اهي تنهنجا خدمتگار آهن، انهن جي ڀي ڪا حيثيت ئي ڪانهي.)

هير اڳ ۾ ئي پنهنجي پاءُ جي ڌمڪي قبول ڪري چڪي هئي ته رانجهي کي

وسارڻ بدران، هوءِ مرڻ قبول ڪندي. هن قاضيءَ جي سياڻي صلاح ٻڌڻ ڪان ئي نابري واري ڇدي:

(مان تنهنجي هر ڳالهه مڃينديس. پر مونکي رانجهي کي ڇڏڻ لاءِ نه چؤ.)

ان تي قاضيءَ کي ڏاڍي چڙ لڳي ۽ هن رڙ ڪري چيو:

(جڏهن پيئر ڪاوڙيا آهن ته ڌيئرن جا سر ڌڙ ڪان ڌار ڪري ڇڏيندا آهن ۽ لاش نديءَ ۾ اڇلائي ڇڏيندا آهن. جتي اهي جانورن جو ڪاج ٻنجندا آهن.)

شريعت جي جج جا اهي ڌمڪائيندڙ لفظ، نوجوان نينگريءَ تي ڪو اثر پئدا ڪري ڪونه سگهيا. هن آن مڃڻ ڪان انڪار ڪيو ۽ قرآني اصول ۽ پيغمبر جي دور جي مڪي جي سماج جي تاريخ تي ٻڌل دليل ڏنائين ته:

(تاريخ شاهد آهي ته جا قوم پنهنجي ڌيئرن کي قتل ڪري ٿي، سا ناس ٿي وڃي ٿي. انسانيت جي تقاضا آهي ته ڌيئرن کي ڪڏهن به قتل نه ڪريو. جڏهن عورتن جي سجاڳيءَ جو ڏينهن ايندو، تڏهن توهانکي هن پاپ جو پورو حساب ڏيڻو پوندو.)

هير، قاضيءَ جو هوش اڏائي ڇڏيو. هن کي تاريخ جي ۽ قومن جي ڪمال ۽ زوال جي قاضيءَ ڪان سرس ڄاڻ هئي. هير جي ڪردار ۾ وڏيڪ پختگي هئي. قاضي پنهنجي ڳالهه مڃائڻ لاءِ ڪوبه دليل پيش ڪري ڪونه سگهيو هو. هير هن کي لاجواب ڪري ڇڏيو هو. ناضين وٽ جڏهن ڪو دليل يا جواب نه هوندو آهي ته هو "فتوا" جو سهارو وٺندا آهن. هن قاضيءَ به ساڳي اٽڪل ڪتب آندي:

(جئن ئي مان فتوا ڏيندس، تئن ئي تنهنجا پيءُ ماءُ توکي قتل ڪري ڇڏيندا.)

شريعت جي جج جي انهيءَ ڌمڪيءَ به اثر ڪونه ڪيو. ورندو هير وراڻيو:

(پيار ڪندڙ سر تريءَ تي رکي پيا هلندا آهن. هن کي خبر آهي ته هن سماج ۾ بدنامي پيار جو حصو آهي.)

اهو موت ڪان نه ڊڄڻ وارو ٻول ٻڌي، قاضيءَ هير سان وڏيڪ سوال جواب

ڪرڻ بيڪار سمجهيو:

(قاضي اٿي بيٺو ۽ چيائين تہ هيءَ وڃي ڪڏ ۾ پوي، هيءَ گمراهہ ٿي وئي آهي.)

هتي وارث شاهہ، پيار ڪندڙ هير جو پاسو وٺي ٿو:

(پيار ڪندڙن شريعت جون گهرجون پوريون ڪيون آهن، پر قاضين شريعت جي پڇڪڙي ڪئي آهي.)

پنهنجو بنيادي حق، جو حاڪمن، مرداني سماج، مولوين ۽ شريعت ڪورٽ جي ججن هڙپ ڪيو هو، سو وٺڻ ۽ بحال ڪرائڻ واسطي، هير جي جاکوڙ جا هي شروعاتي ڏاڪا هئا. هن شريعت کي مٿاهون ٿي سمجهيو. پر هتي شريعت، مولوي جي هٿ ٺوڪيل شريعت هئي، جا اصول شريعت جي صفا ابتڙ هئي. هوءَ اڪيلي هئي ۽ هن جي مقابلي ۾ سڄو قبيلو، روايتون، برادريءَ جا رواج، خانداني رسمون ۽ ملڪ جو قانون هو. رانجهو، جنهن واسطي هوءَ پنهنجي حياتي ڏيڻ لاءِ تيار هئي، سو هڪڙو غريب ڳهرو نوڪر هو ۽ پنهنجي ڳهر ۾ قبيلي کان پري هو. هو هير جي ڪابہ مادي يا اخلاقي مدد ڪري نہ ٿي سگهيو. ڪنهن بہ اندرين يا ٻاهرين سهائتا کانسواءِ، هير پنهنجي پيءُ ماءُ، قبيلي ۽ ججن سميت سرڪاري ڪاموري جي ڏاڍائپ جي ارادن کي پڇي پور پور ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪري چڪي هئي.

هن جي مائٽن، قاضيءَ جي چشم پوشيءَ سان، هير کي هڪ ٻئي اوچي ذات واري کيڙي قبيلي جي سردار جي پٽ سان زوريءَ پرڻائڻ جو سٽاءُ سٽيو. کيڙا شادي ڪرڻ آيا ۽ قاضي نڪاح ڪرائڻ لاءِ پهتو. قاضيءَ جي اول ئي هير سان اٿوٿندڙ گفتگو ٿي هئي. قاضي پنهنجي شريعت جو پوت پڇي هير کي مڃائڻ جو جتن ڪيو هو ۽ انهن ڳالهين کي هير اول ئي رد ڪري چڪي هئي. پنهنجي شريعت کي نئين رنگ ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي، قاضيءَ چيو:

(شريعت موجب توکي پيءُ ماءُ ۽ استاد جو چيو مڃڻ فرض آهي. انهن جي نافرماني ڪرڻ گناهہ آهي. رانجهي جي ڳڻن ۾ شريفن جو رت نہ آهي. هو بي گهر ۽ بي زمين آهي. هن کي ڪو ڳوٺ بہ نہ آهي ۽ هن جا مائٽ گهٽ ذات وارا ۽ گمنام آهن. هو هڪ رواجي پورهيت آهي. هن جي ڪل ملڪيت هڪ ڳهرو ڪتو ۽ هڪ نَٽ آهي، جنهن سان هو ٻين جي نوڪري ڏيڻ لاءِ ڏڻ کي هڪليندو آهي.)

قاضيءَ اهائي ڳالهہ چئي، جا هير جي زماني کان وٺي اڄ تائين، شريعت جي

نالي ۾ چئي وڃي ٿي:

(ريشمي ڪمبل ۽ هٿ اٽيل کهري ڪٿي جي وچ ۾ ڪو رشتو ئي نہ آهي. اهي ٻئي الڳ الڳ ۽ هڪ ٻئي جي ابتڙ طبقا آهن. سيال هير لاءِ ڪو سيد، مغل يا پٺاڻ ئي مناسب مائٽ ٿي سگهي ٿو. اصل ۾ اُهہ نسل جي آهي. گهوڙين جو گڏهن ۽ خچرن سان ناتو نہ گنديو آهي.)

سيد، پٺاڻ ۽ مغل حسب نسب ۾ اوچا ۽ ذري گهٽ هڪ پد جا آهن. اهڙي پڌرائي ويهين صديءَ ۾ مولانا اشرف علي ٿانويءَ پنهنجي ڪتابُ "بهشتي زيور" (ڀاڱو۴، صفحو ) ۾ ڪئي آهي. هير جي زماني جي قاضي شمس الدين جي پيرائي مولانا ٿانويءَ ڪئي آهي ۽ فتوا ڏني آهي تہ ڪا عورت پنهنجي حيثيت کان گهٽ حيثيت واري مرد سان شادي ڪري، پنهنجي وارث پيءُ کي ناراض ڪندي تہ اها شادي غير اخلاقي ۽ غير شرعي سمجهي ويندي. (بهشتي زيور، صفو ٦).

هير کان بہ گهڻو اڳ، هن علائقي جون عورتون قبائلي مت ڀيد جون شڪار بڻايون ويون آهن. ڪيترين صدين کان هن برهمڻي جي پيرائيءَ ۾. مسلم سماج ۾ هٿ ٺوڪي شريعت وجود ۾ آندي وئي آهي. صدين کان ڪيترائي قاضي شمس الدين. هيرن جا بنيادي حق ڪسيندا رهيا آهن. هو هير کي هر طريقي ڪيڙن سان پرڻائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. پر جهنگ سيال جي هير پنهنجي جاڪوڙ تان هٿ کڻڻ کان انڪار ڪري ٿي:

> (هير چوي ٿي: اي قاضي! تو ڪپٽ ۽ بي ايمانيءَ سان مونکي ڦاسايو آهي. تو پنهنجي قبوليت کان سواءِ منهنجو نڪاح پڙهيو آهي. تنهنجو عمل ۽ تنهنجي فتوا قرآن سان مناسبت نہ ٿا رکن. تون بخشيش ۽ خرچيون قبول ڪرين ٿو ۽ انهن جي چاپلوسي ڪرين ٿو جي هنن غير اخلاقي ذريعن سان تنهنجا کيسا ڀرين ٿا. تون عوام جي پرواهہ نہ ٿو ڪرين.)

رنگ پور مان سعيد ڪيڙي جي ڄڃ اچي پهتي هئي ۽ هر قيمت تي هير جي هن سان شادي ٿيڻي هئي. هير جا پيءُ ماءُ، قاضي شمس الدين، ڪتنب جا وڏڙا ۽ تَر جا ڀريا مڙس، هن جي سعيد ڪيڙي سان زبردستيءَ شادي ڪرڻ تي سنيريل هئا ۽ شادي ڪئي وئي.

هير اها شادي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ اعلان ڪيو:

(پيارا رانجها! هاڻي منهنجي لاءِ پيڙا ئي پيڙا آهي ۽ مونکي

اڪيلي سر پوڳٺو آهي. مان سعيد ڪيڙي کي پنهنجو مڙس قبول ڪرڻ کان انڪار ڪريان ٿي ۽ جيڪڏهن هن مونکي هٿ لائڻ جي همت ڪئي ته مان هن کي جيئرو نه ڇڏينديس.)

هير پنهنجي پهه تي پختي رهي ۽ ڪڏهن به هي جڙتو نڪاح نه مڃيائين. هن سعيد ڪيڙي جي زال ٿيڻ کان نابري واري. هوءَ مائٽن، مولوين، ڪائونسلرن ۽ ڪامورن تي الزام لڳائيندي رهي ته هو غير شرعي ۽ ناپاڪ فعل جا ذميوار آهن. هوءَ رانجهي جو اوسيڙو ڪندي رهي، جو ته هن کي نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيو ويو هو. نيٺ ويس بدلائي رانجهو هن وٽ پهچي ويو. هاڻي هو جوڳي بنجي آيو هو.

اڳ ۾، رانجهي، هير جي انهيءَ رٽ کي نڪرائي ڇڏيو هو ته پيچي هلجي. رانجهي کي اميد هئي ته هن کي هير جي ٻانهن ملندي جو ته هير جي پيءُ ماءُ هن سان اهڙي قسم جو چٽو پٽو انجام ڪيو هو. پر پوءِ واقعن هن تي ثابت ڪيو ته سماج اخلاقي ۽ قانوني واٽون بند ڪري ڇڏيون آهن:

(قاضي رشوتي، لالچي ۽ مجرم بنجي ويا آهن. وڏڙن ۽ ڪائونسلرن وٽ سچ جو قدر ڪونهي. مائٽ، ڌيءُ جو سنگ هڪڙي کي ڏيڻ جو واعدو ڪن ٿا، پر دولت ۽ طاقت جو چمڪو ڏسي، ٻئي سان پلئه اٽڪائن ٿا.)

رانجهي جي تجربي موجب ڪوبه ادارو، ڪابه سنستا اعتبار جوڳي نه هئي. هن کي هڪ ئي راهه سمجهي ته هير واري اڳين پيچڻ واري رٽ تي هن سان ساٿ ڏئي. هير کي به ٻيو ڪجهه ڪونه ٿي سمجهيو ته حق لاءِ بغاوت ڪجي. پنهي رٿيو ته اهڙي هنڌ نڪري هلجي، جتي ڪوبه اسانکي ڄاڻي سڃاڻي نه. هو رٿ پور مان پيچي نڪتا. پر ڪيڙن کي خبر پئجي وئي ۽ هنن جو پيڇو ڪري، هنن کي پڪڙي وڌائون. هن کي راجا عدليءَ جي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو. راجا عدليءَ جي هن جوڙي سان همدردي هئي. پر پاڻ فيصلو ڪرڻ بدران، هن ڪيس شريعت ڪورٽ ڏانهن ڏياري موڪليو. هن شريعت ڪورٽ جو قاضي به، قاضي شمس الدين کان گهٽ بي اصولو ۽ لالچي نه هو. هن کي اول ئي هير رانجهي جي معاملي جي ڄاڻ هئي ۽ انهن تي ڪاوڙيل هو. انڪري هن جي فتوا پڌري هئي. هير کي، رانجهي کان جدا ڪيو ويو ۽ هير کي ڪيڙن جي حوالي ڪيو ويو . هن کي ان فتوا تي ڏاڍڪو پهتو.

هير ڪڏهن به آڻ نه مڃي ۽ ڏاڍائيءَ جو مقابلو ڪندي رهي. هن کي گهٽو

ڪجهہ پوڳڻو پيو. پر نيٺ ڪيڙن ۽ سيالن ڪان پنهنجي آزاديءَ جو حق حاصل ڪ. ئين.

هيــر جي پڇـاڻي هڪ الڳ ڪهـاڻي آهي. پر هوءَ پنهنجي بنيـادي حق جي حاصلات لاءِ لاڳيتي، ڏکهي ۽ ڪنور جاکوڙ ڪري، ٻين ۾ اتساهہ پيدا ڪندي رهي ٿي. هوءَ خاص طرح هن ملڪ جي انهن عورتن جي راهہ لاءِ روشنيءَ جو منارو آهي، جي پنهنجن بنيادي حقن لاءِ سندرو ٻڌي لڙي رهيون آهن.



اسانجا ليسن شروع ٿي ويا. شهر جي پرائمري اسڪولن ۾ وڃي، استادياڻيءَ جي نظرداريءَ هيٺ اسـانکي جدا جدا ڪمن ۾ ليسن ڏيڻا پوندا هئا. مان ان ۾ جڏي ثابت ٿيس ۽ سڻا نوٽ نہ ملڻ لڳا. سائڻ زرينا پاڻ بہ منهنجي اها ڪمزوري محسوس ڪئي ۽ ٻين استادياڻين ڪان بہ ٻڌائين. پوءِ هن مون تي محنت ڪرڻ شروع ڪئي. رات جو ٻين ٻين ٽين ٽين بجي تائين مونکي پڙهائيندي، سمجهائيندي ۽ مشق ڪرائندي هئي. ٻيون ڪجهہ ڇوڪريون بہ وجهہ جو لاڀ وٺڻ لاءِ اچي مون سان سکڻ ۾ شريڪ ٿيڻ لڳيون. ان طرح ٻين جو بہ پلو ٿيو ۽ منهنجي ڄاڻ ۽ ليسن ڏيڻ جي طرز ۾ گهڻو گهڻو سڌارو اچي ويو.

هڪ رات زرينا چپ ڪري ڪرسيءَ تي ويٺي هئي ۽ مان پنهنجي بستري تي ليٽي سگريٽ پي رهي هئس. پوءِ هوءَ اتي اچي منهنجي بستري تي ويٺي. مون اٿڻ جي ڪوشش ڪئي. هن منهنجي مٿان پنهنجي ٻانهن ورائي مونکي اٿڻ کان روڪيو. مون چيو ڇڏيو تہ مان اٿان. هن پڇيو ڇو؟ مون چيو اها ڳالهہ ڪانہ ٿي نهي تہ توهان ويٺا هجو ۽ مان سمهي پئي هجان. چيائين اهي حجاب ۽ ٻيائيءَ جون ڳالهيون نہ ڪر. پوءِ منهنجي هٿ مان سگريٽ وٺي پاڻ ڪش هڻڻ لڳي. ٿورو رکي چيائين تہ تون اڃان مون تي ڪاوڙيل ٿي ڏسجين. مون هڪدم چيو مان پراون ماڻهن سان ڇو ڪاوڙبس. اهو ٻڌي زرينا روئي ڏنو. مان گهبرائجي ويس. پر همت ڪري پڇيم تہ رئو ڇو ٿا؟ چيائين گلي، مونکي معاف ڪر. مان بيحد شرمندي آهيان جو شروع ۾ توکي پاڻ سان رهائڻ ڪان انڪار ڪيو هوم. مونکي ان جي ڪافي سزا ملي چڪي آهي جو اڄ بہ تون مونکي پرائو ٿي ڪوٺين. مون ڪيس چيو تہ سو تہ مان وري بہ چوندس، توهان وٽ پنجابين ڇوڪرين جيتري بہ اسانجي عزت نہ آهي. هن چيو تہ تون اهو غلط ٿي سوچين، مون وٽ تو ڪان وڌيڪ ڪابہ ڇوڪري اهميت نہ ٿي رکي.... مطلب تہ ان رات اسان ٻنهي کلي هڪ ٻئي سان ڳالهايو. نہ

رڳو ڳالهايوسين. پر رنوسين ۽ کليوسين به. استاد ۽ شاگرد مان تبديل ٿي، هڪ ٻئي جون دوست بنجي ويونسين. پيار جي رنگ ۽ ڍنگ ۾.

هڪ ڏينهن منجهند جو پٽيوالي اچي ٻڌايو ته منار مون سان ملڻ آيو آهي. مون سائڻ کان اجازت گهري ته ملڻ وڃان. سائڻ زرينا مرکي مون کان پڇيو ته جي مان انڪار ڪنديس ته تون مڙندين؟ مون ڪيس چيو ته جي اوهانکي ڪاوڙائينديس ته پرچائي سگهنديس، پر هي منار وري هٿ نه ايندم. ڪلي چيائين ته جي هٿ نه ايندو ته ڪهڙو فرق پوندو. مون چيو تمام وڏو فرق پوندو، ايترو فرق جو مان لفظن ۾ بيان ڪري نه ٿي سگهان.... مان ملاقاتي ڪمري ۾ وڃي منار سان ويٺس. ٿوري دير ڪانپوءِ زرينا به اتي آئي. هوءَ به ڪچهري ڪرڻ لڳي ۽ مان ڪلي طرح منار سان ڳالهائي ڪونه سگهيس ۽ پياسي رهجي ويس.

هڪ ڀيري سدوري ۽ ماڪ مون وٽ آيون، هو مون سان گڏ ڪاليج ۾ هيون پر شهر ۾ رهنديون هيون. هو انٽر جو امتحان ڏئي رهيو هيون ۽ ٻئي ڏينهن تي پهريون پيپر هون. امتحان هال ۾ اسانجي هڪ استاديائي مسز منگيءَ جي ڊيوٽي هئي. سدوري ۽ ماڪ جو چوڻ هو ته مان مسز منگيءَ وٽ هنن جي سفارش ڪريان جيئن ڪاپي ڪرڻ ۾ هنن لاءِ رڪاوٽ نه بنجي. مسز منگيءَ وٽ منهنجي چڱي هلندي پڄندي هئي انهن ٻن ڇوڪرين مان ماڪ ته ٽي دفعا فيل ٿي چڪي هئي. مونکي پنهنجي يادگيري اچي وئي ته ڪيئن منار جي مدد سان ڪاپي ڪري مان مئٽرڪ ۾ پاس ٿي هئس ۽ انٽر ۾ڪوشش ڪيم ته منهنجي بدران ٻي ڪا ماستريائي پيپر ڪري اچي، پر منار ائين ڪرڻ نه ڏنو هو. جڏهن ماڪ چيو ته اسين توڏي نياڻيون بنجي ميڙ ڪٽي آيون آهيون ته اسان سيني وڏا ٺهڪ ڏئي ڪليو. مون هنن سان واعدو ڪيو ته مان اڄ رات ئي مسز منگيءَ کي پنهنجي منهن توهان لاءِ چونديس ۽ توهان خاطري رکو.

زرينا تائين اها ڳالهه ڪنهن ڇوڪريءَ وڃي پهچائي. مان ڪمري ۾ گهڙيس ته هن پڇيو ته اهي ڇوڪريون ڇو آيون هيون ۽ ٺهڪ ڇو ٿي ڏنوَ ۽ ڪهڙو مسئلو هو؟ مون چيو نه مسئلو وري ڪهڙو هوندو. چوڻ لڳي ته مون سان به ڪوڙ ٿي ڳالهائين. مون چيو ته جي سچ ڳالهائينديس ته توهين اسانجو ڪم خراب ڪري ڇڏيندا.... اتي مسز منگي به اچي پهتي، هن چيو ته ڪهڙيون راز جون ڳالهيون پيون هلن. زرينا چيو ته تون گلزار کان پڇ. مسز منگيءَ مون ڏي نهاريو. مون به هڪدم چيو ته توهان ۾ هڪڙو ڪم ڦاٿو آهي ۽ ڪرڻو به ضروري اٿو. زرينا، جيڪا چانهه جو ڪوپ هٿ ۾کنيو ڪٽ تي ويٺي هئي تنهن مسز منگيءَ کي چيو نه

هيءَ شاگرديائي نہ پر جادوگريائي اٿو. مونکي سڀ ڪجهہ مڃائي هٿ پهتي آهي ۽ بي ڪاميابي توهان تي حاصل ڪرڻ ٿي چاهي. ان تي سڀ ڪليوسين. مسز منگيءَ چيو تہ ٻيبي تون ڳالهہ ڪر تہ مونکي ڇا ضرور ڪرڻو پوندو. مون چيو پهرين انجام ڪيو تہ ڳالهہ مڃيندوءَ. چيائين چڱو تون ٻڌاءِ تہ سهي. مون چيو ناراض نہ ٿيو. منهنجو ڪو ذاتي ڪم نہ آهي. ان تي وري هو ڪلڻ لڳبون. مسز منگيءَ چيو تہ تون سچ پچ جادوگريائي آهين. مون ٻڌو آهي تہ تو پرنسيپالڻ تي بہ جادو ڪري ڇڏيو آهي، توکي جيڪي چوڻو آهي سوچوءَ. مان انڪار نہ ڪنديس. پر هڪڙو شرط اٿئي تہ جڏهن ادي زرينا کي رات جو سريلا ڪلام ۽ غزل ٻڌائيندي آهين، تڏهن اڄ رات مونکي بہ ٻڌائجان. مون کلي ڪيس چيو تہ سائڻ! جي منهنجا ڪلام مونکي ايڏو وڏا ڪم ڪري ڏين تہ قسم سان مان روز رات جو اوهانکي اوهانجي ڪوارٽر ۾ گيت ۽ گانا ٻڌائي، ننڊ ڪرائي پاڻ اچي آرام ڪريان. هو ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳيون.

نيٺ مون مسز منگيءَ کي پنهنجي مقصد جي ڳالهہ ٻڌائي.

صبح جو سوير ئي اهي ڇوڪريون اچي سهڙيون. ورانڊي ۾ مون کان پڇيائون تہ ڪو ڀلو ٿيو؟ مون ورندي ڏني مڙئي چڱي ٿيندي. مان هنن کي مسز منگيءَ ڏي وٺي ويس. هن کي چيم تہ صبح جو هيترا سارا سوالي آيا اٿو. انهن جي پارت اٿو. پاڻ کلي مونکي چوڻ لڳي تہ مون تي بہ ڪا ذميواري آهي. مون چيو تہ مان بحث ڪرڻ نہ ٿي گهران ۽ نہ هنن ڇوڪرين جي ڳالهائڻ جي ضرورت تي پائيان. اوهانکي هنن جي مدد ڪرڻي پوندي. ان تي مرڪندي چيائين تہ گلزار قسم آهي تہ جي مونکي اهڙي خبر هجي ها تہ مان ان ڊيوٽيءَ کان ئي انڪار ڪري ڇڏيان ها. مون چيو تہ تنهن جي معنيٰ تہ منهنجيون رات ڪان وٺي واريون منٿون ئي اجايو ويون. چوڻ لڳي تہ مان ائين ڪانہ ٿي چوان. ڇوڪرين بہ چيس تہ سائڻ توهان استاد بہ مدد نہ ڪندا تہ پيو ڪير ڪندو. انهن کي رڪائيءَ سان چيائين تہ پنهنجي محنت تي ڀاڙيو. مون تي نہ ڀاڙيو. مان پنهنجي ضمير خلاف ڪم نہ ڪنديس. ان وقت ڏٺم تہ ڇوڪرين جا منهن هئڊا تي ويا ۽ مونکي بہ جوش اچي ويو ۽ ڇوڪرين کي چيم تہ توهان وڃي امتحان ۾ وهو. جي اوهانجي مدد نہ ٿئي تہ مونکي اچي ٻڌائجو. پوءِ هن ڪاليج ۾ يا مان رهنديس يا مسز منگي. ان تي مسز منگيءَ کي بہ ڪل اچي وئي ۽ زرينا جي ڪوارٽر ڏانهن رخ رکيائين. مون وري بہ ڇوڪرين کي آٿت ڏئي موڪلي ڇڏيو.

مسز منگيءَ جي پٺيان مان بہ ڪمري ۾ داخل ٿيس تہ هوءَ کلي زرينا کي

چوڻ لڳي تہ ادي گلزار کي سمجھائيندءِ ڪونہ. ڇوڪرين جي سامھون مونکي ڌمڪيون ڏئي آئي آهي. ان تي زرينا ذرا حيران ٿي ۽ هن کي ان جي ڇتائي ڪرڻ لاءِ چيائين ۽ مون ڪان بہ رعب سان پڇيائين تہ ڪھڙي ڳالهہ آهي؟ مون مرڪندي ڪيس چيو تہ پاڻهي مسز منگي توهانکي ٻڌائي ٿي. ان تي مسز منگيءَ مونکي چيو تہ ادي تو بہ تہ انصاف ڪيو آهي. ٻين جي سامھون ائين چئبو آهي. انهيءَ حالت ۾ مان ڪيئن ڇوڪرين تي رعب رکي سگھنديس ۽ امتحان هال ۾ ڪو انتظام رکي سگھنديس. تون مونکي پنهنجي منهن چئي ڇڏيو. اهوئي ڪافي هو ۽ ڇوڪرين کي بہ تسلي ڏئي ڇڏين ها. مون جواب ڏنو تہ ائين ڇوڪرين کي اعتبار نہ پيو اچي. ائين چئي مون هٿ ٻڌي هن کي چيو تہ ڇڱو ڀلا مونکي معاف ڪريو. ان تي هوءَ کلي ۽ آکيائين تہ اها سڀ زرينا آهي. جنهن توکي ايترو مٿي چاڙهي ڇڏيو آهي.

ان تي زرينا کي مون تي غصو اچي ويو ۽ مونکي چوڻ لڳي تہ اسان اهو ڪڏهن بہ برداشت نہ ڪنداسين تہ اسانجي معاملن ۾ ڪنهن بہ قسم جو دخل ڏين. مون توکي پاڻ وٽ رکيو تہ ان جو اهو مطلب نہ ٿيو تہ تون اسان استاديائين جي وڏي ٻنجي وڃين. اسانکي امتحان ڏيندڙن تي نظرداري ڪرڻ جي ڊيوٽي تي ملي تہ اسانکي اهو حق نہ آهي تہ هڪڙين کي پاڻ ٻيهي ڪاپي ڪرايون ۽ ٻين تي سختي ڪريون. تون ٻين ڇوڪرين جي سامھون اسان سان ڇو ٿي بدتميزي ڪرين؟ اسان ڪو انهن ڇوڪرين جون نوڪرياڻيون آهيون!

مون ڏنو تہ سائڻ مون سان "مشاعرو" ڪرڻ واري آهي.... هي لفظ "مشاعرو" آيو آهي تہ اهو ٻڌائي ڇڏيان تہ اسان هاسٽل وارين وٽ "مشاعرو" ۽ "قوالي" جا اصلاح ڪهڙي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندا هئا. هاسٽل ۾ رهندڙ ڇوڪرين جو جڏهن پاڻ ۾ ڪو جهڳڙو ٿيندو هو ۽ هو هڪ ٻئي کي منڊ جي ٻڌائيندي يون هيون. ست سريون ٻڌائيندي يون هيون. هڪ ٻئي جا يار پڌرا ڪنديون هيون. وڏو گوڙ ڪري رڙيون ڪنديون هيون. ڪڏهن ڪڏهن هٿين ٻجين پوڻ تائين نوبت پهچي ويندي هئي تہ اسين ان کي انهن جهڳڙو ڪندڙن جي وچ ۾ "مشاعرو" چونديون هيوسين تہ فلاڻيون مشاعرو پيون ڪن. يا فلاڻين جي وچ ۾ مشاعرو ٿيو ۽ پوءِ اهڙا ٺهڪ اڀرندا هئا جو ٺَڪر ٺڪرا ٺڪرا ٿي پون.

اسانجي هاسٽل جي اولهہ پاسي رهائشي علائقو هو. ان علائقي ۽ هاسٽل جي چوديواريءَ جي وچ ۾ هڪ سنهي گهٽي هئي. ان پاڙي ۾ پناهگير رهندا هئا. ڪي ڪچيون جهڳيون هيون ۽ ڪي پڪيون. ڪجهہ بہ ماڙ گهر بہ هئا. انهن گهرن ۾ رهندڙ پناهگيرياڻين جي وچ ۾ جهڳڙا ٿيندا رهندا هئا. اهي آواز اسانکي ٻڌڻ ۾ ايندا

هئا. اهي جهڳڙا اسان لاءِ تماشي جي حيثيت رکندا هئا. اسان سنڌي عورتن جا جهڳڙا ۽ انهن ۾ استعمال ٿيندڙ گاريون به ٻڌيون آهن. اسان وٽ مهاڻا گارين جي مامري ۾ وڏيڪ بدنام آهن. مون جڏهن هنن پناهگيرياڻين جون هڪ ٻئي کي گاريون ٻڌيون تہ منهنجا طاق لڳي ويا. شايد ائين چوڻ ۾ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ گاريون هنن پئي ڏنيون ۽ شرم کان ٻڏڻ مون ٿي چاهيو. اهڙيون ڪچيون، اگهاڙيون ۽ واهيات لڪنوي گاريون جو انهن جي پيٽ ۾ اسانجي مهاڻن واريون گاريون ڪنهن ديندار بزرگ جون آسماني نصيحتون پيون لڳن. هنن عورتن جي عادت هوندي هئي تہ گارين لاءِ وات هلائڻ سان گڏ هٿ بہ هوا ۾ هلائيندريون هيون ۽ تاڙيون وڄائيندريون هيون، جئن ڪدڙا ڪندا آهن ۽ اردو قوال قوالين ڳائڻ وقت ڪندا آهن. سو منڊ ۾ مون ٺي انهن پناهگيرياڻين جي اهڙن جهيڙن کي "قوالي" جو اصطلاح مشهور ٿي ويو ۽ جڏهن بہ ان پاڙي ۾ جهڳڙو شروع ٿيندو هو تہ اسان ڇوڪرين ۾ پچ پچان شروع ٿي ويندي هئي تہ هلو هلو تہ "قوالي" هلي ٻڌون.....

ڳالهہ ٿي ڪيم تہ زرينا مونکي ڏاڍي دٻ ڪڍيءَ مون سوچيو تہ جي مان جواب ڏيندس تہ "مشاعرو" شروع ٿي ويندو. انڪري چپ چاپ ٻاهر نڪري اچي ورانڊي ۾ ويٺس. هو پاڻ ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳيون. مسز منگيءَ زرينا کي چيو تہ تو گلزار کي ڇو ايڏا دڙڪا ڏنا. هن کي تہ رئڻ اچي ويو هو. زرينا جواب ڏنس تہ گلزار ڇا رني، رئاڻ تہ مان جو انهن دڙڪن جي سڄي رات سزا ملندم. ان تي ٻئي ڄڻيون کلڻ لڳيون.

سدوري ۽ ماڪ پيپر ڪري موٽيون تہ هنن ٻڌايو تہ اسان جيءَ پري ڪاپي ڪئي ۽ مسز منگيءَ پوري طرح اسانجي پردي پوشي ڪئي.



هڪ ڏينهن مان زرينا سان رنل هئس.

ڪلاس هلندي زرينا آئي ۽ ورانڊي ۾ ويهي اسانجي ڪلاس ٽيچر سائنڻ راڻيءَ کي ٻاهر سڏيائين. ٻنهي پاڻ ۾ ڳالهايو ۽ پوءِ مونکي ٻاهر سڏي زرينا چيو تہ تون ڪواٽر ۾ وڃ. سائنڻ ريحانا کي ڏاڍو مٿي ۾ سور ٿي پيو آهي. هن کي مالش ڪر ۽ چانهہ پيارينس. ڪواٽر جي ورانڊي ۾ سائنڻ ريحانا اجرڪ ويڙهيو ستي پئي هئي. مونکي ڏسندي چيائين تہ گلزار وارو ڪر منهنجو مٿو ٿو ڦاٽي، مان اصل مران ٿي. مون هن کي سهارو ڏئي اندر ڪمري ۾ وڃي سمهاريو. بام سان هنجي نرڙ کي مهٽا ڏنم ۽ بادام روغن سان هن جي مٿي تي مالش ڪيم. منهنجي ائين ڪرڻ سان

هن کي تہ نشا چڙهي ويا ۽ ننڊ اچي ويس. مان چانهہ پچائڻ لڳس. اتي زرينا ۽ سائنڻ راڻي بہ اچي پهتيون. اچڻ سان راڻيءَ پڇيو تہ ريحانا چانهہ پيتي؟ مون چيو تہ مان چانهہ ٺاهڻ ويس تہ هن کي اڃا ئي ننڊ اچي وئي. راڻيءَ چيو تہ پلا اسانکي پيار. پر ان ۾ ڪجهہ ملايو تہ ڪونہ اٿئي. هو کلڻ لڳيون. پر مون کلڻ ۾ ساٿ ڪونہ ڏنو . - زرينا ڏي نهاريم. زرينا چيو تہ پهرين مونکي پاڻي پيار. مون ڪو جواب ڏيڻ ڪانسواءِ. هن لاءِ پاڻي آندو. هن پاڻي ونندي، مونکي ٻانهن کان پڪڙي پرواري ڪرسيءَ تي وهارڻ جي ڪوشش ڪئي. پر مان پاڻ کي ڇڏائي، بورچيخاني ڏي هلي ويس. راڻيءَ، زرينا کي چيو تہ گلزار تي وري ڪهڙو بخار چڙهيو آهي. زرينا ڪو جواب ڪونہ ڏنو. راڻيءَ وري چيو تہ مان سمجهي ويس، هنجو بخار تنهنجي مار سان رات جو لهندو. زرينا چيس تہ رات جو مار تہ هوءَ مونکي ڏيندي. تڏهن هنجو بخار لهندو..... پوءِ مونکي زرينا واپس ڪمري ۾ ڪهلي آئي ۽ ڪرسيءَ تي وهاريائين. مون زرينا سان اڃا ڪونہ ڳالهايو هو. چوڻ لڳي تہ توکي تہ بس سگريٽ ۽ چانهہ هجي، پوءِ دنيا ختم ٿي وڃي تہ پلي ٿئي. مون تڏهن بہ ڪونہ ڪڇيو. زرينا چڙ مان چيو تہ تون جواب ڇونہ ٿي ڏين. سائنڻ راڻيءَ چيو تہ فرمانبردار شاگردياڻي آهي، استادياڻيءَ آڏو ادب وچان ڪجهہ نہ ٿي ڳالهائي. زرينا چيو توهانکي ڪهڙي خبر. هن سان هڪ رات رهي ڏسو تہ ڪيتري نہ خطرناڪ آهي. سڄي رات هن کي پرچائڻ ۾ گذرندي آهي. راڻيءَ چيو تہ آخر اچ ڳالهہ ڪهڙي آهي؟ مان اصل نہ ڳالهايان. ان ڇوڪريءَ کن ٻين ڇوڪرين کي ٻڌايو تہ سائنڻ زرينا مونکي ڏاڍي پسند آهي ۽ مان هن تي عاشق ٿي پئي آهيان؛ مونکي بہ ڪٽي ٿي ڪني سو انهن ڇوڪرين کي پوڳن ۾ چيم تہ مونکي بہ مکڙي پسند آهي، وري شام جو هوءَ مون وٽ آئي تہ اچي منهنجي پير ۾ ويٺي ۽ مون بہ گلزار کي ڇيڙائڻ خاطر ٻانهن کان وٺي اچي کٽ تي پاڻ سان وهاريو ان ساري قصي کي ساپيان سمجهي، گلزار مون سان رسي پئي آهي.



مان ڪتابن ۾ ۽ سياڻي شاهہ جي ڏاهپ جي ڳالهين ۾ پنهنجي ڏيءُ پرهہ ڦٽيءَ جو آئيندو، روشن آئيندو، تلاش ڪندي هئس ۽ منهنجي ڏيءُ جو آئيندو پنهنجي ڌرتيءَ سان، سنڌ ڌرتيءَ جي روشن آئيندي سان ڳنڍيل هو. ۽ مان پنهنجي ڌرتيءَ جي روشن آئيندي جي "تلاش" ڪندي هئس.

هڪ پيري منار مونکي ڪتاب "اسان زندهہ رهنداسين" (سنڌيڪار زيب

سنڌي) ڏنو. هيءَ فلسطيني سورمي ليلا خالد جي آتم ڪهاڻي آهي. هوءَ فوجي سکيا ورتل گوريلي ۽ ڪمانڊو (Commando) هئي. هن پنهنجي پارٽيءَ جي هدايتن تي يهودين جي ٻن هوائي جهازن تي قبضو ڪري ڇڏيو.

هڪ عرب عورت جا اهڙا دليرانا ڪارناما پڙهي، حيرت جي حد نہ رهي. دنيا جي ٻئي ڪنهن بہ ڌرم عورت کي ايترو نہ پيڙيو ۽ جڪڙيو آهي، جيترو عربن جي تهذيب. هن دور ۾ ڪنهن بہ تهذيب هڪ مرد جي ايترين زالن ۽ سريتين جي موڪل نہ ڏني آهي ۽ اڄ بہ عربن جا حرم ۽ عرب اميرن ۽ بادشاهن جون دنيا جي ملڪن ۾ عورتن سان عياشيون، ان جو لڪل ثبوت نہ آهن. اسانجي ملڪ جون حويليون بہ عربن جي ان تهذيب جو نروار نشان آهن. عرب تهذيب جي جنهن رواج کي دنيا ۾ گهڻي ڪان گهڻو تنقيد ۽ مذاق جو نشانو بڻايو ويو، سو آهي هڪ مرد جو هڪ ئي وقت گهڻين عورتن کي زالن ۽ سريتين جي صورت ۾ رشتي ۾ آڻڻ جو حق. عربن جي تاريخ ۽ تهذيب ۾ اهو احساس ئي ڪونهي تہ عورتن ۾جذباتي زندگي بہ موجود آهي. اسانجي تاريخ سان ويل (Tragedy) اهو آهي تہ مذهب سان گڏ، مذهب جي نالي ۾ اسان تي عرب تهذيب پڻ مڙهي وئي.

ليلا خالد جي هيءَ آتم ڪهاڻي پڙهندي، مان ڏاڍي جذباتي ٿي ويس ۽ سنڌ جي ويرين خلاف منهنجو رت ٽهڪڻ لڳو. مون پوري پروسي سان سوچيو تہ جي مان ليلا خالد نہ بڻجي سگهي آهيان تہ منهنجي پرهہ ڦٽي، منهنجي ڌيءُ ضرور ليلا خالد بڻجندي ۽ سنڌ ڌرتيءَ جي هر ڌيءُ ليلا خالد بڻجندي. هي سڄو ڪتاب هر سنڌي عورت کي پڙهڻ گهرجي ۽ غور سان پڙهڻ گهرجي.



مٿي ٻڌايو آهي تہ لشڪري راڄ جي منڍ ۾، پنهنجو انصاف جو پڙهو ڏيڻ خاطر لشڪرين ڏاڍ ۽ ظلم خلاف ڪات ڪهاڙا کنيا هئا ۽ ان سلسلي ۾ اسانجي حويليءَ تي ڇاپو هنيو هو. اڃا سال ڏيڍ ئي ڪونہ گذريو تہ لشڪري اسانجي انهن ئي وڏن جون دعوتون کائڻ لڳا. اتي اچي شڪار ڪرڻ لڳا ۽ محفلون مچائڻ لڳا. انڪري اسانجي وڏن جو زميداري ظلم ٻيڻو ٽيڻو ٿي ويو ۽ هاري ناري وڌيڪ ڏچي ۾اچي ويا ۽ حويليءَ ۾سريتين جي تعداد ۾ وڌو واڌارو اچي ويو. عوام بہ محسوس ڪيو تہ ڪنهن جي هشيءَ تي اٿين ٿي رهيو آهي.

منهنجي ڪڪي هاڻي ٻئي ڪلاس ۾ هئي. هتي ڪاليج ۾ اچڻ ڪري، هن کي بہ هن شهر جي اسڪول ۾داخل ڪرايو هوم نہ تہ ڳوٺ تہ مون واري اسڪول ۾

هئي. هن پيري مائٽ هن کي مون سان ملائڻ لاءِ هاسٽل ۾ وٺي آيا ته هن سيائي شاهه جي هڪ چٺي به مونکي ڏني.

هن لکيو هو: ”گذريل پيري اسان مذهب ۽ تهذيب جي باهمي لاڳاپي تي ڪجهه ڳالهايو هو. ان باري ۾ ڪجهه وڌيڪ حقيقتون لکان ٿو..... مذهب عالمي International ٿي سگهيو ٿي، تهذيب عالمي ٿي نه ٿي سگهي. گهڻ ۾ گهڻ اها ڳالهه ان دور تائين حقيقت هئي، جيڪو دور مذهبن جو هو. هي مذهب جو دور ڪونهي. ڪوبه نئون مذهب هاڻي هيل نه ٿو سگهي. مذهب جو واسطو آسماني ڳالهين سان آهي. تهذيب انسان جي گذيل زندگي ۽ حقيقي رهڻي ڪرڻيءَ جي طريقي سان تعلق رکي ٿي. گهڻ ۾ گهڻ مذهبن جي دور تائين ۽ اڄ تائين به تهذيب ملڪي يا قومي آهي. هر ملڪ جي تهذيب الڳ آهي. هر قوم جي تهذيب جدا آهي. هينئر دنيا جو اهڙو رخ آهي ۽ دنيا ايتري قدر ننڍي ٿي وئي آهي جو اڳتي هلي، تهذيب عالمي بنجي ويندي. پر ان لاءِ به صدي ڏيڍ صدي ضرور لڳندي. چوٿو وري به هيءُ آهي ته جنهن وقت اسلام جو مذهب وجود ۾ آيو ته ان وقت اها حقيقت پنهنجي جاءِ تي هئي ته مذهب عالمي ٿي سگهيو. تهذيب ملڪي يا قومي هوندي هئي. پر عربن مذهب، جنهن جو واسطو فقط آسماني ڳالهين سان هجڻ ڪپي ها. ان سان گڏ ڪتيل ملڪن تي ۽ ٻين هنڌن ماڻهن جي مذهبي اعتقاد جو فائدو وٺي پنهنجي عرب تهذيب مڙهي.

اها سامراجي ذهنيت ٿيندي آهي ته ٻين ملڪن ۾ ٻين قومن تي پنهنجي تهذيب مڙهيندا آهن. اهو هنن جو هڪ ذريعو ٿيندو آهي پرماريت ڪرڻ جو.

مذهب جو بنياد ۽ محور اهوئي ٿيندو آهي ته آسماني هستين ۾ عقيدو پئدا ڪري، ماڻهن کي انهن جي پوڄا ڪرڻ جي ڪن رسمن جو پابند ڪجي. تهذيب جو بنياد هر ملڪ جي پنهنجي جاگرافيائي، تاريخي، سماجي ۽ لساني ماحول تي آهي. تهذيب جو مدار مذهب تي نه آهن. وقت گذرڻ سان مذهب جون پوڄا پاٺ واريون رسمون تهذيب جو حصو بنجي وڃن ٿيون.“



پيار ڪان اڳ، منهنجي ڪيتري نه فضول ۽ بي ساهه زندگي هئي، مننار ملڻ ايندو آهي ته جڻ مون ۾ هوائي جهاز جي انجڻ پيري ويندو آهي. مان خوشي ۽ اتساهه ڪان اڌامڻ چاهيندي آهيان. مان هڪ هنڌ وهڻ نه چاهيندي آهيان. مان هڪ نه ٻيو، پنهنجو يا پرائو ڪم ڪرڻ چاهيندي آهيان.

هن پيري آيو تہ مون لاءِ ڪتاب "لڱ منهنجا لوهہ" (سنڌيڪار محبوب علي راهوجو) آندائين. ڪتاب "اسين زندهہ رهنداسين" جي رڳو ڪن ٽڪرن عيناً ليکون نڪايون هئم، پر هن ڪتاب جي هڪ هڪ سٽ، هڪ هڪ لفظ، عينيان ليک ڏيڻ جهڙو هو. هر سٽ وار ڪانداريندڙ ۽ هر لفظ لڱ ڏڪائيندڙ آهي.

هي ڪتاب سامراج ۽ جاگيرداري نظام خلاف ايڏي نفرت ڏياري ٿو جو ماڻهو پنهنجو پاڻ کي وساري، پنهنجو پاڻ انقلاب جي جاکوڙ جي سپرد ڪري ڇڏي ۽ اهڙي نظام کي بدلائڻ خاطر جنگ ۾ شامل ٿي. ان گوريلا ڇوڪريءَ ڪان وڌيڪ سور ۽ عذاب سهڻ لاءِ بيتاب ٿيو وڃي.

هي ڪتاب ايراني گوريلا ڇوڪري، اشرف دهقانيءَ، جي آتم ڪهاڻي آهي. ڏسجي ٿو تہ انقلاب جي پيار هنجي اندر ۾ هوائي جهاز جي انجڻ پري ڇڏي هئي. هوءَ انقلابي پارٽيءَ جي سکيا ورتل وڏهو ميمبر هئي ۽ هٿيار بند هلچل ۾ حصو وٺي رهي هئي. اها پارٽي ايران جي شهنشاهہ، سامراج ۽ جاگيرداري نظام خلاف هٿياربند جاکوڙ ڪري رهي هئي، جئن ملڪ ۾ غير طبقاتي سماج قائم ڪري سگهجي. هوءَ پڪڙجي پوي ٿي. هن کان پارٽيءَ جا راز حاصل ڪرڻ لاءِ، شهنشاهہ جي پوليس هن کي انتهائي وحشي، شرمناڪ ۽ ذيل ڏڪائيندڙ عذاب ۽ ايذاءُ ڏئي ٿي. هوءَ آڻ نہ ٿي مڃي. هوءَ جنهن همت، حوصلي، دليري ۽ پڪي ارادي سان سڀ ڪجهہ سهي ٿي ۽ ظالمن سان مقابلو ڪري ٿي، حيرت ۾ وجهندڙ آهي. وڏي ڳالهہ تہ هوءَ هنن جا ظلم ماٺ ۾ نٿي سهي، پر جيستائين اُن ڏهہ درندا سپاهي هن کي جهلي نہ ٿا ٻيهن يا رسين ۾ نہ ٿا ٻڌن، تيستائين هوءَ پنهنجن هٿن، لتن ۽ چڪن سان هنن سان وڙهي ٿي.

هي ڪتاب ماڻهوءَ کي ذهني طرح انقلاب واسطي سختيون سهڻ لاءِ تيار ڪري ٿو يا ائين چئجي تہ ان گهيڙ ۾گهڙڻ واري کي اڳواٽ خبردار ڪري ٿو تہ هنجي راهہ ۾ ڪهڙا ڪنڊا وڇايل آهن. ڪتاب جي ليکڪا، پڙهندڙ جي دل ۾ انقلاب جي ڪاميابيءَ ۾پڪو يقين پئدا ڪرڻ ۾ سوڀاري وئي آهي. اهو يقين، مقصد جي سچائي ۽ ارادي جي پختگي هن تي ٿيندڙ وحشي عذاب سهڻ جي سگهہ پئدا ڪن ٿا.

اشرف دهقانيءَ واري مارڪسي پارٽي پهرين امن پريل نموني انقلاب شروع ڪيو. جڏهن پارٽيءَ جي تنظيم سگهاري ٿي وئي تہ هنن هٿياربند جاکوڙ شروع ڪئي. ان انقلابي واٽ ئي هلندڙ جوڌن کي چقمن وانگر چڪيو ۽ تاريخي نتيجي طرف رواني ٿيڻ جو ڏس ڏنو. هٿياربند تحريڪ پراڻ پسندن ۽ سامراج خلاف

جاکوڙ ڪرڻ جو سچو پچو رستو ثابت ٿي رهي هئي.

هوءَ ان نتيجي تي پهتي ته طبقاتي سماج ۾ جيڪو شخص پورهيت طبقي سان واسطو رکندڙ ناهي ته اهو نيچ ۽ ڪميڻو بڻجي سگهي ٿو.

هوءَ لکي ٿي ته جيل ۾ اهو ڏسي مونکي ڏاڍي خوشي ٿي ته ايتري تعداد ۾ ڇوڪريون سياست ۾ حصو وٺڻ جي ڏوهه ۾ سزا ڀوڳي رهيون آهن.

هوءَ قيد ۾ ان تي فخر ڪندي هئي ته ظالمن جي ايذن عذابن ڏيڻ جي باوجود به سندس ساٿي هٿياربند هلچل جاري رکي رهيا هئا. جنهن ڪري دشمن جي طاقت ۾ ڏارون پئجي ويون هيون ۽ پاڙيتو قاتل خوف کان ڏڪي رهيا هئا.

اشرف دهقانيءَ کي ڏنل لڳ ڪمبائينڊڙ عذابن ۽ ايذائن جو تفصيل ڪتاب ۾ پڙهي سگهجي ٿو. هن کي لتون، ٺونشا ۽ ڦٽڪا هنيا ويا. بجليءَ سان ڏڏڪا ڏنا ويا. خاص عضون کي به نه ڇڏيو ويو. هن کي اگهاڙو ڪيو ويو. آفيسرن ٻين سامهون هن جي عصمت لٽي. روالور سامهون جهلي هن کي شوٽ ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني وئي. هن جي ننگي جسم تي نانگ ڇڏيا ويا. لوهه جي چمٽن سان هنجو ماس پٽيو ويو. هنجي اگهاڙپ ۾ ٽهڪندڙ پاڻي وڌو ويو. بجليءَ جي سيخن سان هنجي بدن جي حصي حصي تي ڏنڀ ڏنا ويا. ڪرفتي، هنجي منهن تي ملي وئي ۽ زوريءَ وات ۾ وڌي وئي. ڪوڙيون خبرون ٻڌائي هن کي ذهني صدما ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. اهي سڀ عذاب، هن کي ڪٽ يا ٽنيي سان ٻڌي ڏيندا هئا يا اٺ ڏهه ڏنڊا ڏوٽا سپاهي هن کي جهلي بيهندا هئا. نه ته ٻيءَ حالت ۾ هوءَ انهن ظالم پاڙيتو سپاهين ۽ ڪامورن تي لتن، رانيوٽن، چڪن ۽ ٿڪن جو وسڪارو لڳائي ڏيندي هئي.

هوءَ لکي ٿي ته جڏهن عذاب ڏيڻ جي دوران، پيڙا هن جي برداشت کان ٻاهر ٿي ويندي هئي ته هوءَ خيال متائڻ خاطر وڏي زور سان انقلابي نعرا هڻندي هئي يا قومي گيت ڳائيندي هئي. يا ائين تصور ڪندي هئي ته ايذاءَ ڪنهن ٻئي کي ڏنا ويا وڃن ۽ هوءَ تماشبين آهي.

اهو سڀ ڪجهه هوندي به، شهنشاهه جا چاڙتا ڪجهه به حاصل ڪري نه سگهيا. هن پنهنجي پارٽي، تحريڪ ۽ ساٿين جي باري ۾ هڪ اکر به نه ٻڌايو.



ڪاليج ۽ هاسٽل جي انسپيڪشن لاءِ، اسانجي ڪاٽي جا ڪجهه آفيسر ۽ آفيسرياڻيون اچي رهيون هيون. پر ... پاڻ مونکي گهرائي، انهن لاءِ سڄي انتظام

جو ڪم منهنجي سپرد ڪيو. ڪم تہ منهنجي لاءِ خوشيءَ جو پيغام هوندو هو. هاسٽل ۾ مهمان گهر (Guest House) هو. اتي هنن کي رهڻو هو. ان جي چنڊ ڦوڪ ۽ صفائي سترائي ڪرڻي هئي. مهمانن جي ضرورت جون شيون رکيون هيون، کاڌي پيتي ۽ بسترن جو بندوبست ڪرڻو هو. ڪن هنڌ بلب لڳل ڪونہ هئا. اهي لڳائڻا هئا. فرنيچر جو پورائو ڪرڻو هو. پرنسيپالڻ بہ پٽيوالا منهنجي مدد لاءِ منهنجي حوالي ڪيا. مون پنهنجيون چار چوڪريون بہ ان ڪم ۾ لڳايون. وڏو مسئلو هو بسترا. آفيسرن ۽ ڪلارڪن سميت ٻارهن مهمان هئا ۽ بسترو هڪ بہ نہ هو. ان لاءِ مون پرنسيپالڻ کي چيو تہ بسترن جو انتظام ڪري ڏئي. هوءَ بہ منجهي پئي. هاسٽل ۾ رهندڙ چوڪريون خود مسافر هيون ۽ هرهڪ وٽ پنهنجو هڪ هڪ بسترو هو. پرنسيپالڻ سوچي چيو تہ ڪجهہ چوڪريون ٻہ ٻہ ٽي سمهڻ ۽ بسترا ڏين. پر وري پاڻ ئي چيائين تہ چوڪرين کي تڪليف ٿيندي ۽ ائين ڪنديون بہ ڪونہ. وري چيائين تہ هڪ بسترو مان ٿي ڏيان. اهڙي طرح شهر ۾ رهندڙ استاديائين کي بہ ڪرڻ گهرجي. ائين ڪرڻ سان بہ مشڪل سان پنج بسترا ملي سگهيا. اجا ست گهربا هئا. پرنسيالڻ کي ان جو حل نہ ٿي سمجهيو. هوءَ پاڻ هن شهر ۾ نئين هئي. هن کي مايوس ڏسي، مون هن کي چيو تہ مونکي شهر مائٽن ڏي وڃڻ جي موڪل ڏيو تہ مان گهربل هنڌ ڪٺائي ٿي اچان. مون بہ چوڪريون ساڻ ڪنيون ۽ سڌو سيائي جي گهر پهتس. هن ڪجهہ پنهنجا ۽ ڪجهہ پاڙي وارن وٽان اسانکي ستن جا بہ اٺ بسترا ڏنا، اهي، اسين ٻن ٽانگن تي ڪٺائي اچي هاسٽل پهتيونسين. پرنسيپالڻ جو اهو ڏنو تہ هن جي مٿي تان مٽين بار لهي پيو ۽ مان سمجهان ٿي تہ منهنجي ايڏي تورائتي تي جو مشڪل سان پنهنجا ڳوڙها روڪي سگهي.

اسان چوڪرين ۽ پٽيوالن سڄو ڏينهن محنت ڪئي ۽ مهمان گهر کي چنڊي ڦوڪي، ممڪن حد تائين آرام ڏيندڙ بنائي ڇڏيوسين. تازن گلن جا گلدستا ٺاهي رکياسين.

مهمان اچي اجا وينا مس تہ مان ۽ ٻيون چوڪريون چانهہ تيار ڪري اچي پهتيونسين ۽ ڏاڍي سهڻي ڍنگ سان پياريسين.



"اسين انسپيڪشن تي تہ هر سال ايندا آهيون. پر هن سال اسانجي رهائش جو انتظام بهترين ڪيو ويو آهي ۽ اسانجي سارسنڀال بہ ڏاڍي پنهنجائيءَ سان

ڪئي پئي وڃي!" چڪاس ٽوليءَ جئ پڳدار آفيسر، حيرت جو اظهار ڪندي، موجود استادياڻين کي چيو.

"ان ساري انتظام جو سهرو هڪڙي ئي ڇوڪريءَ تي آهي، جا هن سال ڪاليج ۾ داخل ٿي آهي." هڪ استادياڻيءَ وراڻيو.

"ڪهڙي آهي اها ڇوڪري؟" چڪاس ٽوليءَ جي هڪ آفيسرياڻيءَ دلچسپي ڏيکاريندي پڇيو.

"اها ڇوڪري توهان ڏسي چڪا آهيو. هوءَ ٻين ڇوڪرين سان گڏ توهانکي چانهيون پياريندي آهي ۽ ڪاڏو پيتو پهچائيندي آهي." استادياڻيءَ جواب ڏنو.

"تڏهن ته هن جي ڄاڻ سڃاڻ؟" پڳدار آفيسر دريافت ڪيو.

"هوءَ هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ ۾ ماستريائي آهي ۽ نالو گلزار اٿس، ۽ ڏاڍي محنتي ۽ قربائتي ڇوڪري آهي." استادياڻيءَ چيو.

اتي مان ۽ ٻه ٻيون ڇوڪريون بسڪوٽن ۽ ڪيڪ سميت شام جي چانهه کڻي اچي پهتيونسين. استادياڻيءَ مون ڏي اشارو ڪري، انهن آفيسرياڻين کي ٻڌايو ته هيءَ اٿو گلزار. سڀني مون ڏي نهاريو. مان شرمائجي ويس. هنن مرڪي ڏنو.

"اسانکي ته هن پيري تو اڳتري هيرايو آهي، جو آئيندي سال اسين سال ۾ هڪ بدران ٻه دفعا پيا ايندا سين." پڪي عمر جي، پڳدار آفيسر شفقت سان مرڪي، مون ڏي نهاري چيو.

"سائين، اسانجي اکين تي. مهمان نوازي ته اسان سنڌين جو مرڪ آهي." مون ڪنڌ هيٺ ڪري ادب سان جواب ڏنو.

"جڏهن کان گلزار هاسٽل ۾ مانيٽر بڻي آهي ته اسان استادياڻين ۽ شاگردياڻين کي اهڙو سوادي کاڌو ملڻ لڳو آهي جو گهر ۾ به اهڙو ڪونه ملي. هوءَ صفائيءَ جي اهڙي عاشق آهي جو پٽيوالاڻ پٽيواليون ڪمرن ۾ پوري صفائي نه ڪنديون ته پاڻ اڪيلي يا ٻن ٽن ٻين ڇوڪرين کي وٺي ڇنڊ ڦوڪ ۾ لڳي ويندي. هاسٽل ۾ ڪا ڇوڪري يا استادياڻي بيمار ٿيندي ته گلزار جي ننڊ ڦٽي پوندي. اڌ اڌ رات تائين هن کي مالش ڪندي، زور ڏيندي، دوا جي آجر پياريندي ۽ چانهه ناهي ڏيندي." اسانجي هڪ استادياڻيءَ ڊگهي تقرير جي ڍنگ ۾ چيو.

"اسانجون سنڌي نياڻيون هاڻي پاڻ ملهائي رهيون آهن. پر پلا هتي ڪم ڪار ۾ رڳو سنڌي ڇوڪريون پيون ڏسجن؟" ٽوليءَ جي هڪ ٻي آفيسرياڻيءَ سوال ڪيو.

"اسان اهوئي ته ثابت ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيون آهيون ته سنڌي ڪاهل نه

آهن. هو پورهئي ۾ محنت جا ڪوڏيا آهن. اسان سنڌي ڇوڪرين جو هن ڪم ۾ دلچسپي ورتي تہ غير سنڌي ڇوڪريون هرويرهہ بہ الڳ ٿي ويون ۽ ڇوڻ لڳيون تہ اهو تہ پٽيوالن ۽ نوڪرياڻين جو ڪم آهي."

مون وراڻيو.

"هن سال ماسترياڻين جي سکيا جو هي ڪاليج سنڌي ماسترياڻين سان روشن آهي ۽ تعداد ۾ پڻ جهجهيون ٿيون ڏسجن. هنن جو سرگرم هجڻ ڪري هتي هنن جو وجود بہ محسوس ٿيڻ لڳو آهي." پڳدار آفيسر چيو.

"ها سائين، ڪل هڪ سؤ ڏهہ ماسترياڻيون داخل ٿيون آهن، جن مان پنجاسي سنڌياڻ٠ن آهن." هڪ استادياڻيءَ جواب ڏنو.

"پلا اسانجون هي ڇوڪريون ڪلاسن ۾ سکيا ۽ ليسن تي ڌيان ڏين ٿيون؟" هڪ آفيسرياڻيءَ، اسان جي هڪ استادياڻيءَ ڏي منهن ڪري دريافت ڪيو.

"ها ڇونہ، گهٽ ۾ گهٽ غير سنڌي ڇوڪرين کان وڌيڪ." استادياڻيءَ وراڻيو.

"مسز منصور! توهان ڏنو تہ اڄ ڪجهہ گهڻا جوڳا هاسٽل جون غير سنڌي ڇوڪريون وفد ناهي، اسان سان ملڻ آيون تہ هنن سنڌي ڇوڪرين جون رکو پئي شڪايتون ڪيون ۽ ڪهڙي نہ چالاڪي ۽ نت شت سان پئي ڳالهايائون ۽ اسانجي هنن ڇوڪرين، انهن خلاف هڪ اکر بہ نہ ڳالهايو آهي؟ پڳدار آفيسر، ٽوليءَ جي هڪ آفيسرياڻيءَ ڏي منهن ڪري چيو.

"ها، مان بہ ان فرق جو سوچي رهي هئس." آفيسرياڻيءَ چيو.

"پيو فرق توهان سادگيءَ جو پر ڪيو؟ ڏسو تہ بنا ميڪ اپ بہ گلزار جي چهري تي ڪيڏي نہ ونهن، سوجهرو ۽ ڏيا آهي ۽ هو غير سنڌي ڇوڪريون ڪيڏو نہ ميڪ اپ ڪري آيون هيون." وري بہ پڳدار آفيسر، ساڳي آفيسرياڻيءَ ڏي مهڙ ڪري، مرڪي چيو.

"ها، ائين آهي. ان جو سبب شايد اهو هجي تہ اهي غير سنڌي ماسترياڻيون گهڻو ڪري شهرن جون آهن ۽ اسانجون ڇوڪريون زياده تر ٻهراڙيءَ جون آهن." آفيسرياڻيءَ رايو ڏنو.

اسان حيرت ۽ خوشيءَ وچان اها گفتگو ٻڌي رهيون هيونسين.

"ادڙي گلزار! مونکي اهو هٿ ڏي تہ مان چمان!" اوچتو پڳدار آفيسر، مونکي سڏيندي چيو.

مونکي چوچڙي لڳي وئي ۽ صدمو پهتم. هن مونکي ڇا سمجهي پنهنجي اهڙي خواهش ظاهر ڪئي آهي؟ ڇا هو سمجهي ٿو تہ هو منهنجو بالا آفيسر آهي، انڪري بدتميزي ڪرڻ جو هن کي حق آهي! پر هن مونکي "ادڙي" ڪري سڏيو آهي. شايد مونکي سيداڻي سمجهي، عقيقدت جو اظهار ڪرڻ چاهي ٿو. شايد مونکي پنهنجي بزرگاني شفقت سان نوازڻ چاهي ٿو........ پوءِ مون پنهنجي ان هٿ ڏانهن نهاريو......

ٻہ ڏينهن اڳ، اسانجي هاسٽل ۾ ڇوڪرين جي وچ ۾ هٿ تي مينديءَ سان چٽ ڪڍڻ جي چٽاڀيٽي ٿي هئي. انعام ڏيڻ لاءِ ٽن استاديائڻين کي جج مقرر ڪيو ويو هو. مون بہ ان ۾ حصو ورتو هو. ڪنهن پنهنجي هٿ تي مينديءَ سان گل ڪڍيا هئا. ڪنهن ڊزائينون ٺاهيون هيون. ڪنهن کو قومي گيت لکيو هو. ڪنهن پيار جو شعر چٽيو هو. ڪنهن "محمد" ۽ ڪنهن "الله" جو لفظ لکيو هو. ڪنهن پکي ٺاهيو هو. مون پنهنجي هٿ تي سنڌ جو نقشو چٽيو هو جو اڃا تائين چٽو بيٺو هو. مونکي پهريون انعام مليو هو.

مان هن مهربان آفيسر جي ويجهو ويس ۽ مرڪي، تري کولي، پنهنجو اهو هٿ هن جي آڏو جهليم. هن منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتي، سنڌ جي نقشي تي پنهنجا چپ رکيا.

"مون سنڌ کي ۽ تنهنجي سنڌيت جي جذبي کي چمڻ ٿي چاهيو!" هن آئين اکين سان چيو.



پوءِ مونکي خبر پئي تہ جڏهن پنجابي ڇوڪريون آفيسرن سان ملڻ ويون هيون ۽ منهنجيون شڪايتون ڪيون هئائون تڏهن هڪ ٿي سنڌي ڇوڪري، زمرد، بہ هنن سان وئي هئي. زمرد پريت سدائين منهنجي هر ڳالهہ تي مون تي ڇوهہ ڇنڊينڊي هئي. هوءِ بہ مون وانگر بيبي هئي ۽ اهڙي ذهنيت جي هئي تہ هوءِ پاڻ کٽ تي ويٺي هجي ۽ ٻيون ٻانهيون ٻنجي هن جي خدمت چاڪري ڪنديون رهن. هن کي ان تي بہ چڙ هئي تہ مان امتين جي نوڪرياڻي ٻنجي ڪم ٿي ڪريان. هوءِ سڪل سڙيل ۽ دائمي بيمار عورت هئي. مون هن جو سدائين خيال رکيو هو.

جڏهن پنجابي ڇوڪريون شڪايتون ڪري رهيون هيون تہ زمرد بہ وچ ۾ چيو تہ سنڌي ڇوڪريون مون سان نيڪ نہ ٿيون هلن، مان ٻين ڇوڪرين سان گڏ رهڻ چاهيان ٿي پر استادياڻيون هنن سان رهڻ نہ ٿيون ڏين ۽ خاص ڪري مانيٽر

ڇوڪري گلزار مون سان اصل نہ ٿي نهي. ان تي اسانجي هڪ استاديائي، جا اتي موجود هئي، تنهن هن کي توکيو تہ گلزار تہ توکي پيڻ سمجهندي آهي. تون بيمار ٿيندي آهين تہ ڪيئن نہ تنهنجي ٽهل ٽڪور ڪندي آهي، توکي ڊاڪٽر وٽ وٺي ويندي آهي، وقت تي توکي دوا پيئاريندي آهي، تنهنجي ڪاڏي جو خيال رکندي آهي، ايتري قدر جو تنهنجو ڪرڻ وارو ڪاڏو پنهنجن هٿن سان پاڻ پچائيندي آهي. ان تي زمرد ڏاڍي ڪڪي وکي ٿي. ڦڪائي متائڻ لاءِ چيائين تہ پوءِ بہ گلزار بيمار ٿي تہ مان بہ هن جي خدمت چاڪري ڪري هن جو احسان لاهينديس. ان تي آفيسر، استاديائيون ۽ ڇوڪريون کلڻ لڳيون. وري ان ساڳي استاديائيءَ زمرد کي چيو تہ مونکي خبر آهي تہ گلزار توکي اسائينمينٽون بہ لکي ڏنيون ۽ ڊرائنگ جا ڪم ڪرايا. تڏهن بہ ٿي هن جي شڪايت ڪرين. ان تي زمرد کي غصو اچي ويو ۽ هوءَ اتان اٿي هلي وئي.

ڇڪاس ٽوليءَ جي آفيسرن کي ٻڌايو ويو تہ مان ڳائيندي بہ سريلو آهيان. رات جو هنن وٽ محفل متي. مهربان آفيسرن مونکي بہ گهرايو. ٻين بہ ڳايو ۽ مونکي بہ ڳائڻ تي زور پريو ويو. ائين تہ مان حويليءَ ۾ شادي مراديءَ تي ٻين سان گڏجي لاڏا ڳائيندي هئس پر منهنجي ڳائڻ جو جوهر هتي هاسٽل ۾ کليو. هاسٽل جون ڇوڪريون ۽ استاديائيون، سياري جو هال ۾ ۽ اونهاري جو چانڊوڪين ۾ ڇپر تي تفريحي ميڙ ملهائينديون هيونسين. اهڙي هڪ ميڙ ۾ مون کان بہ زبردستي ڳارايو ويو. منهنجو آواز سڀني کي پسند آيو ۽ مونکي بہ محسوس ٿيو تہ آواز جي ڏات اٿم ۽ پوءِ اهڙين محفلن ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڳائيندي هئس، پر مردن جي سامهون ڳائڻ جو اتفاق نہ ٿيو هو. ٻين جي زور ڀرڻ تي مون بہ پاڻ ۾ همت ۽ ڀروسو پيدا ڪري ڳايو. ٻين پيار جا غزل ڳايا هئا، مون هڪڙو قومي گيت ٻڌايو. مهمان آفيسر ڏاڍو خوش ۽ متاثر ٿيا.

هنن آفيسرن، منهنجي سادگيءَ جو مثال ڏئي، سڀني کي تنبيهہ ڪئي تہ گهٽ ۾ گهٽ ڪلاسن ۾ ڪابہ ڇوڪري يا استاديائي ميڪ اپ ڪري نہ اچي. هاڻي ان ۾ منهنجو قصور تہ ڪونہ هو. پر سڀئي ڇوڪريون، سنڌي توڙي غير سنڌي، اچي مون تي ڪاوڙيون. چوڻ لڳيون تہ هيءَ تہ رن زال بڻيو وبني آهي. پر اسان لاءِ هرويرو آزار ڪري ڇڏيائين، نہ ڪنن ۾ واليون پايون، نہ ٻانهن ۾ چوڙيون پايون، نہ وارن ۾ گل لڳايون ۽ نہ سرخي پائوڊر استعمال ڪريون......

ڪاليج پورو ڪري، مان واپس پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ آيس. پي. ٽي. سي. پاس ڪرڻ ڪري، منهنجي پگهار ۾ ڪجھ واڌارو ٿيو هو. هاڻي ذهني طرح نہ

رڳو اڪيلي وڏي هئس، پر آزاديءَ جي هير بہ لڳي هئم. حويليءَ ۾ تازي قاتل پکيءَ وانگر ڦٽڪڻ لڳس. مونکي پنهنجي ذيءُ جي ايندي جي روشنيءَ جي تلاش هئي، جا هن حويلي ۾ هن ننڍڙي اسڪول ۾ ملي نہ ٿي سگهي. مونکي پڪ هئي تہ مان هن حويلي ۾ هن ڳوٺڙي ۾ ڪانہ رهي سگهنديس!



# تلاش جي شروعات

•

مان ڇهن سالن کان حيدرآباد ۾ پئي رهان. پرهه ڦٽي مون سان گڏ آهي ۽ انٽر سائنس پڙهندي آهي. هوءَ پردو ڪونه ڪندي آهي. منهنجي ڪان ئي مون هن کي برقعو نه پارايو. مان اجا تائين برقعو ڏڪيندي آهيان، جيتوڻيڪ رستن تي ۽ بازارين ۾ گهٽو ڪري منهن کولي هلندي آهيان. پردو ڪرڻ تي دل ڪانه ٿي چوي، پر ننڍي هوندي کان ان جي اهڙي هير پئجي وئي آهي جو خيال ايندو اٿم ته پنهنجي پوري بدن تي مردن جي نظرن جو مقابلو ڪري ڪانه سگهنديس، جيتوڻيڪ عمر چاليهن کان چڙهي وئي اٿم. ڳوٺ ورلي وڃان. سو به تڏهن جڏهن هڪ ئي جيئرو بچيل پوڙهو چاچو يا ڪو سوٽ زور پري وٺي ويندو آهي. سال ۾ وڏ ۾ وڏ هڪ ڀيرو وڃان ۽ ڪڏهن به ٻن ڏينهن کان وڌيڪ اتي نه رهندي آهيان. عرصو ٿيو جيجي گذاري وئي. بابو ۽ ٻيا چاچا به لاڏاڻو ڪري ويا. ٻين مائٽن سان ڪا ڏيتي ليتي ڪانهي. مان خودمختيار ۽ پاڻ پري آهيان.

دادوءَ مان ڪاليج ۾ ڪورس ڪري آيس ته مونکي حويليءَ جي ماحول ۾ وحشت ٿيڻ لڳي هئي. منهنجي سياءُ ۾ چڙ ۽ سرڪشي پئدا ٿي وئي هئي. مائٽن ۽ وڏن جون اجايون سجايون ڳالهيون ۽ نامناسب سختي سهي نه سگهندي هئس ۽ هنن کي منهن تي جواب ڏيڻ لڳي هئس. اسڪول ۾ جيڪي ڇوڪريون دعا تعويز، تاڻت، پيرن فقيرن جا ڌاڳا پائي ايندڀون هيون ته اهي ڦڻڇيءَ سان ڪٽي ڇڏيندي هئس ۽ هنن کي منع ڪندي هئس ته اهي شيون اسڪول ۾ پائي نه اچن. جن ڇوڪرين جي نرڙ تي يا منهن تي سرمي يا ڪارنهن جو داغ لڳل هوندو هو ته جئن هنن کي نظر نه لڳي ته انهن جا اهي داغ ڪپڙي سان مهٽي صفا ڪري ڇڏيندي هئس. ڪابه شاگردياڻي يا ڪا ٻي عورت مونکي پيرين پوندي هئي ته ڪاوڙجي هن کي ائين ڪرن کان روڪيندي هئس. ڪورس جي ڪتابن ۾ جيڪي وهمي، غير حقيقي، غير عقلي يا غير سائنسي ڳالهيون هونديون هيون، دل چوندي هئي ته اهي پنا ئي ڦاڙي ڇڏيان ۽ اهڙا سبق ڇوڪرين کي نه پڙهائيندي هئس يا رڳو مٿاڇرا پڙهائيندي هئس. اسانجي تاريخ جي باري ۾ ڪتابن ۾ جيڪي غلط بيانيون آهن،

انهن بابن کي ناس ڪرڻ جو جوش ايرندو هو. اهڙا باب جي پڙهائيندي هئس تہ ان سان گڏ انجي سمجهاڻي ڏيندي، انهن تاريخي واقعن جون صحيح حقيقتون شاگردياڻين کي ٻڌائيندي هئس.

مون جڏهن ٽئين ڪري حويليءَ ۾ ايستائين وقت گذاريو، جيستائين پرهہ ڦٽيءَ پنجون درجو پاس ڪيو. پوءِ هن کي هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرائڻو هوم. ان لاءِ ڪنهن شهر ۾ رهڻ ضروري هو. مون بدليءَ جي ڪوشش تہ اول ئي شروع ڪري ڇڏي هئي. ان لاءِ ڪو مشڪل آڏو نہ آيو. مننار پاڻ بہ اثر رسوخ وارو ماڻهو آهي ۽ هن مون لاءِ ڀڄ ڊڪ ڪئي، وري بدلي ڪرڻ وارا بہ اهي آفيسر هئا، جي دادوءَ واري سکيا ڪاليج جي هاسٽل ۾ مون کان متاثر ٿيا هئا ۽ منهنجي ڪارڪردگيءَ تي راضپي جو اظهار ڪيو هئائون ۽ مونکي چڱيءَ ريت سڃاڻندا هئا. منهنجو سروس رڪارڊ بہ نيڪ هو. ٻي ڳالهہ تي نوڪريءَ ۾ مان ڪافي سينيئر ٿي وئي هئس. منهنجي مرضيءَ موجب منهنجي نہ رڳو حيدرآباد بدلي ڪئي وئي، پر ترقي ڏئي مونکي حيدرآباد شهر جي پرائمري اسڪولن جي سپروائيزرياڻي مقرر ڪيو ويو. منهنجي شخصي حالتن جي مدنظر منهنجي بالا عملدارن، مونکي رهڻ جي سهوليت مهيا ڪري ڏني. ماسترياڻين جي ٽريننگ ڪاليج جي هاسٽل اندر هڪ الڳ ڪوارٽر مونکي ڏنو ويو. جتي مان پنهنجي ڪکي پرهہ ڦٽيءَ سان رهڻ لڳيس. اهو ٻڌائڻ وسري ويم تہ جڏهن ئي پرهہ ڦٽي سمجهہ سان ٿي هئي تہ مون سگريٽ پيئڻ ڇڏي ڏنو هو.

مون چاڻي واٽي پرهہ ڦٽيءَ کي اهڙي هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايو، جتي ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن کي گڏيل تعليم ڏني ويندي هئي. اهو ان لاءِ تہ جڏهن هوءَ ڇوڪرن سان هري مري ۽ اڳتي هلي مردن کان هيڪ محسوس نہ ڪري ۽ انهن کان هن ۾ گهٽتائيءَ جو احساس پئدا نہ ٿئي ۽ هن ۾ هڪ آجي انسان وارو ذهن ۽ حوصلو پئدا ٿئي. ان ڪانسواءِ مون هن کي اهڙي هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايو، جتي تعليم جو ذريعو انگريزي هو. مان ان خيال جي آهيان تہ اسانکي بنيادي طرح پنهنجي مادري زبان سنڌي پڙهڻ کپي ۽ ان جي ترقيءَ تي پورو توجهہ ڏيڻ جڳائي. پر جيستائين اسان جي مادري زبان، سائنس جي زبان بنجي، تيستائين اسانکي انگريزي زبان سکڻ تي خاص ڌيان ڏيڻ کپي. انگريزي عالمي زبان ۽ سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي زباني آهي. باقي ٻيون زبانون جيڪي اسان تي مڙهيون وڃن ٿيون، انهن کي امتحان پاس ڪرڻ جي حد تائين حيثيت ڏيڻي آهي.

مون پرهہ ڦٽيءَ کي همٿايو ۽ هن جي ذهن ۾ وهاريو تہ هوءَ نہ رڳو پڙهڻ، پر

ٻين سرگرمين ۾ بہ حصو وني، جهڙوڪ رانديون. بحث مباحثا، ساهتي ۽ تهذيبي سرگرميون، ڊرامن ۾ ڳائڻ، ائڪٽنگ ۽ نچڻ سميت. هن کي جوڊي ڪراڻي جي سکيا بہ ونرائي رهي آهيان. هوءَ ڏاڍي ذهين، هوشيار ۽ محنتي ٿي پئي آهي. امتحانن ۾ پاڻ کي چوٽيءَ وارن شاگردن مان ثابت ڪندي آهي.

هن سائنس ڪنئي آهي. جڏهن تہ هن جو لاڙو انگي حساب (Maths) ڏانهن آهي، انڪري اڳتي هلي هوءَ انجنيري يونيورسٽيءَ ۾ ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ جي شعبي ۾ مهارت لاءِ داخلا وٺڻ جو ارادو اٿس. مان بہ ان تي خوش آهيان تہ هوءَ محض انڪري انجنيري يونيورسٽيءَ کان نہ هبڪي تہ اتي ذري گهٽ سڀ شاگرد ڇوڪرا هوندا آهن ۽ ڇوڪريون فقط آڱرين تي ڳڻڻ جيتريون داخلا وٺنديون آهن. هوءَ ڪاليج ۾ نہ رڳو فوجي سکيا، بحث مباحثن ۽ ساهتي سرگرمين ۾ حصو وٺندي آهي، پر سياسي مباحثن ۽ يونين جي سرگرمين ۾ پڻ. هن تقرير ۽ بحث مباحثي جي ڪيترن مقابلن ۾ انعام کٽيا آهن ۽ هوءَ پنهنجي ڪاليج جي يونين جي چونڊيل سيڪريٽري آهي، جيتوڻيڪ ٻيا سڀ عهديدار ڇوڪرا آهن ۽ بي. ايس. سيءَ تائين ڪلاس آهي.

ڪاليج جا ڪي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون، پروفيسر ۽ پروفيسرياڻيون، هن سان گهر تي ملڻ ايندا آهن يا پرهہ ڦٽي هن کي دعوت ڏئي پارٽي ڪندي آهي. ڪاليج ۾ ويندي آهيان ۽ هن جي ساٿين ۽ استادن سان ڳالهائيندي آهيان ۽ هن جو پرهہ ڦٽيءَ سان رويو ڏسندي آهيان. مونکي اهو ڏسي ۽ محسوس ڪري بي انتها سرهائي ٿيندي آهي تہ هن کي هر طرح پنهنجائي ۽ عزت ڏني ٿي وڃي. سيدپٽي کي ان جي ذهين پٽي بہ عزت ڪانہ ملي. تنهن ڪانسواءِ اها عزت ڏيڻ وارا جٽ، جاهل ۽ وهم پرست ڳوٺاڻا هوندا آهن ۽ پرهہ ڦٽيءَ کي پڙهيل ڳڙهيل، سڃاڻ ۽ باشعور انسانن وٽان عزت ملي رهي هئي.

شهرن ۾ بہ پاسن ڪنڊن ۽ پراڻن پاڙن ۾ پراڻيون پاروٺيون حويليون آهن، پر هتي عام زندگيءَ ۾ سيدياڻين کي خاص مخلوق نہ ٿو سمجهيو وڃي. هو بنا برقعي پيون هلن چلن. ڪاليج ۾ ڇوڪرن سان گڏ پڙهن. ڊاڪٽري ڪاليج ۾ سکيا وٺندي مرد مريض چڪاسين، آفيسن ۾ مردن سان گڏ نوڪريون ڪن، ڪي وڏا عهدا پيون ماڻين، ميڙن ۽ محفلن ۾ گڏ اٿن رهن. ڪي امتين سان شادي ڪيو وينيون آهن. ساهتي ۽ سياسي جلسن ۾ تقريرون ڪن. ولايت ڏي اڪيلو سفر ڪن ۽ ولايت ۾ سالن جي سال اڪيلو رهي ڊاڪٽريءَ ۽ ٻيا علم حاصل ڪن.

منار ۽ سياڻو شاهہ منهنجا حقيقي مائٽ ۽ سچا سڄڻ ثابت ٿيا آهن. هو وارَي

ڦيري سان جلدي جلدي منهنجي سارسنڀال لهڻ لاءِ مون وٽ پيرو پرينڊا رهن ٿا. مونکي ڪڏهن به مالي مشڪل محسوس ٿيڻ ڪونه ڏين. هنن جون ڏاهپ ڀريون ڳالهيون ۽ سياست جي چنڊڇاڻ مون لاءِ ذهني خوراڪ ۽ پرهه ڦٽيءَ لاءِ ساڃهه جي سکيا هونديون آهن. هو اسان واسطي ڪتابن جا انبار آڻيندا آهن. پرهه ڦٽي هنن جي گفتگو ڏاڍي دلچسپيءَ سان ٻڌندي آهي. هنن کان آڏي پڇا ڪندي آهي. خيالن جي ڏي وٺ ڪندي آهي، ردڪد ڏيندي آهي ۽ بحث ڪندي آهي. ٽيڪا ٽپڻي، تنقيد ۽ ڇنڊڇاڻ. پرهه ڦٽيءَ جي ڪردار جو روشن پهلو ڏسجن ٿا. اهي هن جي ڄاڻ، ذهانت ۽ آئيندي جي روشنيءَ جي تلاش طرف اشارو ڪن ٿا.

هڪ ڏينهن مان آفيس ۾ ويٺي هئس ته نياپو مليو ته جنهن ڪاليج ۾ پرهه ڦٽي پڙهندي آهي، اتي ڪو جهڳڙو ٿي پيو آهي ۽ ان ۾ پرهه ڦٽي لاڳاپيل آهي....



پرهه ڦٽي، خالي پيريڊ ۾ ڪاليج جي باغيچي جي هڪ بينچ تي ويهي ڪو ڪتاب پڙهي رهي هئي. ٻيا به ڪجهه ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ڇپر تي يا بينچن تي ويٺا هئا. ڪي اخبارون يا ڪتاب پڙهي رهيا هئا ۽ ڪي ڪچهريءَ ۾ رڌل هئا.

هڪ ڇوڪرو، جنهن ڪي تمام قيمتي سوٽ پهريل هو، ڪرائيءَ ۾ سوني واچ هئي ۽ ڳچيءَ ۾ سونو لاڪيٽ، سو پرهه ڦٽيءَ واري بينچ جي پرسان آيو.

"مان هتي ويهي سگهان ٿو؟" هن بينچ جي ٻئي ڇيڙي ڏانهن اشارو ڪندي ۽ مرڪڻ جي ڪوشش ڪندي، پرهه ڦٽيءَ کان پڇيو.

"ڀلي ڀلي." پرهه ڦٽيءَ مرڪي جواب ڏنو.

هو ويهي رهيو. سوني سگريٽ ڪيس مان سگريٽ ڪڍي، ولايتي لائيٽر سان اهو دکايائين. پرهه ڦٽي پنهنجي پڙهڻ ۾ لڳي رهي.

"توهان شايد مونکي ڪونه سڃاڻو؟" ان ڇوڪري، سگريٽ جي پهريون سوٽو هڻندي پڇيو.

"نه، البت اوهانکي هن ڪاليج جي اڱڻ ۾ ايندي ويندي ڏٺو اٿم." پرهه ڦٽيءَ وراڻيو.

"ها، منهنجو ننڍو ڀاءُ هن ڪاليج ۾ پڙهندو آهي ۽ مان هن کي وٺڻ ايندو رهندو آهيان. منهنجو نالو رئيس منير احمد آهي. اسين زميندار آهيون. ڳوٺ ۾ ته پنهنجا تمام ماڊرن بنگلا آهن. بابا کي پنهنجي موٽر الڳ آهي ۽ مونکي الڳ ادائي لکن واري هونڊا اڪارڊ (Honda Accord) وٺي ڏني اٿائين. مان يونيورسٽيءَ ۾

ايم. اي. ڪري رهيو آهيان.“ منير چيو.

”اڇا.“ پرهه ڦٽيءَ بي دليءَ مان چيو. هن جي پڙهڻ ۾ رخنو پوڻ ڪري، هن کي ڳالهه ڏکي لڳي هئي. هن جو سارو ذهن ڪتاب جي مواد طرف هو.

”مون توهانکي يونيورسٽيءَ ۾ ٿيل مباحثي ۾ ڏٺو ۽ ٻڌو هو. توهان پنهنجو نڪتو ثابت ڪرڻ لاءِ واهه جا دليل ڏنا هئا. ان ڪانپوءِ جڏهن به هتي ايندو آهيان ته منهنجيون اکيون توهانکي ڳوليندڙيون آهن ۽ پاڳ پيلا هوندا آهن ته توهانجي جهلڪ نظر ايندي آهي. اڄ ته پاڳ هيڪاري پيلا ثابت ٿيا جو توهان سان ڳالهائڻ جو وجهه مليو آهي.“ منير، پرهه ڦٽيءَ کي گهوريندي ۽ ڏند ٽيڙي چيو.

پرهه ڦٽيءَ محسوس ڪيو ته همراهه معاملي کي غلط پيچري تي آڻي رهيو آهي. هن کي ٿورو غور سان ڏٺائين ته هن جي ڪپڙن جي پيٽ ۾ هن جي چهري ۾ ابتڙائي نظر آيس. هن جو چهرو پيلو ۽ پاروٿو هو. جوانيءَ جي سجرپڻ جو نالو نيشان ڪونه هو، اکيون مرجهايل ۽ ڪيپ پريل هيون، چپ سڪل هئا ۽ انهن تي ڪارانڻ هئي. سگريٽ مان ڦوڪ پرڻ وقت هٿن ۾ ڪنبٽي ٿي پئي ٿي. هن جي آواز ۾ لرزش هئي. پرهه ڦٽيءَ کي اهو سمجهڻ ۾دير نه لڳي ته رئيس هيروئن جو موالي آهي.

هوءَ چپ رهي.

”مان توهانکي دعوت ٿو ڏيان، اميد ته انڪار نه ڪندا. هينئر هلي منهنجي بنگلي تي يا ڪنهن بهترين هوٽل ۾ مون سان ڊنر ڪائو!“ هن چيو ۽ پرهه ڦٽيءَ ڏي نهارڻ لڳو.

پرهه ڦٽيءَ سڌو هن جي اکين ۾ نهاريو. هن جي انهيءَ نهار ۾ ڪاوڙ نه هئي، ٽوڪ هئي. شايد منير ڪنهن ڇوڪريءَ ۾ ايڏي جرئت نه ڏٺي هئي ۽ هن جي نگاهن جو تاب نه سهي، ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيائين.

”ادا، پنهنجي ته جاڻ سڃاڻ به ڪانهي، پوءِ هڪدم جو ٽا ايتري سخاوت ڏيکاريو؟“ پرهه ڦٽيءَ ڏاڍي ٺاپر سان مرڪي پڇيو.

”جاڻ سڃاڻ پيدا ڪرڻ لاءِ ئي ته هيءَ دعوت ڏئي رهيو آهيان.“ منير ڪڪو وکو ٿي ورندي ڏني.

”توهان ۾ ۽ مون ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي ڳالهه ساڳئي آهي ته توهين به شاگرد آهيو ۽ مان به. انڪري جاڻ سڃاڻ ائين ٿي سگهي ٿي ته ڪن ٻين سڃاڻ شاگردن سان گڏجي ويهي، شاگردن جي موجود مسئلن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪريون ۽ انهن جو حل ڳوليون. ان لاءِ توهان ڪو وقت مقرر ڪيو، مان ٻين ساٿين

ڪي بہ ٻڌائينديس ۽ ٻئي هنڌ ملڻ جو ضرور ڪونهي ۽ نہ ڪنهن ڊنر جي ضرورت آهي، ڇاڪاڻ جو بندوبست هتي ئي ڪري سگهجي ٿو ۽ گڏجاڻي بہ هن ڪاليج ۾ ڪري سگهجي ٿي." مرڪندي، هن ڏي سڌو نهاريندي، پرهہ ڦٽيءَ خوداعتماديءَ سان چيو.

"منهنجي لاءِ ڪو مسئلو ناهي، جي آهي تہ ان جو حل مون لاءِ مسئلو ناهي." منير تيزيءَ سان، پنهنجي ٻچيءَ ۾ پيل سوني لاڪيٽ کي هٿ ۾ لوڏيندي چيو.

"پوءِ بہ واقفيت وڌائڻ جو ڪو مقصد تہ هجڻ کپي؟" پرهہ ڦٽيءَ جي چپن تي لاڳيتو ٺٺوليءَ ڀري مسڪراهٽ هئي.

"ڪي مقصد اشارن سان بہ سمجهي وڃبا آهن. تون بہ جوان آهين، مان بہ جوان آهيان، ٻيو ڇا جوان!" منير چيو.

"ڏسجي ٿو تہ توهانجي ۽ منهنجي مقصد ۾ وڏو فرق آهي، انڪري توهان بہ وڃي پنهنجو ڪم ڪريو ۽ مونکي بہ پنهنجو ڪم ڪرڻ ڏيو." پرهہ ڦٽيءَ جي ڳالهائڻ ۾ ساڳي ناپر ۽ پختگي هئي.

"مان انڪار کي پنهنجي بيعزتي سمجهندو آهيان." منير تيز ٿي چيو.

"ڏسجي ٿو تہ توهانجي طبيعت ٺيڪ نہ آهي، وڃي آرام ڪريو، مونکي بہ پڙهڻو آهي." پرهہ ڦٽيءَ چيو.

"توکي چوان ٿو تہ مان ٺٺولي برداشت نہ ڪندو آهيان. تون ٽڪي جي ڇوڪري ٿي مان سان نخرا ڪرين!" منير رڙ ڪئي ۽ ٽپ ڏئي اٿي پرهہ ڦٽيءَ جي ڪرائيءَ ۾ هٿ وجهي ڇڪڻ لڳو. جڻ ٻاهر کڻي وڃڻ يا اغوا ڪرڻ جي نيت هجيس.

پرهہ ڦٽيءَ اهو هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندي، ٻئي هٿ سان ٻَرَ ڪري ٿڦڙ وهائي ڪڍيائين. رئيس کي ائين محسوس ٿيو تہ هي نازڪڙو لسڙو هٿ نہ پر لوهہ جو چنبو هو.

اوسي پاسي ويٺل ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا، هنن جي تيز ڳالهائڻ ڏانهن اول ئي ڪن ڪڙا ٿي ويا هئا. هيءَ حالت جو ڏٺائون تہ سڀ ڊوڙي اچي منير مٿان ڪڙڪيا. ٿڦڙن، ٺونٺشن، مڪن ۽ لتن جو هن تي وسڪارو لڳائي ڏنائون هنجو منهن مهاندو ئي بگاڙي ڇڏيائون. ڪپڙن جي سيتاناس ٿي ويس. ناسن مان رت ڳڙڻ لڳس. پرهہ ڦٽيءَ سميت ڇوڪرين بہ نہ ڇڏيس ۽ چڱيءَ ڦيهہ ڪڍيائونس. نيٺ اهو چئناءِ ڏئي ڇڏيائونس تہ اڳتي جي هن ڪاليج اندر يا ڪاليج جي سامهون آئين تہ توکي بج بج ڪري ڇڏينداسين. هو ٻاهر ائين وٺي ڀڳو جڻ ڇتو ڪتو پنيان

پيو هوس. پنهنجي بينل موٽر ۾ چڙهي، پوري رفتار سان هليو ويو.



مان تڪڙي تڪڙي ڪاليج پهتس. پرهه ڦٽي اگهڻ ۾ ئي بيني هئي. هن کي صحيح سلامت ۽ سدائين جهڙو تازو توانو ۽ ڪلمڪ ڏسي، منهنجي پيٽ ۾ ساهه پيو. مونکي ڏسي، مرڪندي مون ڏي ڊوڙي آئي. مون هن کي ڀڪرانڊڙي پاتي. ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون منهنجي ڇوڏاري اچي مڙيا ۽ ڏاڍي مزي سان واقعي جو وچور ٻڌايائون. هن مونکي تسلي ۽ خاطري ڏني ته پرهه ڦٽي اڪيلي نه آهي ۽ اسين هڪ ٻئي جي جان ۽ عزت بچائڻ جو جذبو به رکون ٿا ۽ سگهه به رکون ٿا. مون هنن کي اهو ڇتاءُ ضرور ڏنو ته اسانجي سماج ۾ شودپائيءَ جي نه حد رهي آهي ۽ نه ان تي روڪ ٽوڪ آهي، پنهنجو بچاءُ پاڻ ڪرڻو آهي. انڪري آئيندي خبرداري ڪرڻ ضروري آهي.

ٻئي ڏينهن ٿي منير وار ڪيو. خبر ناهي ته ڪاليج جي شاگردن هن جي امڪاني حملي جو سوچيو هو يا نه ۽ حملي جي حالت ۾ ڪهڙي تدبير اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هئائون.

منير ٽن شودن کي موٽر ۾ ساڻ ڪري اچي پهتو. موٽر ڪاليج جي ٻاهرئين دروازي کان پاسيرو ڪري بيهاريائين. گاڏيون بيون به رستي تي بينل هيون، جي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي کڻڻ آيون هيون. موڪل ملي ۽ شاگرد ٻاهر نڪرڻ لڳا. جئن ئي پهريون به ڇوڪريون دروازي کان ٻاهر ٿيون ته منير سميت چارئي شودا انهن کي وڪوڙي ويا ۽ پستول تاڻي، هنن کي يرغمال ڪري بنايائون. پنيان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جو هجوم آيو، اهي به اچي پهتا ۽ هي نظارو ڏسي حالي ته ڪجهه سمجهه ۾ نه آين. پر جلدئي ڪن شاگردن منير کي سڃاتو ته ڪالهوڪو بدمعاش آهي. يرغمالي ڇوڪريون ته گهبرائجي ويون هيون ۽ رنگ پيلو پئجي ويو هون. البت ايترو حوصلو هون جو بيهوش ٿي ڪونه ڪريون.

منير رڙ ڪري چيو ته پرهه ڦٽيءَ کي اسانجي حوالي ڪيو ته هنن ڇوڪرين کي ڇڏيون، نه ته هنن کي ٺي ڪٽي ويندا سين!.... ڪن ڇوڪرن کي مت اچي وئي. هن منير جي نديءَ پاءُ کي سڃاتو ٿي ۽ هو به شاگردن جي هن هجوم جي وچ ۾ ٻاهر نڪري رهيو هو. انهن ڇوڪرن ان پاءُ کي ڪٽي سوگهو جهليو ۽ ٻين کي به ٻڌايائون ته هي منير جو پاءُ آهي. پوءِ ته هڪدم سٽن انن ڇوڪرن هن کي ڪٽي پڪڙيو. هن جي ٻانهن، ڪلهن، ڄنگهن ۽ ڳچيءَ کي جڪڙي، منير ۽ شودن جي

سامهون ڪري، منير ڪي چيائون تہ جي ڪنهن بہ گولي هلائي آهي يا ڪنهن کي نقصان پهچايو آهي تہ تنهنجي هن پاءُ کي جئرو نہ ڇڏيندا سين. منير جا ڏيڏر ڏرا ٿي ويا. اتفاق سان ان وقت بہ پوليس وارا، هي گوڙ ڏسي، وڌندا ٿي آيا. منير ۽ شودن جون نظرون انهن تي پيون. منير ڇوڪرين کي ڇڏي پاڻ بہ موٽر ڏانهن ڀڳو ۽ شودن کي پڻ اچڻ جو اشارو ڪيائين. ان وچ ۾ شاگردن کي ڀيو تہ ڪجهہ ڪونہ سُجهيو هو. پر جيڪي پويان ٿي آيا. تن هيڏانهن هوڏانهن ڏسي، سروٽا ۽ پٿر ڪٺي هٿن ۾ جهلي رکيا هئا. جڏهن ئي بدمعاش ڀڄڻ لڳا تہ موٽر تي انهن پٿرن جو وسڪارو لڳائي ڏنائون. موٽر جا ڪجهہ شيشا ڀڳا ۽ ڪجهہ ٻاهريون هاڃو پهتو. بدمعاشن کي بہ ٿورا گهڻا ڌڪ لڳا ۽ هو موٽر ۾ تيزيءَ سان ڀڄي ويا.

منير جي پاءُ کي ڪجهہ نہ ڪيو ويو. هن جو ڏوهہ ڪونہ هو. البت هن ذريعي منير کي چتاءُ موڪليائون تہ جي هن ڪاليج جي ڪنهن بہ شاگرد يا شاگرياڻيءَ کي نقصان پهچايو تہ منير سان گڏ توکي (سندس ننڍي پاءُ کي) بہ ڪيتو لوڙهو پوندو.

پوليس ۾ رپورٽ نہ ڪئي وئي. شاگردن جو خيال هو تہ جي قانون جا رکوالا اهڙا لائق ۽ ايماندار هجن ها تہ هي بدمعاشيون ٿين ئي ڇو ها!

پرهہ ڦٽي هر طرح زندگيءَ سان ڀرپور آهي: جسماني طرح، ڪرداري طرح، تهذيبي طرح، ذهني طرح، منهنجي دل تہ چاهيندي آهي تہ هوءَ انقلابي پارٽيءَ جي ڪارڪن بنجي وڃي ۽ هن هڃاري سماج جو تختو اونڌو ڪرڻ ۾ حصيدار بنجي..... ۽ ان ڪان اڳ يا ان سان گڏ اهي سامراجي قوتون، جي هي طبقاتي سماج قائم رکڻ لاءِ پرمار طبقي جو پرجهلو آهن، تن جي هٿان پاڙ پٽڻ ۽ قومي آجپو حاصل ڪرڻ لاءِ تنظيم جي گوريلي بنجي.

مونکي پرهہ ڦٽيءَ جي ننڍپڻ جي هڪڙي ڳالهہ ياد اچي ٿي: مان دادوءَ ڪاليج ۾ پڙهندي هئس ۽ پرهہ ڦٽي سياڻي شاهہ جي گهر رهندي هئي. ان وقت هنجي عمر ڇهہ ست سال هئي. انهن ڏينهن ۾ تازو سنڌ ۾ ٻوليءَ جا فساد ٿيا هئا. هڪ ڏينهن گهر ۾ وينا هئاسين تہ بہ فقيرياڻيون اندر گهڙي آيون. هو سڪل سڙيل ۽ قد جون ڊگهيون هيون. هن جي هٿن ۾ ڊگهيون لنبون هيون. هن کي ڊگها پهراڻ ۽ گوڏيون ڍڪيل هيون. هن جي مٿن تي ٻڌڙيون رکيل هيون.

ائين جو گهڙيون تہ پرهہ ڦٽيءَ چيو تہ هي ڪهڙيون فقيرياڻيون آهن جيڪي ائين اسانجي گهر ۾ گهڙي آيون آهن ۽ سو بہ بنا موڪل جي؛ ٻيا فقير يا فقيرياڻيون تہ در ڪان ٻاهر ٻيهي رهنديون آهن. هن فقيرياڻين پنهنجي ٻوليءَ ۾ خيرات گهري.

سياڻي جي عادت هوندي هئي ته ڪو فقير در تي سڏ اچي هڻندو هو ته پرهه ڦٽيءَ کي چار اٺ آنا يا اٽي لپ ڏيندو هو ته وڃي هن کي ڏئي اچي. هيئنر به پرهه ڦٽيءَ کي اٺ آنا ڪڍي ڏنا ته سامهون وڃي فقيرياڻين کي ڏي. ان تي پرهه ڦٽيءَ انڪار ڪندي چيو ”ماما! مان هنن کي ڪجهه نه ڏينديس. هي ته اسانجي ٻولي به نه ٿيون ڳالهائين!“

سياڻي مون ڏي نهاري مرڪي چيو ”اجوڪن ٻارن جون قوميت جون ڳالهيون ٻڌي ۽ جذبا ڏسي، ائين ٿو محسوس ٿئي ته هي آئيندي جا بم آهن. جي اڄ نه ڦاٽندا ته ڪڏهن به ڪڏهن ضرور ڦاٽندا ۽ انقلاب آڻيندا!“



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌُڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)